# پٽائي

مضمونَ، مقالا، ليڪچرَ، انٽرويو،
تبصرا ۽ سلسلا

انور پيرزادو

كتاب: پٽائي

ليكڪ: انور پيرزادو

كمپوزنگ: ڪامران ڪمپوزر

ٽائيٽل: شفيع پيرزادو

پريس: الجنت پريس ڪراچي

ڇپائي جو سال: ڊسمبر2007

تعداد: 1000

قيمت: 250

ڇپائيندڙ: انور پيرزادو اڪيڊمي.

A-64 فيز_1، گلشن حديد ڪراچي.

021_4711070

0334_3007566

## سٽاءُ....

# پنهنجي پاران

”انور پيرزادو اڪيڊمي“ جيڪا انور صاحب جي لاڏاڻي ڪانپوءِ سندس ٽيجهي جي موقعي تي وجود ۾ آئي هئي تنهن انور صاحب جي سموري تخليقي ۽ تحقيقي مواد کي ڪتابي شڪل ڏيڻ جو جيڪو سلسلو شروع ڪيو آهي تنهن جي هيءُ ڪتاب ٻي ڪڙي آهي. ان کان اڳ 2007 ۾ چاليهي جي موقعي تي انور پيرزادو اڪيڊمي سندس مشهور شارٽ ڪالمن تي ٻڌل سلسلي ”متان وساريو“ کي ڇپائي چُڪي آهي. انهيءَ ڪتاب جي ريڪارڊ وڪري جو عالم اهو هو تہ ڇپائي ڪانپوءِ جي ٽن مهينن اندرئي اهو هٿو هٿ مڪمل طورتي وڪروٿي ويو. سنڌ کان علاوه هندستان ۾ بہ هن ڪتاب جي نہ صرف طلب ٿي پر اتي پبلشرن بہ سنڌ کي سمجهڻ لاءِ ان ڪتاب کي وري ڇپائڻ جي ضرورت کي محسوس ڪيو.

اسان کي پيٽائي متعلق انور پيرزادي جو هيءُ ڪتاب آڻيندي ان ڪري بہ بيحد سُرهائي ٿي رهي آهي تہ هن ڪتاب جي هڪ وڏي وقت کان ڊيمانڊ هئي. هيءُ ڪتاب سنڌ جي تمام وسيع ادبي حلقي جو هڪ وڏو خواب هو ڇاڪاڻ تہ اُهو حلقو انور پيرزادي جي پيٽائي متعلق هن جديد نقطئہ نظر ڪانسواءِ پيٽائي جي تاريخ کي اڌورو تصور ڪري رهيو هو. سو هيءُ ڪتاب ڄڻ تہ پيٽائي جي تاريخ جو هڪ روح آهي، جيڪو پيٽائي جو نئون تعارف پيش ڪري رهيو آهي.

پيٽائي صاحب سان انور پيرزادي جو جيڪو عشق هو تنهن جو اندازو انهيءَ حقيقت مان لڳائي سگهجي ٿو تہ پيٽائي سندس سڄاڻپ جو هڪ وڏو ۽ مشهور حوالو رهيو آهي.

انور پيرزادو اڪيڊميءَ انور پيرزادي جي پيٽائي متعلق سنڌيءَ ۾ لکيل

مضمونن، مقالن، سلسلن، تبصرن، ليڪچرن ۽ انٽرويوز تي ٻڌل مواد کي سهيڙي ان کي ڪتاب شڪل ڏني آهي. هن ڪتاب ۾ ريڊئي رسالي ۾ پڙهيل سلسلي "آنڌائون عميق مان"کي بہ شامل ڪيو ويو آهي جنهن لاءِ اها وضاحت پيش ڪرڻ ضروري آهي تہ انور صاحب جي پيتائي متعلق هن موضوع وار سلسلي کي جيئن تہ ريڊيو انتظاميہ مڪمل طور تي هلائي نہ سگهي هئي تنهنڪري اهو موضوع وارو سلسلو نامڪمل رهيو جڏهن تہ انور صاحب ان سلسلي جا اڍائي سو موضوع طئي ڪيا هيا بهرحال اسان ان نامڪمل سلسلي کي هتي جيئن جو تيئن شامل ڪيو آهي جيڪڏهن اهو موضوع وارو سلسلو پورو ڪيو وڃي ها تہ "آنڌائون عميق مان" نالي پيتائي متعلق انور پيرزادي جو هڪ الڳ ڪتاب اچي وڃي ها. اهڙي نموني 70 جي ڏهاڪي ۾ برسات مئگزين ۾ ڇپيل تحقيقي سلسلو"ور وائيءَ جو جي لهين" جنهن انور کي پيتائي جو ترقي پسند شارح طور متعارف ڪرايو پنهنجي وجود ۾ هڪ الڳ ڪتاب آهي. ان لحاظ کان اسان سمجهون ٿا تہ"انور پيرزادو اڪيڊمي" هن املهہ مواد کي سهيڙي ڪتابي شڪل ڏئي ڪري اها امانت سنڌ جي ادبي تاريخ جي حوالي ڪري ڇڏي آهي جيڪا ڪتابي شڪل کان رهيل هئي.

انور پيرزادو اڪيڊمي

# هڪ عشق جو تعارف

هيءَ تحرير انور پيرزادي صاحب جي هِن ڪتاب جو مهاڳ بلڪل بہ ناهي. هيءُ ٻن شخصيتن (هن ڪتاب جي ڪردار شاهه عبداللطيف ڀٽائي ۽ هِن ڪتاب جي ليکڪ انور پيرزادي صاحب) جي زندگي، علمي ۽ تخليقي پورهيي تي تفصيلي بحث بہ ناهي. هِن تحرير جو مقصد ڪجهہ سمجهائڻ بہ ناهي، ڪجهہ سُلجهائڻ بہ ناهي، بس، هيءَ اُن عقيدت ۽ عشق جومختصر تعارف آهي، جيڪا عقيدت ۽ جيڪو عشق نئين دور جي هڪ ڪمال جي شاعر (انور پيرزادي) جو هڪ ٻئي عظيم شاعر (شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ) سان هو، جيڪو ڀٽائيءَ جي لفظن ۾ چوندو هو:

اڄ معذور هُئان، الا! ڇَڳِيي مرَ ٽِٽان!
رِڙهان ۽ رُئان، ڀُنيَ سَڱِر ساٿَ جي!

هِن ڪتاب جو ليکڪ مُهين جي دڙي جي ڪُک مان اُٿي آيو هو، هُن سنڌوءَ جي ڪنارن سان سفر ڪيو هو، هُن ڀٽائيءَ جي شاعريءَ ۾ سنڌ جي تاريخ، سنڌي قوم ۽ سنڌي ٻوليءَ جي سونهن کي ڳولڻ ۽ پرکڻ جي ڪوشش ڪئي هئي. هُن اهڙي ڳولا لاءِ ويرانا وَسايا هئا، جبلن ۾ ترسيو هو، سمونڊ سيويو هو، سنڌو ڊيلٽا ۾ ويو هو ۽ ٻيلن ۽ ٻرپٽن ۾ پَڪا اڏيا هئا. پنهنجي زندگيءَ جي آخري ڏينهن ۾ هُن جي لاءِ جيڪڏهن ڪو وڏو ذڪر هوندو هو تہ اُهو ڀٽائيءَ جي شاعري ۽ جيڪڏهن سندن وڏي ۾ وڏي سڪون واري ڪا جاءِ هوندي هئي تہ، اُها ڀٽ شاهه هوندي هئي. انور پيرزادي صاحب کي "هيءَ ڀونءِ تہ ڏاڍي ڀانءِ" آئي هئي، پر اڄ کان هڪ سال اڳ (7 جنوري، 2006ع) تي هُن وري بہ مُهين جي دڙي جي "مٽيءَ کي وِجي پنهنجي ماٿي سان لاتو".

ويو سج وِٽُن تان، راسيون رَتائين،
مون کي مارِيائين، اديون اونداهي ڪري. (ڀٽائي)

ڀٽائي سائينءَ سان انور صاحب جي بي انتها عشق جي پسمنظر ۾

سنڌ هوندي هئي. هُو دراصل سنڌ کي پيڻائي سائينءَ جي معرفت سمجهڻ جي جستجوءَ ۾ رهيو. انور پيرزادي صاحب جي شخصيت جا تمام گهڻا حوالا آهن ۽ سيئي حوالا پنهنجي جاءِ تي ڏاڍا معتبر آهن. هِن ڪتاب ۾ هُو پيڻائيءَ جي هڪ جديد شارح جي صورت ۾ سامهون اچي ٿو.

پنهنجي لاڏاڻي (1752) کان پوءِ وارين اٽڪل اڍائي صدين کان ننڍي يا وڏي سطح تي پيڻائي بحث هيٺ آهي. ڪو ڪيئن ٿو چوي، ڪو ڪيئن ٿو چوي؟ ڪي پڇن ٿا ته: شاهه عبداللطيف پيڻائي ڪير هو؟ ڇا هُو ڪو ولي هو؟ درويش هو؟ پيرُ هو؟ پهتل بزرگ هو؟ ڪاني ڪرامت وارو ڪو مرشد هو؟ يا اجا ڪا ٻي هستي هو؟ ڪي چوَن ٿا ته، هُو سنڌ وَستيءَ جو اهو رهنما آهي، جنهن وستيءَ جا جڏهن سيئي پاسا درد سان پرجي اُٿلي پيا هئا، تڏهن هُو سفر تي نڪتو هو. هو جهرجهنگ ويو هو، سنياسين، جوڳين سان مليو هو، عام ۽ خاص سان مليو هو، رڻ پٽ، بيابان، درياءَ ۽ جبل گهميو هو، پنهنجا پير پِٽون ڪيا هئائين، اکين کي اوجاڳن سان عشق ڪرايو هئائين ۽ پوءِ ڪراڙ جي ڪنڌي تي اچي ويهي دنبوروڪٽي جيڪا ڳالهه چئي هئائين، اُن کي ماڻهو اڄ سنڌ ۽ انسانيت جو آئين ۽ منشور چون ٿا.

ڪي پڇن ٿا ته، جيڪڏهن هُو شاعر آهي، ته سندس شاعِريءَ جي سيج تي ڪهڙا گهوٽ وينل آهن؟ ڪهڙا جنگ جا ميدان سجايل آهن؟ ڪهڙا تاريخ جا سچ بيان ڪيل آهن؟ ڪهڙا انوکا عشق بيان ٿيل آهن؟ ڪهڙين دلين جي ڏرتين جي زلزلي جو ذڪر آهي؟ ۽ هُو پنهنجن بيتن ۽ واين ۾ ڪهڙن ماڻهن سان مخاطب آهي؟ جيڪڏهن هُو فلسفي آهي، ته سندن فلسفي جي سرزمين ڪهڙي آهي؟ جيڪڏهن هُو سماجي علمن، مختلف ٻولين، لهجن ۽ راڳن جو ڄاڻو آهي ته، اِنهن علمن ۾ سندن رُتبو ڪير طي ڪندو؟ ۽ جيڪڏهن هُو عاشق آهي، ته سندن محبوب ڪير آهي؟ جيڪڏهن هُو پاڻ محبوب آهي ته، سندن عاشق ڪير آهي؟ ۽ جيڪڏهن هُو رهنما آهي، ته پنهنجي قوم کي نجات جي ڪهڙي واٽ ڏسي ٿو؟

انور پيرزادو صاحب پيڻائي سائينءَ جي شاعري، فلسفي، عشق، سندس

پرين، سندس ٻولي، سنڌ جي اينٿروپولاجي، سنڌ جي تاريخ، ثقافت ۽ سنڌ جي پراڻي ۽ نئين دور بابت سندس شاعريءَ جي اهميت بيان ڪري ڪيس "سنڌ جو سياسي ۽ ثقافتي وحدت الوجود" ۽ "سنڌ جي ماضي، حال ۽ مستقبل جو شاعر" قرار ڏيئي، سندن سوچ جا جيڪي سچ بيان ڪري ٿو . انهن ۾ انور صاحب جي عقيدت ۽ عشق شامل هوندي به، اُنهن ۾ هِن جو منطق، عقلي ۽ علمي دليل شامل آهن. انور صاحب پيڙائي سائينءَ جي شاعريءَ جي ٽيندڙ غلط تشريح جي خلاف بحثن جي بنياد تي هڪ ڏگهي جدوجهد ڪري، پيڙائي سائينءَ جي اُها تصوير پيش ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي، سندن اُهي خيال واضح ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي، سندن اُهو فڪر ۽ اُهي هيروز بيان ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي، جن تي اڳ ۾ رڳو پڙ پيل هئا. انور پيرزادي صاحب پنهنجي روشن شعور، تجربي ۽ مشاهدي جي بنياد تي پيڙائي سائينءَ کي سمجهڻ ۽ بيان ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. هُن سنڌ ۾ پيڙائي سائينءَ جو ڇڻ ته نئون ۽ درست تعارف ڪرايو آهي.

انور پيرزادو صاحب پيڙائيءَ کي ڳولي ٿو سندس اُن اصلي روپ ۾، جيڪو روپ "پريم تنهنجا پارَ ڪهڙا ڇئي، ڪهڙا چوان" آهي. پيڙائيءَ وٽان انور پيرزادي صاحب کي جيڪي ڪجهه حاصل ٿيو، اُن جي ذريعي هُن پنهنجن هِنن مضمونن ۾ پيڙائيءَ جي ذهني اڏام جا پيرا ڪنيا آهن. هُو پيڙائيءَ جي پيرن پٺيان هليو آهي. هُنَ پيڙائيءَ جي اکين جي روشنيءَ سان دنيا کي ڏسڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. هُن ڪٿي به نلهي عقيدت ظاهر ڪندي پيڙائيءَ جي شاعريءَ جي غلط تشريح ناهي ڪئي، هو هڪ جديد علمن جو ڄاڻو ۽ پيڙائيءَ جو جديد ۽ پختو شارح بڻجي جيڪا به ڳالهه ڪري ٿو، اُن ۾ پيڙائيءَ جي شاعري آئينو بڻجي اڳيان اچي ٿي.

انور پيرزادو صاحب، پيڙائي سائينءَ جي فڪر، ٻولي ۽ اُن ۾ موجود شاعراڻي حسن کي انڪري ئي گهرائيءَ سان سمجهي ۽ اُها اسان کي سمجهائي سگهيو آهي، جو هُو خود هڪ عملي ماڻهو هو. هُن جو عوام سان سڌو رابطو هو. سنڌي ٻوليءَ تي هُن کي دسترس حاصل هئي. سنڌ ۽ سنڌي ماڻهن جي تاريخ

سان گڏ هُن دنيا جا سيئي سائنسي، سياسي، سماجي ۽ اقتصادي علم ۽ نظريا پڙهيا هئا. هُن عالمي ادب پڙهيو هو. هُن دنيا ۾ آيل انقلابن جو گهرائيءَ سان مطالعو ڪيو هو. هُن قيد ڪاٽيو هو. هُو پاڻ عشق جي آڳ ۾ جليو هو. هُو محقق هئڻ سان گڏ، شاعر، ڪهاڻيڪار، مضمون نويس ۽ صحافي پڻ هو. هُن پيڙائيءَ تي اڳ ۾ ٿيل سمورو تحقيقي ڪم پڙهيو هو ۽ هُن پٽ شاهه جي راڳائين ۽ ڏورانهن علائقن ۾ آباد پيڙائيءَ جي پارکن سان بار بار ۽ تفصيلي ملاقاتون ڪيون هيون، انور صاحب سنڌ جي ڪنهن به علائقي مان جڏهن پيڙائيءَ سائينءَ جو ڪو نئون بيت لهي يا سندن ڪنهن بيت ۾ استعمال ٿيل لفظن جي صحيح معنيٰ ڳڏي ايندو هو ته اُها سيني دوستن کي ايتري ته خوشيءَ سان ٻڌائيندو هو، جو محسوس ٿيندو هو ته، هُن کي ڪي وڏا قيمتي هيرا جواهر هٿ آيا هجن. سنڌ جي ويهين صديءَ جي ستر واري ڏهاڪي ۾ شعوري طور تي بالغ ٿيل هيءُ نسل ڏاڍو سچو، ڏاڍو بي خوف ۽ ڏاڍو ڏاهو رهيو آهي. اِنهيءَ ڏهاڪي ۾ ڪراچيءَ ۾ جن ماڻهن دونهين دُکائي پيڙائيءَ سائينءَ جي ترقي پسند، قوم دوست، امن دوست ۽ انسان دوست نظريي کي هڪ مشن جي طور تي ماڻهن تائين پهچائڻ شروع ڪيو هو، اُنهن ۾ انور پيرزادو، عبدالرحمان نقاش، فقير محمد لاشاري ۽ بدر ابڙو سرفهرست هئا. انور صاحب جو اِهو رياض ته سندن زندگيءَ جي آخري ڏهاڙن تائين جاري رهيو.

پيڙائي سائينءَ تي سنڌ ۽ سنڌ کان ٻاهر تمام گهڻن محققن ڪم ڪيو آهي. هر ڪنهن پيڙائي سائينءَ کي پنهنجي علم، عقل ۽ تجربي آهر سمجهڻ ۽ سمجهائڻ جي ڪوشش ڪئي آهي، پر انور پيرزادي صاحب پيڙائي سائينءَ جي شاعريءَ جي معنيٰ ۽ مفهوم هڪ نئين ۽ غيرروايتي انداز ۾ بيان ڪيو آهي. پيڙائي سائينءَ بابت هِن جي خيالن ۾ ڪٿي به ڪو ابهام ناهي. هِن پيڙائيءَ جي فڪر جي جيڪا تصوير ڪشي ڪئي آهي، اُن ۾ ڪٿي به ڪو ڏنڏلو پن ناهي. البت انور صاحب کي اِهو ڏک ضرور هوندو هيو ته، نئون سنڌي نسل پيڙائيءَ جي ٻوليءَ کان اڻڄاڻ ٿيندو وڃي ٿو. تڏهن ئي ته هُو ڪڏهن ڪڏهن پنهنجي روايتي انداز ۾ وڏو ٽهڪ ڏيئي هيڏي وڏي طنز ڪري ويندو هئو ته:”هاڻي اسانکي

پنهنجن نوجوانن کي ڀٽائي سنڌي ترجمي سان پڙهائڻو پوندو."

هِن ڪتاب ۾ انور صاحب جا بيان ڪيل خيال سندس ذاتي خيال هوندي بہ هڪ وڏي اڪثريت جي خيالن جي نمائندگي ڪن ٿا. هُو ڀٽائيءَ کي پڙ مان نڪري پڙ ۾ بيٺل ڏيکاري ٿو. انور صاحب محقق کان اڳ هڪ تخليقڪار هو، تنهن ڪري ئي هُو جڏهن هڪ عظيم شاعر تي لکي ٿو، تہ اُن جي درد کي، اُن جي دانهن کي ۽ اُن جي ڌرتيءَ جي چيخ جي شدت کي چڱي طرح سمجهي هڪ ڏاڍي پراثر لهجي ۾ اُن عظيم شاعر جي شاعري ۽ فلسفي جو حسن بيان ڪري ٿو. ايچ ٽي سورلي، علامہ آءِ آءِ قاضي، جي ايم سيد، رسول بخش پليجي، انور پيرزادي، ڊاڪٽر تنوير عَباسي ۽ بدر ابڙي ۽ ڀٽائيءَ جي اصل فڪر ۽ فلسفي سان گڏ سندن شاعريءَ جا سمورا انساني ۽ ڪائناتي پهلو جنهن انداز ۾ بيان ڪيا آهن، اُن ڪانپوءِ ڀٽائيءَ جي شاعري، فڪر ۽ فلسفي جي غلط تشريح ڪرڻ جي ڪنهن ۾ بہ همت نہ ٿيندي.

هُو ڀٽائيءَ جا وڏا وارث پيدا ڪري ويا آهن. انور صاحب ڀٽائيءَ سائينءَ جي چونڊ شاعريءَ جي انگريزيءَ ۾ امڙ ايلسا قاضيءَ جي ڪيل ترجمي کي سيني ترجمن کان بهتر سمجهندو هو. اِهو ئي سبب آهي جو اِهو ترجمو سندن ليپ ٽاپ ۾ هروقت موجود رهندو هو.

انور پيرزادي ڀٽائي سائينءَ کي هر لحاظ کان ڊاڪيومينٽ ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي هئي. ڀٽائيءَ جا ماڳ ۽ مڪان، ڀٽائي جا رندَ ۽ رستا، ڀٽائيءَ جي شاعريءَ ۾ استعمال ٿيل ٻوليءَ جا پس منظر ۽ ڀٽائيءَ جي فڪر جا محرڪ، ڀٽائيءَ جي دور جي هڪ وڏي صوفي، انقلابي، شهيد شاهہ عنايت جي واقعي جو ڀٽائيءَ جي شاعراڻي شان سان تعلق، ڀٽائيءَ جي دور جا سياسي ۽ سماجي طوفان ۽ سنڌ جي ماڻهن سان سندن عشق کي هُو سندن شاعريءَ ۾ ڳوليندو هو. هُو ڀٽائي سائينءَ جي شاعريءَ جي هر هڪ موضوع کي جنهن انداز ۾ بيان ڪري ويو آهي، اِهو ڪم بہ رڳو انور صاحب ئي ڪري پئي سگهيو.

آ اِن سان گڏ انور پيرزادو صاحب ڀٽ شاهہ تي ٻاروهي لڳندڙ ميلن، ادا ٿيندڙ

خاص ثقافتي ريتن رسمن، ڀٽائيءَ جي راڳائين، ڪراڙ ڍنڍ ۽ ڀٽ شاهه جي مسئلن بابت نہ صرف سنڌي ۽ انگريزي ٻولين ۾ لکندو رهيو، پر هُو انهن جي فوٽو گرافي بہ ڪندو رهيو. هُن ڀٽتي فوٽوگرافيءَ جي صورت ۾ بہ هڪ وڏو رڪارڊ ڇڏيو آهي. انور پيرزادو صاحب هڪ بهترين فوٽو گرافر بہ هو. هُن ڀٽائي سان لاڳاپيل اُنهن سيني شين جون ائين تصويرون ڪڍيون، جيئن ڪو پنهنجي محبوب جون ڪيندو آهي. هُن چاهيو هو تہ هُو ڀٽائيءَ سائينءَ کي هر طرح سان رڪارڊ ڪري. سو، جنهن شخص وٽ اهڙو مشاهدو، اهڙو تجربو ، اهڙو علم ۽ اهڙو عشق هجي، اُهو جڏهن پنهنجي محبوب تي ويهي لکندو، تہ اُن ۾ ڪيڏو نہ سچ هوندو.

ڀٽائي سائينءَ سان انور صاحب جي عقيدت ۽ عشق جا پيرا ڏاڍا پراڻا آهن. هِن اول پنهنجي ڳوٺ جي مڪانن ۽ اوتارن تي فقيرن جي واتان ڀٽائي سائينءَ جي شاعري ٻڌي، پوءِ پنهنجي وڏي ياءُ فقيريارمحمد کان ڀٽائيءَ جا بيت ٻڌا، پوءِ هُن پاڻ ڀٽائيءَ جي شاعري پڙهي، بعد ۾ اِهو سمورو ورثو پنهنجي ذهن جي گودڙيءَ ۾سنڀالي کڻي هُو اُنهن ماڳن مڪانن، علائقن، رستن، جبلن ۽ ٿر بر ۾ويو، جتي ڀٽائي سائين ويو هو يا جنهن جو ڀٽائي سائينءَ جي شاعريءَ ۾ ذڪر هو، هُو هر اُن ماڻهوءَ سان مليو، جنهن جي دل ۾ ڀٽائي رهندو هو ۽ هر اُن علائقي ۾ ويو، جنهن جي ٻوليءَ جي لهجي کي ڀٽائي سائينءَ پنهنجي شاعريءَ ۾ جاءِ ڏني هئي. ڀٽ شاهه انور پيرزادي جي لاءِ ٻيو ٻلهڙيجي هو. هُو ڀٽائي صاحب جي درگاهه تي هر هفتي ويندو هو، اُتي ادا ٿيندڙ هر رسم ۾ شرڪت ڪندو هو ۽ جيڪڏهن ڪيس ٻيا بہ ڪي واندڪائيءَ وارا ڏينهن ملي پوندا هئا تہ، هُو اُهي بہ ڀٽ شاهه تي ئي گذاريندو هو. هُو اُتي ٿيندڙ سماءَ ۾ گم ٿي ڪجهہ نہ ڪجهہ نئون ڳولي ڪڍي ايندو هو ۽ پوءِ اُهو اچي دوستن ۾ ورهائڻ ۾ مصروف ٿي ويندو هو.

انور صاحب هِن ڪتاب ۾ شامل مضمونن ۾ ايڊيٽنگ ڪرڻ جو ارادو رکي پيو، پر هُن جي حياتيءَ هُن کي ايتري مهلت نہ ڏني. تنهن ڪري انور پيرزادو اڪيڊميءَ بغير ڪنهن ترميم يا تبديليءَ جي، انور صاحب جون ڀٽائي سائينءَ بابت ستر جي ڏهاڪي کان وٺي 2006 تائين مختلف وقتن تي لکيل هي لکڻيون سهيڙي ڇپائي رهي آهي. انور صاحب جون اِهي تحريرون ڪجهہ

سلسلن تي پڻ ٻڌل آهن: مثال جي طور تي، ”ورواڻيءَ جو جي لهين“ جي عنوان تحت لکيل سندن مضمون 1970 جي ڏهاڪي ۾ يوسف شاهين صاحب جي برسات رسالي ۾ ڇپيا هئا. اهڙي طرح ”آنداڻون ٰعميق مانِ“ جي سلسلي هيٺ لکيل سندن موضوع وار مضمون 1980ع جي ڏهاڪي جي آخر ۽ 1990ع جي ڏهاڪي جي شروع ۾ ريڊيو پاڪستان، ڪراچيءَ تان پڙهيا هئائين.

انور صاحب نئين دور ۾ ڀٽائيءَ جو هڪ تمام گهڻو سرگرم ترجمان هو. هُو انگريزي ۽ سنڌي ٻولين ۾ ڀٽائيءَ تي لکي، مختلف ماڻهن جو ڀٽائيءَ جو گائيڊ بڻجي ۽ مختلف محفلن ۾ ڀٽائيءَ تي ڳالهائي هُن ڀٽائيءَ جي پڙهندڙن ۽ سمجهندڙن جو هڪ وڏو حلقو تيار ڪري ورتو هو. ڪيترن نوجوانن ته ڀٽائي صاحب کي انور صاحب جي معرفت سڃاتو هو. هُو ماڻهو، جنهن جي گفتگو ڀٽائي سائينءَ جي بيتن کان سواءِ اڌوري هوندي هئي. اهُو جڏهن ڀٽائيءَ سائينءَ جو بيت پڙهندو هو، ته ڀٽائيءَ جو درد ۽ خيال آسانيءَ سان سمجهه ۾ اچي ويندو هو. 2004ع ۾ مان هڪ وڏي حادثي جو شڪار ٿيو هوس. انور صاحب فوري طور تي اچي پهتو، چيائين: ”بابا، ڀٽائي سائين وڏو ويڄ آهي، اوڏانهن هل.“ پوءِ انور صاحب، محمد علي پناڻ ۽ مان ڀٽ شاهه تي وياسين. اُتي مون ڏٺو ته، جڏهن اسان ڀٽائي سائينءَ جي درگاهه ۾ داخل ٿياسين ته هُن ڀٽائيءَ جي روضي جي چائنٺ تي بي انتها عقيدت وچان جهڪي، اُن تي هٿ تري رکيائين، روضي تي گل ٿي رکيائين، پوءَ دعا گهري، ٻانهون ٻڌي، پنيءَ پير ڀٽائي سائينءَ جي والد شاهه حبيب جي روضي ڏانهن هليو. مون اُن لمحي سوچيو هو ته،“ هيءُ ڪميونسٽ ٻه رهيو آهي، پر پنهنجي مرشد سان ڪيتري نه عقيدت رکي ٿو!“ پر انور صاحب ڀٽائيءَ سائينءَ جي شاعريءَ جي جڏهن تشريح ڪري ٿو ته اُتي هُو ائين تي ٿو وڃي، جڻ ڀٽائي سائين جو مريد نه، پر ڪو وڏو عالم هجي.

انور صاحب پنهنجي زندگيءَ جي آخري سالن ۾ ڊاڪٽر محمد علي پناڻ کي ساڻ ڪري ڀٽ شاهه تي وڃي ٽِڪندو هو. جڏهن به ڪنهن صدمي جو شڪار ٿيندو هو ته، ڀٽائي سائينءَ کي دانهن ڏيندو هو ۽ اُن دانهن جي ايف آءِ آر ڀٽ

شاهه تي مور فقير جي مڪان تي رکيل "ايف آءِ آر بڪ" ۾ داخل ڪندو ويندو هو. سندس اِهي لکڻيون پڻ سندن تخليقي عمل جو هڪ جاندار تسلسل ۽ پَٽائي سائينءَ سان هڪ وڏي اُنسيت جو اظهار آهن. انور صاحب ته دانهن ته پَٽائي سائينءَ کي پنهنجي مشهور نظم: " اي چندِ پَٽائيءَ کي چئجان" ۾ به ڏني هئي. اِن مان اوهان اندازو لڳايو ته، هُو دردڪان خالي، پَٽائي تي رڳو ڪتاب لکڻ وارن محققن مان نه هو، پر هُو عاشقن جي اُن سلسلي مان هو، جن کي دنيا جي ڪا پرواهه ناهي هوندي. هُن سڀ عشق ائين ڪيا.

انور پيرزادي جي وڏي پٽ، نوجوان ليکڪ ۽ صحافي زرار پيرزادي ۽ ٻن شاعر پٽن زيد پيرزادي ۽ امر پيرزادي جو پنهنجي والد سان عشق هو. اُن عشق جو اِهو ثبوت آهي، جو هُنن هڪ سال جي اندر انور صاحب جو هيءُ ٻيو ڪتاب (پهريون ڪتاب "متان وِساريو") ڇپايو آهي. اِنهن هيءُ ڪتاب ڇپرائي، ڄڻ ته هڪ نئون انور پيرزادو صاحب سنڌ کي ڏنو آهي. زرار پيرزادو اڄ اڪيلو آهي، مٿس ڏاڍا وڏا بار پيا آهن، پر اُن جي باوجود هُو وڏي سليقي ۽ صبر سان انور پيرزادي صاحب جي ورثي کي سنڀاليندو ۽ اُن کي سنڌ ۾ ورهائيندو پيو اچي. هُو انور صاحب جي جيئري ته هُن جو تمام گهڻو خيال رکندو هو، پر اُن جي لاڏاڻي کانپوءِ هُن جو جيڪو خيال رکي رهيو آهي، اُهو بي انتها واکاڻ لائق آهي.

انور صاحب نئين دور ۾ پَٽائيءَ جو هڪ اهڙو شارح، عاشق ۽ عالم رهيو آهي، جنهن جي هر مضمون، هر مقالي، هر تقرير ۽ هر تحرير دليلن تي ٻڌل آهي. انور پيرزادو صاحب سڄي عمر شائونزم جي خلاف جدوجهد ڪندو رهيو، پر ڪڏهن ڪڏهن پاڻ کِلي چوندو هو، "ماڻهو مون کي پَٽائيءَ جو شائونسٽ چوندا آهن." سو، جيڪڏهن ڪير پَٽائيءَ جي شاعريءَ کي سمجهي ويندو آهي، ته اُهو انور پيرزادو بڻجي پوندو آهي.

انور ابڙو
12 ڊسمبر 2007ع، ڪراچي

اي چنڊ پيتائيءَ کي چئجان!
هي ماڻهو تنهنجن بيتن کي
ڏرتي کان ڌارچني ٿا ڪن
ٿيون وايون تنهنجيون وارَ پٽن
۽ سرڙا تنهنجا اوسارن
هي ارهي سرهي دانهن ڏجان
اي چنڊ پيتائيءَ کي چئجان!

ـ انور پيرزادو

# ڀٽائيءَ ڪي رسالي ۾ ڳوليو

ڊاڪٽر سورلي ارڙهين صدي جي پوئين اڌ واري سنڌ بابت لکيل ڪنهن به تاريخ کي مڪمل، مستند ۽ ڀروسي لائق نه ٿو سمجهي. هي دور ڀٽائي وارو هو. يعني 1689ع کان 1752ع تائين وارو دور۔هن دور جي تاريخ جا ڪتاب: تاريخ معصومي، تاريخ طاهري، تاريخ سنڌ ۽ تحفۃ الڪرام وغيره. ڊاڪٽر سورلي مطابق اڌورا آهن ۽ اها اڌورائي خاص ڪري ان لحاظ کان منجهائيندڙ آهي ته انهن تاريخ جي ڪتابن ۾ عام ماڻهن جي رهڻي ڪهڻي، پيداواري رشتن ۽ ثقافتي قدرن بابت ڪجهه به لکيل ڪونهي. ان ڪري ڊاڪٽر سورلي جي لفظن ۾ اهي لکڻيون ڪنهن يورپي تاريخدانن لاءِ غير سائنسي آهن. ان جو هڪ سبب اهو به آهي ته اهي سڀ تاريخون درٻاري قسم جون آهن.

جيڪڏهن هن راءِ کي مڃيو وڃي ته پوءِ ہي ڪا به واهه ڪانهي سواءِ ان جي ته ڀٽائيءَ جي دور جي سماجي، اقتصادي ۽ سياسي تاريخ ڀٽائي جي ئي ڪلام ۽ رسالي مان تلاش ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي وڃي ۽ اهو سچ آهي ته سچي تاريخ رڳو سچو فنڪار ئي لکي سگهي ٿو.

ان جي ابتڙ ڀٽائي جي دور بابت اسان وٽ ايتريون ته بي بنياد روايتون ۽ هٿرادو ڏند ڪٿائون گهڙي تيار ڪيون ويون آهن، جو ڪو حساب ئي ڪونهي. اڄ تائين به اسان پنهنجن وڏڙن کان جيڪڏهن ڪو ڀٽائيءَ جو نهايت سريلو بيت ٻڌندا آهيون ته ان سان گڏ هڪ قصو به بيان ڪري ٻڌايو ويندو آهي. جنهن ڪي نه هوندو آهي منڍ نه پڇڙي ۽ اڄ جاٺائي وچان اسان جا ڪيترائي ماڻهو ڀٽائي کي به سڏيءَ يا اڄ سڏي طرح قصا گو شاعر سمجهندا آهن. ڀٽائيءَ ان الزام جي ترديد پنهنجي هيٺين بيت ۾ هن ريت ڪئي آهي:

مارئي ناهه ملير ۾، نڪي .وٽ همير
پنهون ڪينهي ڪيچ ۾، نڪي سنڌ امير
مومل ڪينهي ماڙئين، ڳنجي ناهه فقير
وَرُ چڙيو واهڙ تري، ساهڙ منجهه سرير

قُبن کينهن پير، مرشد مساڻن ۾.

اها نفي ٻڌائي ٿي تہ يتائي جي دلچسپي سُروار قصن ٻڌائڻ ۾ ناهي، ير انهن ڪلاسيڪل قصن جي ڪردارن جي اوٽ ۾ يتائي سچ ۽ ڪوڙ وارن تاريخي ڪردارن جي ويڙهاند ۽ پنهنجي من جي رد عمل واري آنڌ مانڌ بيان ڪئي آهي. ان جي باوجود يتائي کي يٽ شاهہ واري روضي ۾ تلاش ڪيو پيو وڃي. هن کي پير سمجهي هن کان پٽ جي صدا هنئي پئي وڃي ۽ استخارائون ڪيون پيون وڃن. هن 21 هين صدي ۾ اجا بہ ڪي ماڻهو آهن، جيڪي يتائي کي"امي" چون ٿا. باوجود ان جي تہ يتائي پنهنجي شاعريءَ ۾ يارنهن ٻولين جي لفظن کي استعمال ڪيو آهي.

يتائي نہ رڳو گهڻيون ٻوليون ڄاڻندو هو(جيئن هن جي ڪلام مان ظاهر آهي)، پر انهن ٻولين تي هن کي ايتري تہ مهارت حاصل هئي، جو انهن کي سنڌي شاعري جي فني تاجي پيٽي ۾ پڻ ڪاميابي سان اُٽي سگهندو هو.

مون کي ڏنءِ ڏيئي، وڃي ڍوليو ڍٽ قرارئو.

هتي عربي ٻولي جي اسم"قرار"کي سنڌي فعلي صورت ۾ ڦيرائڻ جي ڪماليت بہ نوٽ ڪرڻ جهڙي آهي." اديون عبداللطيف چئي، پرين اسان جو هميشہ حُسناڪ ـ وائي

"حسن"عربي زبان جو اسم آهي جنهن سان يتائيءَ هڪ نئين سنڌي صنت "حسناڪ" جوڙي ورتي.

"ٻيا در تنين حرام، اِي در جنين ديکيو." هتي هندي لفظ"ديک" مان سنڌي جو فعل"ديکيو" ناهيو ويو.

۽ هوڏانهن سرُ بيراڳ هندي شاهد آهي تہ يتائي هندي ٻولي پڻ وڏي حد تائين ڄاڻندو هو.(ٻانهي خان شيخ شاهہ جي مرتب ڪيل رسالي ۾"بيراڳ هندي" سُر طور شامل ڪري ڇڻ دعويٰ ڪئي آهي تہ يتائيءَ هنديءَ ۾ بہ شاعري ڪئي آهي.)

ارسنگا، ننهن ـ سپيون، ڏند تہ ٻنيهہ ٻاڻ.

(ارسنگا"تاٽيل اُرهہ")

يتائيءَ جي پرک خود هن جي ڪلام جي روشني ۾ ڪئي وڃي. ارڙهين

صدي عيسوي ۾ سنڌ اندر اچ کان سياسي گهٽ ۽ پوسٽ الائي ڪيترائي دفعا وڌيڪ هئي. ان ڪري ان دور جي شاعرن طرفان علامتي شاعري ڪرڻ فطري ڳالهه هئي. ڀٽائيءَ جي ڪلام ۾ علامتي شاعريءَ وارو حصو ان ڪري"نڌڻڪو گهوڙو" بڻجي"غيباڻن هسوارن" جي هٿ چڙهي ويو آهي. پر ڀٽائيءَ جي رسالي ۾ اهڙي شاعري بہ تمام گهٽي انداز ۾ ملي ٿي جيڪا علامتي ناهي. سڌي سنئين آهي ۽ ان ۾ پنهنجي دور جا سچا پچا تاريخي، سماجي ۽ سياسي حوالا ملن ٿا ۽ سنڌ چٽي نظر اچيٰ ٿي.

مثال طور:

معلم ماڳ نہ اڳئين، ڦلنگي منجهہ ڦريا.

ڦلنگي، فرنگي لفظ جي ہي پڙهٽي يا بگڙيل صورت آهي جنهن جي معنيٰ آهي "يورپ جا رهاڪو"يا يورپي ماڻهو.

ڀٽائي جي دور جي تاريخ شاهد آهي تہ ان وقت پورچوگيز سائنسيٰ ترقي ڪري دنيا جا سامونڊي رستا معلوم ڪري هندي سمنڊ ۾ لامارا ڏيندا هئا. ايسٽ انڊيا ڪمپني جو نندي ڪنڊ ۾ اڳتي هلي قائم ٿيڻ يورپي بيٺڪيت جي قائم ٿيڻ جي پهرين ڪڙي هئي. ڀٽائي جيئن تہ پنهنجي ڌرتي جو سچو، ضمير وارو ۽ غيرتمند عوامي شاعر هو، ان ڪري هن ڪنهن بہ قسم جي بيٺڪيت قبول ڪرڻ کان ظاهر آهي تہ انڪار ڪري ڇڏيو هو ۽ سنڌ جي ماڻهن کي انهيءَ يورپي يلغار کان اڳواٽ خبردار پئي ڪيائين.

بندر جان پيئي، تان سڪاڻيامَ سمهو
ڪپر ٿو ڪُنَ ڪري، جيئن ماٺي منجهہ مهي
ايڏو سور سهي، ننڊ نہ ڪجي ناڪئا.

هنن بيتن جي ڪا بہ روحاني معنيٰ ڪانهي ۽ نہ علامتي۔

ڀٽائيءَ جو رسالو سنڌ جو انسائيڪلو پيڊيا آهي. جنهن ۾ سماجيات، حيوانيات، نباتات ۽ ماحوليات سميت سنڌ جي ذري ذري جي تصوير چٽيل آهي. ان ڪري ڀٽائيءَ کي رسالي ۾ ڳولڻ گهرجي. اهڙي کوجنا دوران سنڌ بہ رسالي مان ملندي، پنهنجي حقيقي پس منظر ۾۔

# ڀٽائيءَ جي تصوراتي تصوير

شاهه عبداللطيف ڀٽائي جي شبيهه ڪهڙي هوندي؟ ان سوال جو جواب ڪنهن مصور جي تخليقي تصور لاءِ ڏاڍي اوکي آزمائش ٿي سگهي ٿي. ڇاڪاڻ ته ڀٽائي جي اصلي تصوير ملڻ ناممڪن آهي، ان ڪري انساني تصور ئي ان سلسلي ۾ ڪا مدد ڏئي سگهيٰ ٿو. ان ڪي سنڌ جي تاريخ جي بدنصيبي چئجي يا سترهين صدي عيسوي جا ڪلور پر اها حقيقت آهي ته ڀٽائي جي دور (1689ـ1752ع) جي اصلي تاريخ به ملي نه ٿي سگهي، نه سنڌ، يا هند ۾ ۽ نه انگلستان ۾.

بهرحال، پوءِ به دنيا اهڙي انساني ڪاوش ڪان وانجهيل ناهي ۽ ڪيترن لطيف جي عاشقن پئي ڪوشش ڪئي آهي ته ڪنهن نه ڪنهن طرح ڀٽائيءَ جي تصوير جوڙي وجهجي. ظاهر آهي ته ان لاءِ ٻيو ڪو به وسيلو ڪو نه هو سواءِ رسالي جي ـ شاهه جي رسالي ۾ ۽ ڀٽائي جي بيتن مان ڀٽائيءَ جي جيڪا تصوير ابري ٿي. مصور وٽ آخري سهارو اهو ئي ٿي سگهي ٿو.

ان حوالي سان اسان کي ڀٽائي جي هڪ تصوير سندس رسالي جي برٽش ميوزيم ۾ رکيل قلمي نسخي ۾ ڇپيل ملي ٿي، جنهن ۾ سندس نراڙ ڪشادي، اکيون وڏيون ۽ ڇيندڙ، نڪ ڏگهو، چاپئين ڏاڙهي ۽ مٿي تي تُرڪي ٽوپي پهريل آهي، جنهن کي ڦندڻ ناهي. ان تصوير ۾ لطيف سائين کي پلٿي ماري ويٺل ڏيکاريو ويو آهي ۽ هٿ ۾ وڄٿو ڏنل اٿس.

ڀٽائي جي ٻي تصوير هندستان جي ڪنهن آرٽسٽ ناهي آهي، جنهن ۾ سندس مٿي تي وڏا وار آهن، جن جي وچ ۾ سينڌ نڪتل آهي. سندن چهرو ڪشادو، اکيون هيٺ جهڪيل، منهن ذري گهٽ مونن ۾، هٿ ۽ پير ڪپڙن مان ٻاهر نڪتل، ڏگهو نڪ ۽ جاڙا ڀرون نظر اچن ٿا. ان تصوير کي دهليءَ ۾ ”شاهه لطيف بين الاقوامي ڪانفرنس“ دوران پذيرائي ملي آهي.

سنڌ ۾ ڀٽائيءَ جي هڪڙي تصوراتي تصوير هر درگاهه تي ٽنگيل ملندي آهي، جنهن ۾ ڀٽائي منهن مونن ۾ وجهيو ويٺو آهي. وصفن جي لحاظ

ڪان هن جو نڪ ڊگهو، رنگ اڇو گورو، جاڙا پرون، جڏهن ته پٽائي گل خان نصير جي تحقيق وارو ڪهيري ٻروچ هجي.اها تصوير جيئن ته بازاري آرٽسٽن جي ٺاهيل آهي، ان ڪري ان ۾ ڊيڪاريل شبيهه هڪجهڙي ناهي ۽ نه ان تصوير جو معيار اوچو آهي البت اها شبيهه سنڌ جا عام لوڪ ڊگهي عرصي کان ڏسندا اچن. سنڌ جي ٻن چترڪارن پٽائي جي تصوراتي شبيهه کي پنهنجي تحقيقي آرٽ جي مدد سان باضابطه طور چٽڻ جي ڪوشش ڪئي آهي.

محمد علي پٺاڻ هڪ وڻ هينان پٽائي کي ويٺل ڏيکاريو آهي. منهن مونن تي رکيل اٿس. ٻئي ٻانهون مونن چوڏاري ورايل ڏيکاريون ويون آهن. هٿ ۾ تسبيح ۽ مٿي تي ڪلاهه رکيل اٿس.”ڪاتي رک ڪلاهه، لاهي سرُ لطيف چئي“ واري سٽ جي روشني ۾ شايد چترڪار اهڙو فيصلو ڪيو آهي. شبيهه جي لحاظ کان هن تصوير ۾ پٽائي جو چهرو موڪرو، نڪ ڊگهو، چاپئين ڏاڙهي، شهپر ۽ گهورينڌڙ اکيون نظر اچن ٿيون. لڳي ٿو پٽائي ڪنهن سوچ ۾ گم آهي.

بدر ابڙو، سنڌ جو ٻيو آرٽسٽ آهي جنهن پٽائيءَ جي شبيهه جو هڪ مڪمل مجسمو گهڙي ٺاهيو آهي.”جوڳيءَ کي جُڳ ٿيا، اپي ئي پيرين ــ اکيون الک سامهون، پونءِ ڏي نه پيري“ وارين رسالي جي سٽن جي روشنيءَ ۾ ٺاهيل پٽائي جي مجسمي کي سنڌي اخبارن ۽ رسالن جي سرورق تي ڏٺو ويو آهي. بدر ابڙي جي تصور واري اک پٽائي کي هڪ برجُستي شبيهه ۾ ڏٺو آهي. هن جي چهري ۾ عزم، اکين ۾ اٿاهه حوصلو، ڪشادو منهن، نڪ ڊگهو ۽ چاپئين ڏاڙهي. مٿي تي گهاٽا وار، وچ تي سينڌ. جڏهن ته بدر ابڙي واري تصوراتي تصوير”مونن ۾ منهن وجهڻ“، واري پٽائي کان صفا مختلف آهي.

پٽائيءَ جي ڳولا جاري آهي. هن جي تصوراتي تصوير کي مڪمل ڪرڻ لاءِ سنڌي قوم جا اڃا انيڪ نسل پوئتي پيا آهن جن کي ايڪويهين صديءَ ۾ آرٽ سکڻ جون سهولتون به جهجهيون ملنديون ۽ اهڙي طرح انسان جي آڱرين وارو ڪمپيوٽر به پنهنجا جوهر ڏيکاريندو. سا تصوير ڪهڙي هوندي، ان جو جواب آئيندو ڏيندو. وقت ڏيندو ۽ تاريخ ڏيندي.

”پرنم تنهنجا پارَ ڪهڙا چئي ڪهڙا چوان.“

# پيتائي ـ سنڌ جي دائمي دردن جو شاعر

يورپي محقق ڊاڪٽر سورلي کي پيتائيءَ جي شاعريءَ ۾ ٻن اهڃاڻن سبب کان گهڻو جهنجهوڙي وڌو هو. هڪ ته هن انگريز مصنف کي اهو معلوم ڪري عجب لڳو هو ته جنهن دور ۾ ايشيا جي شاعريءَ لاءِ ٽي وڏيون ٻوليون، يعني فارسي، عربي ۽ هندي موجود هيون ۽ پيتائي اهي ٽيئي ٻوليون ڄاڻندو به هو، پر پوءِ به هن پنهنجي عظيم شاعريءَ لاءِ هڪ اهڙي غير معروف مقامي ٻولي جو انتخاب ڪيئن ڪيو، جنهن جي ان وقت هڪ"لساني لهجي" کان وڌيڪ حيثيت ڪانه هئي. البت جڏهن پيتائيءَ ان ٻوليءَ ۾ شاعري ڪئي ته ان کان پوءِ ئي دنيا کي سنڌي ٻوليءَ جي وسعت جو اندازو ٿيو. ظاهر آهي ته جيڪا ٻولي پيتائيءَ جهڙي شاعر کي پاڻ ۾ سمائي سگهي ٿي، اها دنيا جي عظيم ۽ سڌريل ٻولين مان ٿي ٿي سگهي ٿي. ۽ ٻي ڳالهه جيڪا انگريز ماهر کي سمجهه ۾ نه آئي هئي، سا اها هئي ته پيتائيءَ پنهنجي اعليٰ شاعريءَ لاءِ جيڪي موضوع چونڊيا هئا، سي سترهين ۽ ارڙهين صدي عيسوي دوران دنيا جي عظيم شاعري جا ڪڏهن به موضوع نه رهيا هئا.

پيتائي جا ڪردار هئا:

ڪاريون، ڪوجهيون، ڪوڙيون، مُورنه موچاريون

يا ورِي اهڙا ماڻهو جو

"پانڌ جنين جي پاند سين، لڳو ٿئي لڄ"

اهڙن ڪردارن کي اهميت ڏيندي پيتائي لکيو هو ته،

"فقيراڻي ويس، اَمُل ڏين اتوريا."

سو مڇيءَ جي ڇٽَ،بدبوءِ ۽ ڪکَ، پيتائيءَ جي خوبصورت شاعريءَ جو موضوع بڻجي امر مهڪ ماڻڻ لڳا. سو پيتائيءَ صاحب پنهنجي شاعري ۾ سنڌ ڌرتي تي چرندڙ پرندڙ هر شي ۽ هر زنده سوچ سان گڏ پنهنجي ماڻهن، عوام ۽ ڏکويل انسانن جي خاص ڪري اهڙي ڪنهن به ننڍي وڏي جذبي ۽ امنگ کي

نظرانداز نہ ڪيو آهي، جيڪو شاعريءَ جو موضوع بڻجي سگهي ٿو.
ڊاڪٽر سورلي جي چوڻ مطابق انهن ٻن ڳالهين جي ڪري پنائي هڪ منفرد شاعر آهي ۽ هڪ اهڙو راڳي ۽ ڪوي آهي، جنهن جهڙو سنڌ ۾ ٻيو اچا پيدا نہ ٿيو آهي.۽ اها ساڳي صورتحال صوفي ازم جي دنيا ۾ پڻ پنائيءَ جي آهي. پنائي صاحب جي مذهبي فلسفي تي وڌيڪ ڇنڊڇاڻ جي ضرورت آهي. جيڪڏهن ان موضوع تي گهري تحقيق ڪئي وڃي تہ اها ڳالهہ واضح ٿي ويندي تہ پنائيءَ پنهنجي دور جي سيني صوفين کا نہ ۽ ان دور جي مڙني رائج مذهبي عقيدن کان ڌور، هڪ اهڙي فڪر جو پوڄاري هو، جنهن هن کي سنڌ جي صوفين ۾ بہ هڪ منفرد مقام ڏنو.

منجهيل پڇن مذهب، ٽڙيل پڇن طريقا
اهي ٻئي فريقا، قادر ڪنهن کي نہ ڏئي

يا وري هي بيت جنهن ۾"قادر" جي معنيٰ ڏنل آهي ۽"پنائي جو الله" ڪهڙو آهي، ان ڏانهن بہ اشارو ڪيل آهي.

سوچڻ جي اها ڳالهہ آهي تہ آخرڪار اهو ڪهڙو سبب آهي جو اڍائي سو سال گذرڻ ڪانپوءِ بہ هن شاعر جي شاعريءَ جي عوامي مقبوليت ۾ ڪو فرق نہ آيو آهي ۽ لڳي ٿو تہ ڏينهون ڏينهن پنائي اسان جي زندگيءَ ۾ نئين سر داخل ٿي رهيو آهي. ۽ اڍائي سو سالن گذرڻ ڪانپوءِ بہ هن جي شاعري سنڌ جي ڌرتي ۽ ماڻهن جي پيڙائن جو پڙلاءُ ٿي ٻري رهي آهي. آخر ان جو ڪو تہ سبب هوندو. ان ڪانسواءِ، وقت جي رفتار نہ رڳو پنائي جي شاعري کي پراڻو نہ ڪيو آهي، پر ايئن لڳي ٿو تہ پنائي سنڌ جي ماضي ۽ حال ٻنهي جو شاعر آهي.

سَرُ سُڪو، سال ٿيا، هنج هَريو ٿي پير
ڪنگ ويچارو ڪير، جو رسي ان رمز کي.

ڪالاباغ ڊيم تي سنڌ جي مستقبل واري سنڌي شاعريءَ جي چٽاڀيٽي ۾ پنائي صاحب جو هي بيت جيڪو پهريون نمبر حاصل ڪري سگهي ٿو.

اصل سنڌي آسري، آيون ڏور ڏري

کنيڙان پونءِ ڪري، پاڻان پير ڏڪويا پڪڙين.

شاعر جي اک جي ڪئميرا، سائيبيريا جي ڳڱ تيل پاڻي تان پڙڪو ڏئي اڏاڻل پکين جو پيڇو ڪري ٿي ۽ هميشه جي هير پيانڌر سنڌوءَ جي نيم گرم، سوسڙي ۾ اڇي اجري پاڻي ۾ land ڪرڻ لاءِ جهازن وانگي پکي جڏهن پنهنجا پير ڪنين جي اوٽ مان ڪڍي اکير مان پاڻ هيٺ اڇلائن ٿا ته سنڌ جي نوٽ ڏرتي انهن نازڪ پکيئڙن جي پيرن جون ريشم جهڙيون ملائم ترپون ڏکوئي وجهي ٿي. شاعر جي اک جي ڪئميرا پکيئڙن جي پيرن جون ترپون ۽ انهن تي آيل سنها تلها زخم سهيڙي اهو فلم شاعر جي دماغ ڏانهن روانو ڪري ٿي ۽ شاعر جو من اٿل کائي ٿو. سنڌوءَ ۾ سوکهڙي تي پيڙائي سنڌي ٻوليءَ ۾ اهڙو شعر چوي ٿو، جنهن کي سنڌ جي مستقبل جي شاعري چئي سگهجي ٿو. ان ڪري پيڙائي جي شاعري سنڌ جي ماضي، حال ۽ مستقبل جي شاعري آهي.

سچ سياڻي جا ڪري، سائي سامي روءِ.

سو پيڙائيءَ جي شاعراڻي عظمت جي راز جي ڳولا جاري آهي. ان سلسلي ۾ ڪجهه محقق پيڙائيءَ کي پولارن ۾ ڳولي رهيا آهن ۽ ان لاءِ ستارن جو علم پڙهي آسمان کي گهوري رهيا آهن يا ڪاڳرن تي ابجد جي ارٿميٽڪ جو مذهبي حساب لڳائي ڪو نتيجو ڪڍڻ لاءِ عينڪن جا نمبر مٽائي رهيا آهن. انهن اسڪالرن لاءِ پيڙائي صاحب چوي ٿو ته:

ڪوهُ ٿو ڪاڳر ڪورئين، ويٺو وڃائين مس

ڏور ٿئائين ڏس، اکر جٺائين جڙيا.

اوڏانهن، ڏس، جتان اکر ٺهن ٿا جڙن ٿا، ڳالهائجن ٿا، ايجاد ٿين ٿا. يعني انسان کي پنهنجي ادب جو فوڪس بڻاءِ ۽ ماڻهوءَ تي لک، ادب زندگي لاءِ تخليق ڪر. اڄ تائين سموري دنيا ۾ ادب جو اهو مجيل نظريو آهي ته"انسان کي عظيم بڻايو وڃي." ۽ اهو ڪم پيڙائيءَ شرڪ جي حد تائين ڪيو آهي جنهن لاءِ هن کي پنهنجي فاني زندگيءَ ۾ پوڳڻو به پيو آهي.

پيڙائيءَ جي شاعراڻي عظمت جو هڪڙو راز اهو آهي ته هن سنڌي ماڻهوءَ کي پنهنجي من جي طاقتور خوردبيني هيٺ رکي ان جي مڪمل سماجي،

زندگي جي ماضي، حال ۽ مستقبل جو جائزو ورتو آهي. ۽ اهو ساڳيو مشاهدو انسان سان گڏ ڌرتيءَ جو به ورتو اٿس.

هن سلسلي ۾ ڀٽائيءَ مسئلي جي جڙ کي پڪڙي سوگهو ڪيو آهي. هن سنڌ ڌرتي جي تاريخ ۽ جاگرافي کان وٺي سنڌي ماڻهو جي ذهني اوسر ۽ قومي مزاج توڙي طبقاتي تضادن جو اونهيءَ اک سان مطالعو ڪيو آهي. جنهن ڪري هن جي شاعري هر دور ۾ نئين نڪور لڳي ٿي. ۽ ٻي اهم ڳالهه اها آهي ته ڀٽائي صاحب ان سلسلي ۾ صرف گهرو مطالعو ئي نه ڪيو آهي، پر عوام سان مڪمل ڳانڍاپو پڻ قائم رکيو آهي. جنهن لاءِ هن تي سختيون به آيون. هن جي زندگي تي قاتلانا حملا به ڪيا ويا جنهن ڪري هو انڊرگرائونڊ به رهيو ۽ جدوجهد ڪرڻ تي مجبور ٿيو ۽ پنهنجن ساٿين ڪاهوڙين، سامين ۽ صوفين سان گڏجي.

”پنيو پنج ڪٽي، لڪا ڀٽڻ لوڪ ۾.“

واري زندگي گذاري، ڀٽائيءَ سنڌ جي ڪجهه اهڙن تاحيات قدرن ۽ مسئلن کي پنهنجو موضوع بڻايو آهي، جيڪي هر دور ۾ سنڌ جا دائمي دک درد رهيا آهن. اهي مسئلا موجوده دور ۾ به محسوس ٿين ٿا ۽ آئيندي به انهن جي توقع رکي سگهجي ٿي. هن مان منهنجي اها مراد ناهي ته ڪو سنڌ جا مسئلا مستقبل ۾ به حل ناهن ٿيڻا. پر ڪي مسئلا برابر اهڙا آهن، جيڪي ويجهي مستقبل کان خاصو ڏور تائين هلڻا آهن. مثال وسڪارو نه ٿيڻ ڪري ٿر، ڪاڇي، منڇر ۽ ڪوهستان ۾ ڏڪار پوڻ، اهي سيئي باراني علائقا گڏبا ته سنڌ جي جملي پڪيڙ جو اٽڪل 70 سيڪڙو ٿيندو. ان سان گڏ سنڌو درياهه ۾ ٻوڏ پڻ سنڌ واديءَ جو هڪ ازلي مسئلو آهي، وري ٻوڏن ۽ برساتن ڪري سنڌ وادي ۾ سر جي وڌڻ جا به امڪان هميشه موجود آهن: ڇاڪاڻ ته سنڌ جي جاگرافي ڪجهه اهڙي قسم جي آهي. سنڌ جي اولهه ۽ اوپر ۾ جبل آهن، وچ ۾ درياءَ وهي ٿو ۽ ٻن جابلو قطارن جي وچ ۾ موجود ڍُهريا هيٺاهين زمين کي سنڌ جي وادي ڪوٺجي ٿو. سنڌ جي واديءَ مان پاڻي کي نيڪال لاءِ رڳو ڏکڻ طرف ڪليل آهي ۽ سو به تڏهن بند ٿيو وڃي، جڏهن سمنڊ ۾ موج ٿي اچي. سو جڏهن سنڌ ۾ سنڌو درياءَ ۽ بارش جو پاڻي جمع

ٿئي ٿو تہ سمر جو آزار وڌي وڃي ٿو، جنهن ڪري انيڪ بيماريون وبائي صورت اختيار ڪري وڃن ٿيون.سنڌ جي هاڻوڪي تاريخ جي ڪجھہ گذريل سال دوران ڳاٽي ٽوڙ بخار سنڌ ۾ سوين لاش دفن ڪري ڇڏيا ۽ ماضي ۾ واجهائبو تہ معلوم ٿيندو تہ 1919ع واري وبا نظر ايندي جنهن ۾ انگريز مصنفن مطابق سنڌ ۾ ايترا ماڻهو مري ويا هئا، جو باقي جيڪي جيئرا ماڻهو بچيا هئا، اهي مئلن کي دفن ڪرڻ لا ناڪافي هئا. مٿان وري دارا شڪوھ جا حملا هئا، جن سنڌو جي پاٽيءَ جو اڇو اجرو رنگ مٽائي رتو ڪري ڇڏيو هو. سو پوڙن، ڏڪار ۽ بيمارين کان پو سنڌ جو چوٿون ازلي مسئلو سنڌ تي ڌارين جون يلغارون آهن جيڪي اڳئين زماني ۾ جيستائين افغانستان هڪ منظم بادشاهت جو روپ اختيار نہ ڪيو هو، تيستائين خيبر لڪ ۽ بولان لڪ توڙي سمنڊ ذريعي عام جام هيون. پر اهو ڏسي حيرت لڳي ٿي تہ ويهين صدي جي هن آخري ڏهاڪي ۾ بہ سنڌ ۾ ڌارين جي آبادڪاري سنڌي ماڻهن لا زندگي ۽ موت جو مسئلو پيدا ڪري ڇڏيو آهي ۽ سنڌي پنهنجي ڌرتيءَ تي اقليت ۾ تبديل ٿي رهيا آهن.

سو پنائي صاحب سنڌ جي انهن دائمي مسئلن تي ٽي صديون اڳ جيڪا انتهائي فنائتي شاعري ڪئي آهي، ان جو سماجي ڪارج ڏور مستقبل ۾ بہ سنڌي ماڻهن کي لاپ ڏيندو رهندو ۽ هنن جون دليون گرمائيندو رهندو.

سوڪهڙي، ڏڪار ۽ بربادي‌ءَ تي ڏسو تہ پنائي صاحب ڪيئن لکيو آهي، چئي ٿو:

سچ کِ سڪو ڊور، ڪنڌيءَ اڪ ڦلاريا
جنگن ڇڏيو جور، سر سڪو، سونگي ڳيا

اهو"ڊورو" جنهن مان پاٽي سُڪڻ جو پنائي صاحب ذڪر ڪيو آهي، جا ڦٽل نشان اڄ بہ ٿر جي عمرڪوٽ تعلقي ۾ موجود آهن. ان بربادي‌ءَ تي اڃا بہ وڏيڪ ماتم ڪندي لکيو اٿائين:

جي تو هٽڙو.سُور، ڪنڊا، ڊور ڏٺين جو
لامن مٿان پور، هوند نہ چاڙهيئي هيترو.

يا وري

ڪِنڊا تون ڪيڏو، جڏ پريو ڊور وهي

جسودن جيڏو تو کو گڏيو پھيڙو؟

ان سلسلي ۾ ٻيا بہ ڪيترائي شاهڪار بيت رسالي ۾ موجود آهن.
مثال:

نہ سي ووڻ وڻن ۾، نہ سي ڪاتاريون
پسي بازاريون، هينئڙو مون لوڻ ٿئي.

نہ ڪا بوءِ بازار ۾، نہ ڪا چلڙ چٽ
جتي ڏنيرين جي، اڳي هئي اڪٽ
سي پڙ پسي پٽ، ماڻهو وجن موتيا.

نہ ڪُتا نہ ڪوڪار، نہ سي سڏ شڪارئين
پئيو ڪڍي پار،جهنگل آهيڙين ڪي.

ان تباهيءَ جي عالم ۾ ماڻهن جي ڪهڙي حالت هئي. ان جو نقشو پڻائي هن بيت ۾ چٽيو آهي:

اڏي اڏي اوڏ، چڏي ويا پيٽيون
ٽڪاڻا ۽ ٽول، پيا آهن پٽ تي.

يا وري

ويا سي وينجهار، هيرا لال ونڊين جي
تنين سندا پونئيان، شيهي لهن نہ سار
ڪُٽن ڪٽ لهار، هاٽي انهين پيٽئين.

جُہ سي لوڙائو ٿيا، جنين سندي ڏير،
ماروئڙا فقير، ڪنهن در ڏيندا دانهڙي.

سو پڻائيءَ جي شاعري جا دائمي قدر، سنڌ جا اهي دائمي مسئلا آهن، جيڪي هن عوامي شاعر پنهنجي سموري تخليقي سگهہ سان لفظن جي روپ ۾

پيش ڪيا آهن. هڪ يورپي محقق جو چوڻ آهي تہ عام ڪري مصنف روزاني زندگيءَ جي سياسي مسئلن ۾ گهري دلچسپي وٺندا آهن پر ڏگهي تاريخي پسمنظر ۾ ملڪ ۽ ماڻهن جي سماجي زندگي تي ڏيان گهٽ ڏيندا آهن. ان جو نتيجو اهو نڪرندو آهي جو اهي عارضي سياسي مسئلا جلد ماضيءَ جي ڪباڙ خاني ۾ گم ٿي ويندا آهن ۽ ماڻهن جي حافظي مان اهي ليڪڪ بہ غائب ٿي ويندا آهن. سو پٽائي انهن پارکو ڏاهن مان هو جن سنڌ ۽ سنڌي ماڻهن جي سماجي تاريخ مرتب ڪئي ۽ سنڌي سماج جي تاجي پيٽي ڪي پروڙي ان جو اهڙو تاريخي چيد ڪري ويو، جنهن تي وقت جي دز ڪيترين صدين تائين چڙهي نہ سگهندي.

"سارنگ ڪي سارين، ماڻهو، مرگهہ، مينهون
آرونَ ابر آسري، تاڙا تنوارين
سپون جي سمونڊ جون، نئين سر نهارين
پلر پيارين، تہ سنگهارن سک ٿئي."

هي بيت ڏڪاريل ڏيهہ جي هڪ درديلي دانهن آهي. ماڻهو، مرگهہ(جبلن ۾)، مينهون(ڪڇي ۾)، آڙيون(درياءَ، ڍيلتا، ڍنڍن ۾)، سپون(سمونڊ ۾) ۽ پلر(ٿر ۾) ـ جڻ تہ سڄي سنڌ هن بيت ۾ سمايل آهي، ڪوهستان، ڪڇو، درياهہ، سمنڊ ۽ ٿر.

پٽائيءَ سنڌ گهمي ڦري، پنهنجي فوٽو گرافڪ ميمري يا تيز حافظي ۽ گهري مشاهدي جي مدد سان سنڌ جي ڏڪار واري دائمي درد ڏانهن اشارو ڪندي سنڌ جي هن ناسور جو علاج وسڪاري ۾ ڏٺو.

"قادر ڪرين ڪرم، تہ ان جي وطن تي وس ٿئي"

اڄ (2003) ۾ بہ سنڌ ۾ ڏڪار آهي. اڄ بہ ان جو حل اهو آهي جيڪو مٿئين بيت ۾ ڄاڻايل آهي.

# ڀٽائي ـ سنڌ جو ثقافتي وحدت الوجود

چيو وڃي ٿو تہ انگريزن جي اچڻ کان اڳ سنڌ اقتصادي لحاظ کان هڪ ڇڙوڇڙ علائقو هو. سنڌ بيشمار زرعي جاگيرن ۽ ڪيٽين ۾ ورهايل هئي. سرو وچولو، لاڙ، ٿر، نارو، ڪاڇو، ڪوهستان ۽ پاٽيءَ وارا علائقا ڌار ڌار رياستون هئا، جن اندر وري ننڍيون ننڍيون رياستون هيون. پوءِ جڏهن 1936ع ۾ انگريزن سڪر ۾ دنيا جو وڏي ۾ وڏو بئراج ٺاهيو، تڏهن پهريون دفعو سنڌ هڪ متحده اقتصادي رياست طور دنيا جي نقشي تي اڀري آئي.

اهڙي طرح سياسي لحاظ کان پڻ سنڌ انگريزن جي دور کان اڳ ۽ خيرپور رياست جي خاتمي تائين هڪ يونٽ ڪانہ هئي. مختلف دورن ۾ سنڌ جي مختلف علائقن مان پانت پانت جون سياسي تحريڪون هلنديون هيون. جن جو پاڻ ۾ ڪو گهٽو ڳانڍاپو ڪو نہ هوندو هو. انگريزن اچي جڏهن هتي چونڊون ڪرايون تہ ان ڪانپوءِ هتان جي سياسي ڪلچر ۾ ڳانڍاپو پئدا ٿيڻ لڳو. 1937ع وارين چونڊن ۾ سائين جي ايم سيد واري پارٽيءَ کي گهٽي کان گهٽا ووٽ مليا ۽ مسلم ليگ جو سنڌ ۾ اسڪور ہڙي رهيو. اهڙي طرح 1946ع وارن چونڊن ۾ هندو، مسلم ڇڪتاڻ سبب مسلم ليگ کي ڪافي ووٽ مليا. 1947ع ۾ پاڪستان ٺهيو تہ مارشل لائن منهن ڪڍيو. جنهن ڪانپوءِ ڍنگ واريون چونڊون گهٽو اڳتي هلي 1970ع ۾ وڃي ٿيون جن ۾ سنڌ هڪ آواز ٿي مرحوم ڀٽي جي پ پ کي ووٽ ڏنو. سو اهڙي طرح سياسي لحاظ کان سنڌ ۾ قومي اتحاد ڏاڍو دير سان ڏسڻ ۾ آيو. جنهن جا ٻٽياد پڻ ڪڏهن لڏندا لمندا رهيا آهن. سنڌ جي سياسي تاريخ ۾ هاڻي وڃي ان احساس پختگي حاصل ڪئي آهي تہ سنڌي هڪ قوم آهن. جڏهن تہ انهن جا ووٽ اجا ورهايل آهن.

پر سنڌ جي اقتصادي توڙي سياسي قومي اتحاد پويان جيڪو دائمي قدر موجود آهي، سو آهي سنڌ جو ثقافتي اتحاد، جنهن جو اڏيندڙ شاه عبداللطيف ڀٽائي آهي. سنڌ جي بي مثال شاعر هئڻ جي ناتي ڀٽائيءَ جيڪا

سنڌي ٻولي لکي آهي، ان ۾ سنڌ جي مڙني جاگرافيائي حصن جا لساني لهجا موجود آهن. اُن ڪري رسالو پڙهي سري وارا ماڻهو وچولي ڪان واقف ٿي وڃن ٿا ۽ وچولي وارا ٿر ۾ رائج ٻولي سمجهي وڃن ٿا، جڏهن ته سنڌ جي پهاڙي علائقن جي ماڻهن سان پاڻيءَ تي رهندڙ سنڌين سميت مختلف ماڻهن جي سماجي عليڪ سليڪ ٿي وڃي ٿي. سو ان لحاظ ڪان ڏٺو وڃي ته پنائي سيني سنڌين لاءِ هڪ اهڙو مرڪزي نقطو آهي جتي مختلف ڏسائن ڏانهن ڊوڙندا اچي گڏ ٿين ٿا ۽ اهڙي طرح سنڌي قوم وجود ۾ اچي ٿي.

لساني لحاظ ڪان سنڌين جي قومي وجود ڪي خلقي، پنائيءَ اهڙي اتحاد ڪي ثقافتي تاريخ جي مهر هڻي ڇڏي آهي ـ پنهنجي رسالي ۾ ٿر وارن ماڻهن جي اٺٽي ويهٺي، لوڪ گيت، آسون ۽ امنگ، توڙي انهن ماڻهن جي پوشاڪ ۽ تاريخ جاگرافيءَ جو ذڪر ڪري پنائي باقي سنڌين ڪي ٿر جي ثقافت ساڻ سلهاڙي ڇڏي ٿو. اهڙي طرح سنڌ جي ڪوهستاني علائقي جا جبل جهڙوڪ هاڙهو،گوندر، ونڊر، ڇپر ۽ پٻ وغيره ۾ جيت جٽيا، ماڻهو، پهوڻ، جانور، ٻوٽا، پهاڙن جا پنڌ، رائو، وٽڪار، نانگ بلائون ۽ زندگي جو هر اولڙو ڏيکاري ٿو ائن جي اوڳر واري بوءِ تائين ماڻهوءَ ڪي محسوس ڪرائي ٿو. سنڌو درياءَ جي ٻنهي ڪنارن وارن ميدانن ۾ رهندڙ ماڻهن ڪي الهندي سنڌ سان واقفيت ڪرائي ٿو ۽ وري سر سامونڊي ۽ سريراڳ وغيره ۾ پاڻيءَ تي رهندڙ ماڻهن جي زندگيءَ جو عڪس ٿو چٽي. ان سان ٿر جي ماڻهن ڪي اندازو ٿي وڃي ٿو ته سنڌ جي هڪ علائقي ۾ پاڻي جي ڦڙي لاءِ انسان واجهائين ٿا ۽ ٻئي علائقي ۾ نندي ڪنڌ جي وڏي ۾ وڏي ندي وهي ٿي.

"مئي متي مهراڻ جو، نه ڪو آر نه پار."

سنڌ جي ثقافتي وحدت الوجود واري حيثيت پنائيءَ گهر ويني نه ماڻي هئي. ان اعزاز حاصل ڪرڻ جو راز اهو هو ته پنائيءَ سنڌ جو چپو چپو ڪري گهميو هو. سالن جا سال هنگلاج، لاهوت لا مڪان، گنجي ٽڪر، ٿر جي پٽن ۾، سنڌو درياءَ جي ٻيڙين تي ۽ انهن ماڻهن ساڻ رلجي ويو هو. جيڪي "ڪاري ڪيڙائو" هئا ۽ "متي مني موٺيا" هئا. ڪيچ، ڪيچ مڪران (سري) لنڪا، جيسلمير، ڪاڇو،

ڪوهستا نءِ ڪلاچي جو ڪن گهمي ڏنو هئائين، جنهن ڪري هن کي سڄي سنڌ جي مجموعي ثقافتي تصوير سمجهه ۾ اچي ويئي هئي.

اڄو تہ ڀٽائيءَ کي نئين سر پڙهون ۽ هن رسالي ۾ جيڪي سنڌي لفظ استعمال ڪيل آهن، انهن جي جامع لغت تيار ڪريون. ان سان سنڌ جي لساني وحدت مضبوط ٿيندي. اهڙي طرح ضروري آهي تہ ڀٽائيءَ جي رسالي ۾ جيڪو سنڌي گرامر لکيو ويو آهي ان کي ڀيهر ترتيب ڏئي، ان جو مطالعو ڪريون، جنهن سان اسان کي سنڌي ٻولي سکڻ ۾ مدد ملندي ۽ اهو پڻ اندازو ٿيندو تہ سنڌ جي ڀين جاگرافيائي حصن ۾ ڪهڙي سنڌي ٻولي ڳالهائي وڃي ٿي. اهڙي طرح اسان کي گهرجي تہ رسالي ۾ سنڌ جي ثقافت بابت جيڪي بہ حوالا آهن، انهن کي جمع ڪري سنڌ جي ثقافتي تاريخ يا ڊڪشنري لکون جنهن سان سنڌين جو قومي اتحاد مضبوط ٿيندو.

اڄو تہ ڀٽائي جي عظمت کي سلام ڪريون، جيڪو سنڌين جي مادي توڙي روحاني اڄ اجهائڻ جي سلسلي ۾ ڪنهن گروهہ ۽ مرشد، پيغمبر، سونهين ۽ فيلسوف وانگي سنڌين جي رهنمائي ڪندي آسائتين غوزتن لاءِ اولاد جو آسرو بڻجڻ کان وٺي سياسي انقلاب جي هر اول رهنما ٿيڻ تائين سنڌين جي روح ۾ پاتال تائين لهي ويو آهي.

# ڀٽائي_ سنڌ جو سياسي وحدت الوجود

هڪ يورپي محقق اي. ايس ٽريو وائيل چيو آهي تہ”عام طور تي ماڻهو پنهنجي روزاني زندگي ۾ سياسي معاملن کي انتهائي دلچسپ موضوع سمجهي ان تي ڀرپور انداز ۾ تبصرا ڪندا آهن ۽ دل کولي لکندا آهن، ڀلي تہ اهي موضوع اڳتي هلي ايندڙ نسل لاءِ ٻُسا ۽ ڇَسا ڇو نہ ثابت ٿيندا هجن، پر روزاني زندگيءَ جي سماجي مسئلن کي هميشہ گهٽ اهميت وارو ليکيو ويندو آهي. ڊاڪٽر سورلي مطابق اهو ئي سبب آهي جو ونسنٽ سمٿ، لين پول، مور لئنڊ سرڪار جهڙن وڏن سماجي تاريخدانن جو قلمي پورهيو 17 ۽ 18 عيسوي واري هندستان ۾ سماجي حالتن کي سمجهڻ لاءِ غير اهم ليکيو وڃي ٿو.

پر ان سلسلي ۾ جڏهن اسان شاهہ عبداللطيف ڀٽائيءَ جو رسالو پڙهون ٿا تہ ان ۾ اسان کي سنڌ جي اها سماجي تاريخ ملي ٿي، جيڪا 17 ۽ 18 صدي عيسوي دوران نہ تہ سنڌ جي مقامي تاريخدانن لکي آهي ۽ نہ وري انهن يورپي ليکڪن قلمبند ڪئي آهي، جيڪي هتي واپار سانگي اچي سهڙيا هئا. پر پوءِ حڪومت ڄمائي ويهي رهيا ۽ سنڌ کي برطانوي سلطنت جو حصو بڻائي ڇڏيائون. مقامي تاريخدانن جون مجبوريون ڪجهہ ٻيون هيون، جن ۾ ان ڳالهہ کي بہ خاص اهميت هئي تہ انهن مان گهڻا تاريخ نويس درباري قسم جا ماڻهو هئا. ۽ وري اها بہ هڪ حقيقت آهي تہ ارغونن ۽ ترخانن توڙي عربن جي سنڌ تي حملن دوران سنڌ جا ڪتب خانا ۽ ادبي خزانا ساڙي رک ڪيا ويا هئا. باقي جيستائين يورپي تاريخدانن جو تعلق آهي تہ انهن جي سنڌ سان دلچسپي رڳو ايسٽ انڊيا ڪمپني ۽ واپار ۾ نفعي خوريءَ جي ڪري هئي ۽ جيئن تہ 1662ع کان وٺي 1758ع تائين ايسٽ انڊيا ڪمپني جو ڪاروبار سنڌ ۾ ٺپ رهيو هو، ان ڪري يورپ جا تاريخ نويس ان دور واري سنڌ جي تاريخ قلمبند ڪري نہ سگهيا، جيڪو ڀٽائيءَ جو دور هو. هيءَ ڳالهہ پنهنجي جاءِ تي اهميت رکي ٿي تہ جيستائين ڀٽائي جيئرو هو، تيستائين سنڌ جي سر زمين جا دروازا انگريز

بينڪيت جي سرچشمي يعني ايسٽ انڊيا ڪمپني لاءِ بند هئا ۽ جڏهن سنڌ جي هن مهان شاعر 1752ع ۾ وفات ڪئي ته ان کان ڇهه ورهيه پوءِ ئي انگريز واپارين کي سن 1758ع ٻيو دفعو پنهنجيون واپاري ڪوٺيون سنڌ ۾ قائم ڪرڻ جي همت پيدا ٿي. ان لاءِ يورپي مصنفن جيڪي سبب ڄاڻايا آهن انهن ۾ سنڌ اندر فصلن جي تباهي، ڏڪار جهڙيون حالتون ۽ بدامني شامل آهن- پر جيڪڏهن عقلي بنيادن تي سوچجي ٿو ته ان ڳالهه جو وڏو امڪان نظر اچي ٿو ته سنڌ جي صوفين جي انقلابي تحريڪ جيڪا پٽائي جي دور کان اڳ،هن جي حياتيءَ ۾ ۽ ان کانپوءِ به جاري رهي هئي، جيڪا پنهنجي دور جي مقامي جاگيردارن، مرڪزي بالادست شهنشاهيت توڙي بيروني بينڪيت جي خلاف هئي، اها به ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ جي راهه ۾ هڪ وڏي رڪاوٽ بڻي هوندي، سو بهرحال جيستائين پٽائي صاحب جيئرو هو، تيستائين انگريز ڪمپنيءَ جو منحوس پاڇو سنڌ جي سر زمين تان هٽيل رهيو ۽ ان وچ ۾ جهوڪ واري شاهه عنايت شهيد جي هارين واري انقلابي تحريڪ به جاري هئي جنهن کي 1718ع ۾ ڇيپائي ختم ڪيو ويو. پٽائي صاحب ان ڏينهن پنهنجي ڀرپور جواني ۾ هو ۽ هن جي عمر 28 کان 30 سالن جي وچ ۾ هئي.

سو هڪ سماجي مفڪر جي حيثيت ۾ پٽائي صاحب سنڌ جي جيڪا سماجي تاريخ لکي آهي، اهو هڪ اهڙو داستان آهي، جنهن کي نه نادر شاهي لشڪر سن 1739ع ۾ باهه ڏئي ساڙي سگهيو، نه احمد شاهه ابداليءَ جي گهوڙن جا سنب ان کي ڇيپائي سگهيا ۽ نه انگريزن جون توبون 1843ع ۾ ان کي تباهه ڪري سگهيون. اهو علمي ۽ ادبي خزانو ان ڪري بچي ويو، ڇاڪاڻ ته ان کي سنڌ جي ڏتڙيل، ڏکويل ۽ پيڙهيل عوام پنهنجي دل، دماغ ۽ سيني ۾ سانديي رکيو هو-شاهه لطيف جي رسالي ۾ اسان کي اهڙا سوين بيت ملن ٿا جن مان پروڙ پئي ٿي ته 18 عيسوي جي پهرين اڌ دوران، جيڪو پٽائيءَ جي شاعريءَ جو دور هو، ان ۾ سنڌ جي سماجي بيهڪ ڪهڙي هئي، سنڌ جي ماڻهن جي رهڻي ڪهڻي، ريتون رسمون، اٿڻ ويهڻ، وڙهڻ جهيڙڻ ۽ ڳالهائڻ ٻولهائڻ ڪهڙي

نموني جو هو، ماڻهو انفرادي ۽ اجتماعي طور ڪيئن سوچيندا هئا، ڇا کائيندا هئا، ڪهڙي پوشاڪ پهريندا هئا، ڪهڙا فصل پوکيندا هئا، ڪهڙين جنسن جو واپار ڪندا هئا ۽ انهن جي ثقافت، تاريخ ۽ جاگرافي ڪهڙي هئي-اهڙي طرح سنڌ جي سماج جي تصوير ڏاهيندي پيڙائي صاحب سنڌ جي مختلف جاگرافيائي حصن جهڙوڪ سرو، وچولو، لاڙ، ٿر، ڀاڻي وارا علائقا ۽ جابلو زندگيءَ جي انيڪ پهلوئن جي فلمبندي پنهنجي شاعرائي اک واريءَ ڪئميرا سان ڪئي آهي ۽ ائين ٿو لڳي ته سڄي سنڌ تي هڪ وسيع خوردبيني ڪتل آهي، جنهن جي هيٺان چرندڙ پرندڙ هر شئي صاف نظر اچي رهي آهي.

ان ڪان اڳ جو پنهنجي ان دعويٰ کي پيڙائي جي بيتن جي حوالي سان سچ ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪريان، ان حقيقت کي چڱيءَ طرح سمجهڻ گهرجي ته دنيا جي ڪنهن به خطي ۾ وسندڙ ڪنهن به قوم يا عوام جي سماجي تاريخ لکندي ماڻهن جي سياسي زندگيءَ کي انهن جي سماجي زندگيءَ ڪان جدا ڪري نه ٿو سگهجي.

سماجُ ماڻهن پاران هڪبئي سان گڏجي رهڻ واري عمل جو نالو آهي-۽ سياست ان طريقه ڪار ۽ سرشتي يا اصولي ڍانچي کي ٿو چئجي جنهن هيٺ مختلف قسم جا ماڻهو هڪبئي سان گڏجي رهڻ لاءِ حڪومت جوڙيندا آهنُ. تهذيب ان مجموعي عمل جي ترقي يافته شڪل آهي، جنهن جو دارومدار ان ڳالهه تي آهي ته ماڻهو ڪيترو مهذب طريقي سان هڪبئي ۾ گڏجي رهن ٿا ۽ هڪبئي کي زنده رهڻ جو ڪيتري حد تائين حق ڏين ٿا. سو عوام جي سماجي زندگي ۽ سياسي زندگي ساڳي عمل جو نالو آهي. اهڙي طرح ادب ۽ سياست به برابر ۾ مختلف علم جون شاخون آهن، پر ادب کي سياست کان الڳ ڪري نه ٿو سگهجي، ڇاڪاڻ ته ادب انساني زندگيءَ جو آئينو آهي، جنهن ۾ عوام جي سماجي توڙي سياسي، اقتصادي توڙي ثقافتي زندگي مختلف رنگن واري هڪڙي ئي تصوير ڏاهي آڏو اچي ٿي بيهي، اهو ئي سبب آهي جو سماجي فلسفي ۽ سياسي فڪر ۾ مون کي وحدت الوجود نظر اچي ٿو.

پيڙائيءَ جي شاعري ۾ سياست بابت پراڻي ٿهيءَ جي مڙني دانشورن ۽

محققن جو خيال آهي تہ رسالي ۾ اهڙي قسم جو ڪو موضوع ئي ڪينهي، جرمن محقق ارنيسٽ ٽرمپ، ڊاڪٽر سورلي، علامہ آءِ آءِ قاضي، ڊاڪٽر ائنيميري شمل، ڊاڪٽر گربخشاڻي ۽ هند ـ سنڌ جا ٻيا ڪيترائي ناليوارا اسڪالر ڀٽائيءَ کي سياسي مفڪر ڪري نہ ٿا مڃين. جيڪا سندن ذاتي راءِ آهي ـ البت هن علمي بحث جو فيصلو صرف ۽ صرف شاهہ جو رسالو ڪندو ۽ سنڌ جي تاريخ ڪندي، ان ۾ ڪنهن وڏي يا ننڍي، گهٽ يا وڌ پڙهيل محقق جي ذاتي تجزئي کي گهڻي اهميت ناهي. هتي سوال اهو ٿو پئدا ٿئي تہ جيڪڏهن اڄ واري سنڌ ۾ زبان جو مسئلو هڪ حساس سياسي معاملو آهي، تہ فارسي ٻوليءَ خلاف ڀٽائي جا بيت ڪهڙي طرح غير سياسي آهن، جڏهن تہ ڀٽائي جي دور جي اها سرڪاري ٻولي هئي، ان لاءِ ڀٽائي تہ چيو هو تہ:

جي تون فارسي سکئين، گولو توءِ غلام

اهڙي طرح جيڪڏهن اڄ جي دور ۾ هاري پورهيت جي حقن جي وڪالت ڪرڻ سياست آهي، تہ پوءِ ڀٽائي جي انهيءَ بيت لاءِ ڇا چئجي، جنهن ۾ هن چيو آهي تہ:

پنڻ جي پورهئي مان ڪنهن نہ پريا پَل
هاري سي امل، هَرُ جنين جي هٿ ۾.

جيڪڏهن اڄ جي دور ۾ جيلن ۾ بند ماڻهن کي سياسي نظربند ڪوٺيو وڃي ٿو ۽ انهن جي آزاديءَ جا مطالبا ڪرڻ سياست آهي تہ پوءِ مارئي جي ڪردار، عمر جي قيد ۽ ڀٽائيءَ جي "سر مارئي" کي ڪهڙي طرح غير سياسي بحث قرار ڏئي سگهجي ٿو ـ ۽ ساڳي طرح جيڪڏهن اڄ جي دور ۾ ڪنهن ڌاري فوج پاران پنهنجيون سرحدون اورانگهي ٻئي ملڪ تي حملو ۽ ان حملي خلاف مزاحمت کي سياست سڏجي ٿو ۽ پوءِ 1739ع ۾ نادر شاهہ پاران سنڌ تي ڪيل حملي ۽ آندل تباهيءَ خلاف رسالي ۾ ڏنل اشارا ڪيئن غير سياسي آهن.

گهوڙا گهڻي پونءِ، ووءِ ووءِ وڃن نڳئا
مادر مٿان مون، ڪانگ لوندا ڪڏهين.

جيڪڏهن جنرل ضيا جي ڏور ۾ ڳوٺ احمد خان برهماڻي، ڪسانو موري، لاڪاڻ ۽ ٻين بي شمار ڳوٺن کي تباهه ڪرڻ واري عمل کي ايمنسٽي انٽرنيشنل سياسي ڪارروائي قرار ڏئي ٿي ۽ جيڪو اديب يا صحافي ان تباهڪاري جو نقشو چٽي ٿو، ان کي جيل اماڻيو وڃي ٿو ته پوءِ پيتائيءَ جي هيٺين بيتن بابت اوهان جو ڪهڙو خيال آهي؟

نہ ڪُتا، نہ ڪوڪار، نہ سي سڏ شڪارئين
جهنگل ڪيڏي پار، اپو آهيڙين کي.

نہ سي ووڙ وٽن ۾، نہ سي ڪاتاريون
پسي بازاريون، هينئڙو مون لوڻ ٿئي.

نہ ڪا بوءِ بازار ۾، نہ ڪا چلڙ چٽ
جتي ڏنيرين جي اڳي هئي اڪٽَ
سي پڙ پسي پٽ، ماڻهو وڃن موٽيا.

ڇا پيتائيءَ جو هي بيت، مشاهدي جي لحاظ کان، اهڙو اشارو فراهم نہ ٿو ڪري تہ خود پيتائي صاحب پنهنجي زندگيءَ ۾ قيد ڪيو ويو هو؟؟

رات لڌم سُهنو ڪتيءَ ۾ خاصو
اٺا مينهن ملير تي، ٿيو تڙ تڙ تماشو
چوريان جو پاسو، تہ جسو زنجيرن ۾.

يا وري:

ماڙيءَ چڙهي ڏٺم پڪا پنهوارن جا
هڪ اڳيئي سهٽا، ويتر مينهن اٺانِ
ڪهڙا ڏوهہ ڪيام، جئن ٿر مارو آءُ ماڙئين.

ڇا ماڙي رڳو محلات جي ڪنهن حصي کي ڪوٺبو آهي. ڇا اسان کي خبر ناهي تہ جيل جي مين گيٽ وٽ جيل انتظاميہ جي آفيسن واري حصي کي ماڙي چئبو آهي ۽ اڄ بہ هر جيل کي هڪ عدد ماڙي ٿيندي آهي، ڇا اسان ان حقيقت کان

انڪار ڪري سگهون ٿا تہ پيتائيءَ جو”سر مارئي“ الف کان ي تائين جيل جي شاعري آهي ۽ هن مارئي کي هڪ بيت ۾”نظربندياڻي“ ڪوٺيو آهي.

اهڙي طرح جيڪڏهن اڄ جي سنڌ ۾ ڪالاباغ ڊيم خلاف هلندڙ مهم سياسي نوعيت جو مسئلو آهي ۽ ان مهم جو مقصد اهو خدشو يا يقين آهي تہ انهيءَ ڊيم ٺهڻ سان سنڌو درياءُ سڪي ٻيلاٽيون ٿي ويندو، تہ پوءِ سنڌ ۾ پاڻيءَ جي سوڪهڙي تي چيل ٻي شمار بيت ڇو غير سياسي شاعري آهن. سڀ کان وڌيڪ سياسي شاعري پيتائي صاحب اها ڪئي آهي جيڪا شهيدن جي شان ۾ لکيل آهي ۽ اها شاعري رڳو”سر ڪيڏاري“ ۾ ئي ڪيل ڪانهي، پر ان جي ابتدا پهرين”سر ڪلياڻ“ سان ٿئي ٿي جنهن جو 13 هون بيت هيٺين ريت آهي:

سر ڊونديان، ڌڙ نہ لهان، ڌڙ ڊونديان، سر ناهہ
هٿ ڪرايون آڱريون، ويون ڪپجي ڪانهن
وحدت جي وهانءِ، جي وياسي وڍيا.

هن بيت مان ظاهر آهي تہ هيءَ جنگ جي شاعري آهي _جنگ جي ميدان ۾ ٽڪرا ٽڪرا ٿيل لاشن جو ذڪر، جن جا ڌڙ سرن کان جدا ۽ سر ڌڙن کان ڌار لڳا پيا آهن _ هٿ، ڪرايون، آڱريون ڪپيل آهن ۽ انهن شهيدن جون زالون ڪهڙي حالت ۾ آهن، ان جو اندازو هن بيت مان لڳائي سگهجي ٿو:

ڇپر جيئن پهون، تيئن رڻ ڳجهن رانئيو
ونڪا ونڪن گڏيا، ڊوڙيو ڏين ڊهون
مُهاين وهون، نيرُ مهانگو ڪنديون.

جنگ جي هن سياسي شاعري ۾ ڏسو تہ پيتائي صاحب ڪيئن نہ فنائتي نموني سنڌ جي هڪ اقتصادي مسئلي جو بہ ذڪر ڪري ويو آهي. هن مان لڳي ٿو تہ سنڌ ۾ ايڏي وڏي پيماني تي ڪو قتل عام ٿيو آهي جو شهيد ٿيندڙ جوڌن جي زالن پنهنجن ڪپڙن کي نيروليءَ وٽان جڏهن نيرُ رنگ ڏياريو آهي تہ سنڌ ۾”نير“ واري اقتصادي جنس جو ايڏي وڏي پيماني تي کاپو ٿيو آهي يا ٿيڻو آهي، جو پيتائي صاحب کي خدشو ٿيڻ لڳو آهي تہ سنڌ ۾ نير مهانگو ٿي ويندو _ ڪا بہ

شئي عام حالتن ۾ تڏهن مهانگي ٿيندي آهي، جڏهن ان جي رسد گهٽ ۽ طلب وڌيڪ ٿي ويندي آهي.

اهڙي طرح پٽائي صاحب جنگ ۽ سياسي جدوجهد جي شاعري علامتي انداز ۾ جن ٻين سرن ۾ ڪئي آهي، انهن ۾ سسئي جا پنج ئي سر، گهاتو، رامڪلي، ڪاهوڙي، يمن ڪلياڻ ۽ سر ڏهر اچي وڃن ٿا. سر ڪلياڻ ۽ يمن ڪلياڻ جنهن کي پٽائيءَ جو مذهبي ڪلام وارو سر ليکيو ويندو آهي ان ۾ جملي 255 بيت آهن، جنهن مان"اول الله عليم" وارا رڳو 12 بيت آهن ۽ اهو بحث بہ پنهنجي جاءِ تي موجود آهي تہ اهي 12 بيت"حڪيم ڪٽي" نالي ڪنهن شاعر جا آهن. ان ڪان علاوه پٽائيءَ جي رسالي جي ان قسم واري ترتيب گنج ڪان پوءِ جديد رسالن ۾ موجود آهي. جڏهن تہ گنج تائين رسالي جي سوين نسخن ۾ ٻهريون بيت يا تہ"وڊيل تي وايون ڪري..." وارو آهي يا وري اهو آهي جنهن ۾ چيل آهي تہ:

پر تون پرينءَ جو، جهڙ جان جهالا ڏئي
آءُ تنهن آريءَ کي، روبو راهہ ڏسان گهٽو.

سو لڳي ٿو تہ جن ماڻهن پٽائيءَ جي رسالي کي ترتيب ڏنو آهي، انهن پٽائيءَ جي ڪلام ۾ سمايل روح کي ڇڏي، پنهنجي دلي خواهشن پٽاندڙ پٽائيءَ جي ايڊيٽنگ ڪئي آهي جيڪا ڪن جاين تي سينسر شپ جو رخ اختيار ڪري ويئي آهي.

پٽائي جي ذات ادب، سماج ۽ سياست کي پاڻ ۾ ڪيئن سمايو آهي، ان ڏس ۾ سڀ کان اڳ ۾ ڏسڻو پوندو تہ ادب بابت پٽائيءَ جو نظريو"ادب برائي ادب" آهي يا"ادب برائي زندگي آهي"، جيئن اردوءَ ۾ چيو ويندو آهي يا انگريزي ۾،"آرٽ فار آرٽ سيڪ" ۽"آرٽ فار لائيف سيڪ" چون. هن نظرئي کي ٺيٽ سنڌي ٻوليءَ ۾ سمجهائيندي پٽائيءَ چيو آهي تہ:

ڪوهَ ٿو ڪاڱر ڪورئين، وينو وڃائين مس
ڏور تڏائين ڏسُ، اکر جتائين جڙيا.

يعني پنن تي پيهہ ڪرڻ يا ڪاڱر ڪارا ڪرڻ مان تيستائين ڪجهہ نہ ورندو

جيستائين ان قلمي ڪاوش جو لاڀ انسان کي نہ ٿو ملي، جيڪو اڪر جوڙي ٿو ۽ ٻوليءَ جو خالق آهي. ٻين لفظن ۾ ائين چئجي تہ جيڪڏهن ڪنهن لکٽيءَ، ادبي تخليق يا قلمي پورهئي جو مقصد انساني زندگيءَ کي اجارڻ ناهي تہ پوءِ اهو مس جو زيان آهي، ڪاغذن جو ڪارو منهن ڪرڻ آهي. هن بيت مان واضح ٿيو پوي تہ ڀٽائيءَ جو ادب لاءِ نظريو زندگي سان لاڳاپيل آهي، انسان جي خدمت ۽ ماڻهپي کي هٿي ڏيڻ لاءِ آهي.

۽ پوءِ ان سوچ کي ذهن ۾ رکي جڏهن ڀٽائيءَ جو رسالو پڙهجي ٿو تہ لڳي ٿو تہ شاهہ لطيف"اکر جوڙيندڙ انسان" جو انسائڪلو پيڊيا آهي. ان سان گڏ اها پروڙ بہ پوي ٿي تہ ڀٽ جي شاهہ جو"انسان" هوندي تہ سڄي ڌرتي تي پکڙيل آهي، پر ڀٽائيءَ جي ڌرتي سنڌ آهي ۽ سندس هيرو سنڌي ماڻهو آهي.

سائينم، سدائين، ڪرين مٿي سنڌ سڪار
دوست تون دلدار، عالم سڀ آباد ڪرين.

اهڙي پنهنجي رسالي ۾ هو سنڌ ۽ سنڌي ماڻهن جي نہ رڳو جيئڻ جو تيئن تصوير چٽي ٿو ۽ ان تصوير کي خوبصورت ٺاهڻ لاءِ پنهنجي اٿاهہ شاعراڻي رنگ کي استعمال ٿو ڪري، پر هو اهو بہ چاٽائي ٿو تہ سنڌ ۽ سنڌي عوام کي هو ڪيئن ڏسڻ گهري ٿو. ڌرتي ۽ انسان ڪهڙي حالت ۾ آهن، انهن جو حقيقت پسندنگاهہ سان جائزو بہ وٺي ٿو ۽ ادب ۾ ترقي پسندي واري نظرئي پٽاندڙ ڌرتيءَ تي انسان کي سڀ ڪان وڏيڪ سکيو ستابو، مهذب، غيرتمند، آزادي پسند ۽ عظيم بڻائڻ جا جتن ڪندي سنڌي ماڻهوءَ کي سکيا بہ ڏئي ٿو. ۽ اها سکيا جيئن تہ انقلابي نوعيت جي آهي، ان ڪري چئي سگهجي ٿو تہ ڀٽائي ترقي پسند شاعر هئڻ سان گڏوگڏ انقلابي پڻ آهي.

اول تہ هو پنهنجي دور جي سنڌ ۽ سنڌي ماڻهن جي جيئڻ جو تيئن تصوير چٽي ٿو. ۽ سنڌ جي جاگرافي بيان ڪندي چوي ٿو تہ:

ڪارا، ڪير ڏيهہ ۾، ٻيا واريءَ منجهہ وٿاڻ.

ڀٽائيءَ جي هي سٽ پڙهي مون کي رچرڊ برٽن جي سنڌ بابت ڪتاب،"دي ان

هٿيپي وٿلي" ۾ اها سٽ ياد ايندي آهي، جنهن ۾ هن لکيو آهي ته"سنڌ جي ڌرتي، واريءَ، لوڻ ۽ پٿر جي ٺهيل آهي."

دهشت دم درياءَ ۾، جت ڪَڙڪا ڪُن ڪرين

مٿين سٽ سنڌو درياءَ جي تصوير آهي، جيڪا سانوڻيءَ ۾ چاڙهه جي موسم دوران چٽي وئي آهي ۽ جڏهن سنڌو مانو تي وهي ٿو ته هي مهان شاعر لکي ٿو ته:

ڪي جو ڪُن ڪرين، پنيءَ پُٺ جُهڻ پاڻ ۾.

سنڌوءَ سان جڏهن شاعر پيار ٿو ڪري ته چوي ٿو:

عطر ۽ عنبير جا، جر مان اچن جال.

۽ وري جڏهن مهراڻ سنڌ کي بوڙي ٿو ته ان کي پاراتو ڏئي چوي ٿو:

واهڙ وهين مَ شال، سڪي ٻيلاٽيون ٿئين
پسان تنهنجي پيٽ ۾، لاٽالوڙ ليار
جان تو سڀ ڄمار، آسائتيون ٻوڙيون.

وري جڏهن سنڌ جي درياءَ ۾ پاڻي سڪي ٿو وڃي، فصل نه ٿا ٿين، مال، ماڻهو پکي ۽ پسون اڃ ٿا مرن ته ماتم ٿو ڪري:

سڄ ڪ سُڪو ڍور، ڪنڌيءَ اڪ ڦلاريا
جُنگن چڏيو جور، سر سُڪو سونگي ڳيا.

يا وري:

سَر سڪو سالُ ٿيا، هنج هريو ٿي پير
هي ڪنگ ويچارو ڪير، جو رسي هن رمز
کي.

سوڪهڙي ۾ ڪنڌي جي وڻ سان اوريندي چوي ٿو:

ڪنڌا تون ڪيڏو، جڏ پريو ڍور وهي
جسودن جيڏو، تو ڪو ڳڏيو پهيڙو.

يا وري:

جي تو هٿڙو سُور، ڪنڌا ڍور ڏٺين جو
لامن مٿان مُور، موريءَ منجرنا ڪرين.

سُڪي ڍور ڍيون ٿيون، ڪنڌيءَ ڌنو ڪاٿو
پاٽي پٽيهل ۾، اڳيون نہ آئو
ماڻهن ميڙائو، ڪنين ڪنين ڀيٽئين.

۽ پوءِ سماجي ۽ اقتصادي صورتحال بيان ڪندي ڪندي سنڌو درياءَ جو ذڪر چيڙي علامتي انداز سان وقت جي ظالم حڪمراني، سياسي ڏاڍ ۽ حڪومتي من مستي خلاف جهيڙيندي لکي ٿو:

متو آهين مڇ، ٿلهو ٿيو ٿونا هٽين
تو جا پائين اڇ، تنهن پاٽيءَ پُنا ڏينهڙا.

سنڌوءَ ۽ سنڌ جي ڍنڍن ۾ ڏور ڏيهن کان اڏامي ايندڙ سيلاني پکين، ڪونجڙين ۽ هنجن کي ماري شڪار ڪندا هئا.

سر ۾ پکي هڪڙو پارهيڙي پنجاهہ

هتي پکي علامت آهي اهڙي انسان جي، جيڪو هٿئين خالي، ڪمزور، اڪيلو ۽ هيڻو آهي، هو جدوجهد ٿو ڪري وڏن خوني، قاتل ۽ دهشتگرد حڪمرانن خلاف ان تي ڀٽائيءَ جو ردِ عمل ڏسو:

ماريءَ مرين شال، ڍب وڃنئي ڍبيون
جيئن تو اڇي ڪالهہ، وڏو وڄ ورهن کي.

ماري جنهن خوني حڪمران جي علامت آهي، ان جي تصوير ڀٽائي هيئن ٿو چٽي:

ماري ميرا ڪپڙا، بغل ۾ بندوق
ماريو مير ملوڪ، لتاڙيو لڪ چڙهي.

سنڌ جي تاريخ ۾ خاص ڪري ڀٽائيءَ جي دور دوران جيڪي هاڃا ٿيا آهن، انهن جي سڌي تاريخ نہ ٿي ملي، ان سلسلي ۾ مقامي توڙي غير مقامي تاريخ نويس خاموش آهن ۽ ڀٽائيءَ جي دور کان اڳ ڊاڪٽر ايم ايڇ جهانگياڻي جي چوڻ مطابق 16 صدي عيسوي ۾ ارغونن ۽ ترخانن پاران سنڌ جي ڳوٺن کي

بار بار تباهہ ڪيو ويو. هتي جي سماجي، ادبي ۽ ثقافتي ادارن کي تباهہ ڪيو ويو. هتي جي مقامي دانشورن کي هتان لڏي وڃڻ لاءِ مجبور ڪيو ويو ۽ هتي وچ ايشيا کان عالم درآمد ڪرايا ويا. ايتري تائين جو 1540ع کان اڳ چام نندي جي حڪومت ۾ سنڌي ٻوليءَ جو جيڪو مواد موجود هو، ان جو ارغونن جي زماني ۾ نالو نشان بہ نہ ملندو هو. ان کانپوءِ 1658ع ۾ سنڌ اندر ايترا ماڻهو مري ويا جو آباديءَ جو وڏو حصو غائب ٿي ويو. اپريل 1660ع ۾، انگريزن جي دستاويزن موجب سنڌ اندر ايترا ماڻهو مري چڪا هئا، جو باقي بچيل جيئرا ماڻهو ان جي اهل نہ هئا تہ هو مري ويلن کي دفن ڪري سگهن. پٽائي صاحب جي ڏينهن ۾ نورمحمد ڪلهوڙي جي حڪومت دوران سنڌ اڳ ۾ دهلي سلطنت جي قبضي ۾ رهي. وري 1739ع ۾ نادر شاهہ جي حملي ڪري جڏهن دهلي سلطنت تباهہ ٿي وئي تہ سنڌ ايراني سلطنت جي غلاميءَ جو شڪار ٿي وئي تہ ساڳئي حڪومت دوران احمد شاهہ ابدالي جي ڏينهن ۾ سنڌ ڪابل سلطنت جو حصو ٿي وئي. البت ان وقت پٽائي وفات ڪري ويو هو. سنڌ جي تاريخ بابت جيڪي حقيقتون معلوم ٿيون آهن، انهن مطابق سن 1754ع ڌاري سنڌ اندر جملي 30 لک ايڪڙ زمين آبادي هيٺ هئي. ان کانپوءِ سنڌ ۾ زرعي آباديءَ جي تباهيءَ جو سلسلو جاري رهيو ۽ 1843ع ۾ جڏهن انگريزن سنڌ فتح ڪئي تہ ان وقت سنڌ ۾ جملي ڏهہ لک ايڪڙ زمين آباديءَ هيٺ هئي. بعد ۾ جڏهن انگريزن سکر بئراج تعمير ڪيو، تڏهن سنڌ جي زرعي آبادي وڌي ٽيٽي ٿي وئي. انهن حقيقتن مان ظاهر ٿئي ٿو تہ سنڌ جي زراعت جو زوال پٽائيءَ جي دور کان اڳ ۾ شروع ٿي چڪو هو. جيڪو اڳتي هلي وڌندو ويو ۽ ان جو نتيجو اهو نڪتو تہ انگريزن جي دور تائين سنڌ ۾ آبادي گهٽجي ڏهہ لک وڃي بيٺي. ان اقتصادي بدحاليءَ سان گڏ پٽائيءَ سان گڏ پٽائيءَ جي ڌرتيءَ تي هڪ تہ ڌاري حاڪميت جا ظلم جاري رهيا ۽ ٻيو مٿان وري گهرو لڙائيءَ جو آزار هيو، جنهن سنڌ کي اندروني لحاظ کان تباهہ ڪري ڇڏيو هو.

پٽائي جي دور کان اڳ ۽ پوءِ وارين حالتن جو جيڪڏهن جائزو ورتو ويندو تہ اندازو ٿيندو تہ اسان جو مها ڪوي هڪ وڏي بحراني دور ۾ جيئرو رهيو.

جنهن جو هن جي ذات تي تمام گهرو اثر پيو ۽ جنهن ڪري هن سنڌ جي مظلوميت کي ڳاتو ۽ عوام سان جيئڻ مرڻ جو ناتو رکيو ۽ جيئن ته ڀٽائي جي ڪلام کي عوام پنهنجن سينن ۾ سانڍي رکيو هو، ان ڪري رسالي ۾ سنڌ جي سماجي ۽ سياسي تاريخ جا جيڪي اشارا ملن ٿا، اهي ئي تفصيل محفوظ رهجي ويا. باقي سنڌ جو علمي، ادبي ۽ تاريخي خزانو ڌارين حڪمرانن جي حملن ۾ ناس ٿي ويو. ان ڪري اسان لاءِ ان ڪانسواءِ ٻيو ڪو چارو ڪونهي ته ڀٽائيءَ جي رسالي تي جامع تحقيق ڪري سنڌ جي سماجي ۽ سياسي تاريخ جا وڃايل ورق ڳولي ايندڙ نسلن لاءِ محفوظ ڪري ڇڏيون.

# پٽائيءَ جي شاعريءَ ۾ سياست

ڪو بہ عوامي اديب يا شاعر پنهنجي دور جي سياست کان پاسو ڪري نہ سگهندو آهي. ڇاڪاڻ تہ هو جنهن ڌرتي جي حصي تي رهندو آهي، اتي انسان رهندا آهن ۽ جتي بہ انسان رهن ٿا، اتي هنن جي رهڻي ڪهڻي ڪنهن ضابطي هيٺ ٿئي ٿي. ڪنهن قانون مطابق زندگي بسر ڪن ٿا ۽ ڪا حڪومت هجي ٿي.

اهڙي طرح انساني معاشرو هر هنڌ ڪنهن نہ ڪنهن حڪومتي سرشتي ۾ رهي ٿو ۽ اهڙي سرشتي جي علم ۽ ان متعلق ڄاڻ کي سياست چيو وڃي ٿو. سياست جيئن ماڻهو جي ڌرتيءَ تي رهڻ واري قانون ۽ سرشتي کي چئجي ٿو، ان ڪري انساني معاشري جو هر فرد ڪنهن نہ ڪنهن صورت ۾، سڌيءَ يا اڻ سڌيءَ طرح ملڪي سياست کان متاثر ٿئي ٿو.

سياست جي علم اڄ جي دنيا ۾ ترقي ڪري اهڙي نوعيت حاصل ڪئي آهي، جو هر انساني معاشري جو هر سماجي مسئلو ۽ هر اقتصادي گهرج هڪ لحاظ کان ان معاشري جي سياست جا مختلف پهلو ٿيو پون. ملڪي اقتصاديات جيڪڏهن سياسي مسئلن جي محتاج آهي تہ وري سياست بنيادي اقتصادي تبديلي نما جنم وٺي ٿي. هن سڄي ڦيري کي وري ان معاشري جي سماجي زندگي ڪوٺجي ٿو. اهڙي طرح سماجي، اقتصادي ۽ سياسي مسئلا هڪ ٻئي سان ڳنڍيل ٿين ٿا.

البت سياست هڪ جدا علم آهي ۽ ادب پڻ هڪ جدا علم آهي. پر ادب ۽ خاص ڪري سڄو ادب جيئن تہ انساني سماج جي زندگي جي مختلف جذبن، امنگن، خيالن ۽ احساسن کي قلمبند ڪرڻ جو نالو آهي، ان ڪري ادب انساني سماج جي هر دور ۾ تصوير چٽي موجوده ۽ ايندڙ نسلن کي آئيني طور ڏيکاريندو آهي، جنهن ۾ پاڻ کي ڏسي هر فرد اهو فيصلو ڪندو آهي تہ هو ڪيئن هجي. ڪيئن رهي؟ ۽ ڪهڙي طرح جيئي؟ هنن سوالن جي جوابن ۾ ماڻهو حال جي حالتن ۽ ماحول کان ڪڏهن ڪڏهن باغي ٿي، تبديلي گهرندا آهن، جنهن کي

انقلاب چئبو آهي.

جيئن تہ سچو ادب ڪنهن سماج جي سچي پچي تصوير هوندو آهي، اهڙي تصوير جنهن ۾ نہ رڳو سماج جو جيئن جو تيئن اولڙو بڪندو آهي، پر اهو سماج ڪيئن هجي، ان ۾ انهن سوالن جا بہ رنگ پريل. هوندا آهن، ان ڪري سماج جي ان تصوير ۾ سماجي مسئلن، اقتصادي گهرجن ۽ سياسي مامرن جا سڀ رنگ پريل هوندا آهن. ظاهر آهي تہ اهڙي تصوير چٽيندڙ فنڪار بہ انهن سڀني مسئلن ۽ انساني پهلوئن جو ڄاڻو هوندو آهي ۽ هن جو مشاهدو هر ٻئي ماڻهوءَ ڪان تيز هوندو آهي. ان ڪري ئي هو اديب يا فنڪار هوندو آهي.

ڀٽائي بہ هڪ سچي عوامي شاعر وانگي ڏاڍو حساس ۽ تيز مشاهدو رکندڙ انسان هو. هن جي شاعري شاهد آهي تہ هن ارڙهين صدي عيسوي واري سنڌ جي گهڻو ڪري سڀني پهلوئن تي نهايت سنجيدگيءَ ۽ باريڪ بينيءَ سان ويهي لکيو آهي. ۽ انهن پهلوئن ۾ سياست جو پهلو پڻ موجود آهي. ان ڪان اڳ جو اسين ڀٽائيءَ جي بيتن جي روشني ۾ ڀٽائيءَ جي شاعري مان سياسي حوالا تلاش ڪريون، اسان کي ذهن ۾ رهڻ گهرجي تہ:

1. ڀٽائيءَ جو دور (1689ـ 1752ع) سنڌ ۾ ڦيرين گهيرين ۽ سياسي اٿل پٿل جو دور هو. جنهن جي تاريخ ڏاڍي طويل آهي. اقتدار مغلن ڪان ڪلهوڙن کي ملي رهيو هو. ڪلهوڙن ۽ مغلن جون گهرو لڙايون لڳيون هيون ۽ ان سياسي غيريقيني حالت ۾ سنڌ تي ڌارين جا حملا بہ ٿيندا هئا.

2. سنڌ، ڀٽائي جي دور ۾ بين الاقوامي سامراجي نظام ۽ اڻ سڌي بينڪيت جو بہ شڪار هئي. پورچوگيز ڊچ ۽ انگريز غير سرڪاري طور ۽ قانوني طرز تي سڄي هند ۽ سنڌ جي ڦرلٽ ڪندا هئا.

3. ڀٽائيءَ جي دور کي ٺيٺ جاگيردار دور سڏي سگهجي ٿو۔ سنڌ خاص ڪري مڪمل طور تي زرعي علائقو هو جنهن ۾ قديم جاگيرداري سرشتو هو.

4. ڀٽائي جي دور ۾ جيڪا حڪومتي سياست هلندي هئي، انهيءَ تي بہ مذهبي رنگ چڙهيل هوندو هو. ڪڏهن وحدت الوجود جو نظريو سياسي حڪمراني

هلائيندو تہ ڪٿهن وحدت الشهود تخت تي ويهندو هو.
5.ڀٽائي هڪ نهايت دردمند ۽ سوريتو شاعر هو ۽ نہ سياستدان، ان ڪري هن جي شاعري هڪ سياستدان جو انٽرويو ناهي، پر هڪ اهڙي تصوير آهي، جنهن ۾ سڀ سماجي، اقتصادي، سياسي، مذهبي ۽ نفسياتي رنگ موجود آهن.
6. سنڌ ۽ هند ۾ هارين جي پهرين بغاوت شاهہ عنايت صوفيءَ هلائي هئي، جيڪا 1717ع ۾ ڪچلي وئي هئي. ڀٽائي ان دور ۾ پنهنجي ڀرپور جوانيءَ ۾ هو.
7. مولانا دين محمد وفائي مطابق، ميان نورمحمد ڪلهوڙو ڀٽائيءَ کي مارائڻ جون ڪيتريون ئي ڪوششون ڪيون هيون، جيڪي ناڪام ٿي ويون. هالن جا مخدوم بلڙيءَ جا پير ۽ پليجا وڏيرا، ڀٽائيءَ جي سخت خلاف هوندا هئا ۽ هن تي ڪفر جون فتوائون ڪڍندا هئا. اهڙي طرح ان دور جي جاگيردار مُلن ۽ ڪٽرپسند مسلمان سياسي اڳواڻن سان ڀٽائي مهاڏو بہ اٽڪايو هو. جنهن کا نپوءِ هو چمڙا پوش ڪري جوڳين ۽ صوفين سان هنگلاج ۽ ٻين علائقن جي سير تي نڪري ويو هو. اهڙي طرح هڪ لحاظ کان ڀٽائي ڪيترو ئي وقت (خاص ڪري شاهہ عنايت جي هارين واري بغاوت جي ناڪام ٿيڻ کانپوءِ واري دور ۾) انڊرگرائونڊ بہ ٿي ويو هو.
هاڻي ڏسو تہ ڀٽائي هيٺئين بيت ۾ ڇا ٿو چوي:

معلم ماڳ نہ اڳهين، ڦلنگي منجهہ ڦريا
ملاح تنهنجي مڪڙي، اڇي چور چڙهيا.

هتي ڀٽائي سنڌ جي ملاح، سنڌ جي سمونڊ ۽ دريائن جي رکوالن کي خبردار ٿو ڪري ڦلنگين کان(يعني فرنگين کان) فرنگي ڇنجي ٿو يورپي ماڻهوءَ کي، ان دور ۾ يورپ ۾ صنعتي انقلاب اچڻ کانپوءِ پورچوگيزن سامونڊي رستا ڳولي لهڻ شروع ڪيا هئا ۽ اچي ڪراچيءَ کان سهڙيا هئا. ڀٽائي پورچوگيز دريائي ڌاڙيلن کان ديس جي ملاحن کي خبردار ڪندي ان وقت جي پرڏيهي جارحيت وارين سامراجي قوتن خلاف محاذ ڪڙو ڪيو هو.

ڀٽائيءَ جي دور ۾ مسلمانن جي ٻاهران آندل فارسي ٻولي سنڌ ۾ راڄ ڪندي هئي، ادبي ڍنڍورچي ۽ سياسي غلام عالم ان وقت چوندا هئا تہ ”فارسي

گهوڙي چاڙهسي" پر پنائيءَ انهيءَ بيروني ثقافتي يلغار کي به رد ڪري ڇڏيو ۽ چيائين ته:

جي تون فارسي سکئين، گولو توءِ غلام.

پنائي هيٺ چاٽايل هڪ سٽ ۾ ٻانهين ٻاين جو ذڪر ڪيو آهي. هي غلامي جو آخري دور به پنائيءَ جي وقت جي مرٽينگ جاگيرداري سرشتي جي پئداوار هو. پنائي نه صرف هن سياسي صورتحال جي جيئن جو تيئن تصوير چٽي آهي، پر ان ۾ پنهنجي ترقي پسنديءَ جو به ثبوت ڏنو اٿس ۽ چيو اٿس ته:

ٻانهيون ۽ ٻايون، پکي سونهن پانهنجي.

يعني ڪا به قوم ۽ ڪو به ماڻهو پلي ته پاڻ کي ڪو عظيم سمجهي ۽ ٻئي کي ڪمتر سمجهي، پر هو سهڻو تڏهن ٿو لڳي، جڏهن هو پنهنجي گهر ۽ پنهنجي ملڪ ۾ رهي ٿو ۽ سرحدون اورانگهي ٻين تي حملو نه ٿو ڪري. ان لحاظ کان پنائي بيروني جارحيت واري سياست جي مذمت ڪندي پرامن جيون گهارڻ واري نظرئي جي حمايت ڪئي آهي.

سرمارئي ۾ پنائي پنهنجي دور جي حڪومتي سرشتي جو هڪ عڪس هيئن به چٽيو آهي:

ڳچيءَ ڳانا لوهه جا، زيريون ۽ زنجير
پيڪڙا پيرن ۾، ڪوئين اندر ڪير
چاري چوگانن ۾، واهيت ڪن وزير.

اهو بيت جاگيرداري سرشتي جي ٺيڪيدارن طرفان قائم ڪيل جيلخاني يا(ڪنسٽريشن ڪئمپ) جي تصوير چٽي ٿو.

پنائي پنهنجي وقت ۾ مذهبي سياست کان نفرت جو اظهار ڪندي، هندو ۽ مسلمان وچ ۾ فرقيوارانه دشمني تي نهايت فنڪارانه انداز ۾ وار ڪيا آهن ۽ ٻنهي ڌرين کي اهو ئي سبق ڏنو آهي ته جيڪڏهن توهان پنهنجي مذهب ۾ دلچسپي وٺو ٿا ته پلي پوري ريت وٺو، هڪ ٻئي خلاف محاذ ڪڙا نه ڪريو. پنائي چوي ٿو:

منهن تہ موسيٰ جهڙو، اندر ۾ ابليس
اهڙو خام خبيث،ڪڏي ڪوهہ نہ چڙهيين.

۽ هندن کي چوي ٿو:

ڪوڙو تون ڪفر سين، ڪافر مَ ڪوٺاءِ
هندو هڏ نہ آهيين، جٽيو تو نہ جڳاءِ
تلڪ تنين کي لاءِ، سچا جي شرڪ سين.

ڀٽائي ٻنهي مذهبي فرقن تي ان ڪري تنقيد ڪري ٿو ۽ سندن پاران هڪ ٻئي تي مڙهيل مذهبي غلبي وارن لاڙن کي ننديو ٿو، ڇاڪاڻ تہ هنن جي مذهب ۾ دلچسپي گهٽ ۽ هڪٻئي خلاف نفرت ڦهلائڻ ۾ دلچسپي سرس ڏسي ٿو.

ڀٽائي جي هيٺين سٽ بہ پنهنجي ليکي هڪ سائنسي سياسي حقيقت کي نشانبر ڪري ٿي، چوي ٿو:

ڏکيون جان نہ مڙن، تان ٻان پنڌ نا ٿئي.

يعني جيستائين ڦريل، ڏتڙيل، مسڪين ۽ ڏکويل پاڻ ۾ گڏبا نہ، اتحاد نہ ڪندا ۽ هٿ هٿ ۾ نہ ملائيندا، تيستائين پرماريت خلاف ممڻ نہ مچندو ڪا بہ هلچل پيدا نہ ٿيندي.

هي ۽ ٻيا ڪيترائي اهڙا بيت ملي سگهندا، جن ۾ ڀٽائي پنهنجي دور جا سڌا سنوان سياسي لاڙا بيان ڪيا آهن ۽ جيئن تہ ڀٽائي جي دور جا سياسي مسئلا گهڻو تڻو اڄ جي دور جا مسئلا بہ آهن، ان ڪري ڀٽائيءَ جي شاعري کي اڄ جي بہ ترقي پسند شاعري چوڻ ۾ ڪو وڌاءُ ڪونهي.

ان کان علاوه ڀٽائيءَ "سر ڪيڏارو" لکي ثابت ڪيو آهي تہ هن جو پنهنجي دور جي سياسي واقعن ۽ انهن مان پيدا ٿيندڙ حق ۽ سچ جي جنگين ڏانهن ڪيڏو نہ توجهہ هو. ان سلسلي ۾ ڪيترين ئي جنگين جا حوالا ڏئي سگهجن ٿا، جن ۾ شاهہ عنايت جي هارين واري جنگ نمايان آهي. سر مارئي ۾ ڀٽائي وطن دوستي نيشنلزم جو نهايت موهيندڙ انداز ۾ ذڪر ڪيو آهي. سر سارنگ ۾ ماڻهن جي اقتصادي مشڪلاتن، سوڪهڙي، زرعي زبون حالي ۽ ڏڪار جو ذڪر ڪيو آهي ۽ آس ڪئي اٿائين تہ وسڪارو ٿئي، سارنگ سار لهي تہ غريب ماڻهو خوشحال

ٿين، ڏاڪار لهي ۽ ترقي ٿئي.
اهو سڀ ڪجهه اهڙو ڪو به شاعر لکي نه ٿو سگهي، جنهن کي پنهنجي دور جي سياسي صورتحال جو مڪمل مطالعو نه هجي.

# ڀٽائي ـ سنڌ جو ماضي، حال ۽ مستقبل

سنڌي ادب جي تاريخ ۾، اسان جو ڀٽائي، هڪ ٻيو موهن جو دڙو آهي، جنهن جي شاعري ۽ انقلابي فڪر تي هند سنڌ ۾ جيڪو ڪجهه سنڌي ٻوليءَ ۾ لکيو ويو آهي سو اڻ پورو ٻـ آهي ۽ ڀٽائيءَ جي آدرش سان اڻ ٺهڪندڙ پڻ. تازو هند جي سنڌي رسالي"ڪونج" جي ايڊيٽر هري موٽواڻيءَ هڪ ادبي ڪچهريءَ ۾ ٻڌايو تہ هندستان جي سنڌي ادبي حلقن ۾ اڃا تائين ڀٽائيءَ ڪي سرڳواسي ڊاڪٽر هوتچند مولچند گربخشاڻي جي ڇڏيل صوفي ازم واري منزل تي رکي پرکيو وڃي ٿو ۽ اهڙي ڪا نئين تحقيق نہ ڪئي وئي آهي، جنهن ۾ ڀٽائيءَ جو پنهنجي دور جي مادي، سماجي، اقتصادي ۽ سياسي ماحول سان اڻٽوٽ رشتو ثابت ڪيل هجي. اهڙي طرح هنڌ سنڌ ۾ ڀٽائيءَ تي عام طرح جو ڪجهہ لکيو ويو آهي، ان ۾ ڀٽائي جيڪو شاعر آهي، سو موجود ڪونهي ۽ ڀٽائي جيڪو سنڌ جي تاريخي ۽ سماجي فلسفي جو باني آهي، سو نظر نہ ٿو اچي.

ڀليو سڀ ڀنڀور، جو ڀنڀيءَ هوت نہ هليو
شهر سڃاتو ڪينڪي، آرياڻي اُتور
ماڻيو تنين مور، ڏيکيو جنين دل سين.

سو ڀٽائي جي رسالي ڪي دل سان گهڻ نقادن پڙهيو آهي.

ڏکويون ڏيهان، جيڪس لڏي ويئين
هاڻي ڪن مُلا، ڪيان سورن خبرون.

ان ڪري گهڻن ڪي صوفي چون ٿا. جڏهن تہ ڀٽائي لا مذهب آهي.

نہ ڪا دل دوزخ ڏي، نہ ڪي بهشت گهرن
نہ ڪو ڪم ڪفار سين، نہ مسلماني من

سو هي، سو هو، سو اجل، سو الله

سو پرين، سو پساهُ، سو ويري، سو واهرو.

هتي ڪجهه ضمير ۽ ڪجهه اسم جمع ڪيا ويا آهن. جن ۾ بذات خود الله تعاليٰ پڻ موجود آهي ۽ چيو ويو آهي تہ هي سڀ هڪ آهن، انهن ۾ هيڪڙائي آهي، اهي ڪردار جيڪي ڀٽائي جي نظرئي مطابق بلڪل ساڳيا آهن. سي آهن:_ هي، هُو، اجل(موت)، الله، پرين، پساهُ، ويري(دشمن) ۽ واهرو(يعني دوست). هن بيت مان خدا تعاليٰ بابت ڀٽائيءَ جي نظرئي کي سمجهڻ جي ڪوشش ڪرڻ گهرجي.

جي بي شرڪ ڀانئين پاڻ کي، تہ عين شِرڪ ايءُ
وڃائي وجود کي، پاٽان پاسي ٿيءُ
هڏ هن ڪونهي هيءُ، هو پڻ ڪونهي هن ريءَ.

هن بيت جي آخري سٽ تي سوچڻ جي ضرورت آهي."هو پڻ ڪونهي، هن ريءَ" يعني الله انسان کانسواءِ ڪجهہ ناهي. اهو انسان ئي آهي، جنهن جي ڪري هر ڪا شئي آهي. اهڙي طرح ڀٽائيءَ جو مذهب جيڪو بہ هيو ان ۾ انسان هر ٻيءَ شئي کان اتم آهي:

سو نہ ٻي ڪنهن شئي ۾، جيڪي منجهہ تراب.

۽ هند، سنڌ کان ٻاهر وري ڀٽائيءَ تي جيڪو اوائلي يورپي ادب ملي ٿو، انهيءَ ۾ پڻ ساڳي رٽ لڳل آهي تہ ڀٽائي انساني زندگيءَ جي مختصر هئڻ ۽ انسان جي فاني هئڻ واري ڪيفيت کي محسوس ڪري دُنيوي مامرن ۾ ڦاسڻ کان آجو رهيو ۽ چارئي پهر الله الله پيو ڪندو هو. يورپي ۽ انگريز نقادن لاءِ برابر اهو مسئلو هو تہ هو ايتري سنڌي کو نہ ڄاڻندا هئا، جو ڀٽائيءَ جهڙي وڏي شاعر کي پڙهي ۽ ڪڙهي سگهن. نہ تہ هنن کي ڄاڻ پئجي وڃي ها تہ ڀٽائي جا چارئي پهر توڙي اٺئي پهر ڪيئن ٿي گذريا.

اٺئي پهر اداس ۾، چارئي پهر چري وو چري
تنهنجي درد فراق ۾، ويندي سيار مري او مري.

ڀٽائيءَ جو فڪر تمام چٽو ۽ واضح آهي. مراقبو ڪري، چاليها ڏينهن جنوني

مسلمانن لاءِ پيٽائي ٿو چوي:

تهڙا نہ چاليھا چاليھہ، جهڙو پسڻ پرينءَ جو.

ھي بيت"سر يمن ڪلياڻ" جو آهي، جنهن ڪي پيٽائيءَ جو مذهبي سُر سڏيو وڃي ٿو. وري مراقبي وارن لاءِ چيائين:

"ويڙهيجي وينّي جا، وصل تنهن وڃائيو."

پر يورپي نقادن جو سمورو دارومدار هتان جي مقامي هندو ۽ مسلمان سنڌي اديبن تي هو، جيڪي پيٽائيءَ کي پڙهي ۽ ڏارين حڪمران دانشورن کي انگريزي ۾ ترجمو ڪري سمجهائيندا هئا. انهن مترجمن جي سهاري هيٺ انهن پيٽائيءَ جي شاعري ۽ فلسفي جهڙن مشڪل فيلسوفياڻن مسئلن کي سميٽڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. پر اصل ڳالهہ اها آهي تہ پيٽائيءَ کي سندس ٻولي ڳالهائيندڙن ڪيترو سمجهڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. اسان جا ڪجهہ دانشور جن لاءِ اسان"نام نهاد" لکڻ، تاريخ جي رڪارڊ کي صحيح رکڻ لاءِ ضروري سمجهندا آهيون، اهي دعويٰ تہ پيٽائيءَ جي نيازمنديءَ جي ڪن ٿا، پر آهن انهيءَ صف ۾ جتان پيٽائي ۽ سندس ساٿي ڪردارن جهڙوڪ: ڪاهوڙي، لاهوتي، صوفي ۽ سامي وغيره تي قاتلانہ حملا ٿي چڪا آهن. جن ۾ بيشمار صوفي شهيد ٿي چڪا آهن.

نہ ڪي اسين ڇُهڙا، نہ ڪي اسين چور
هنگاما ۽ هور، ڪُتا ڪرين ڪن تي.

سنڌ جي هڪ حقيقي مها ڏاهي هڪ نجي ڪچهري ۾ چيو هو""تہ جيڪڏهن توهان جو پيغمبر ۽ توهان جو عظيم شاعر توهان جي چوڻ مطابق "امي" ٿي سگهن ٿا تہ واقعي توهان سنڌي مسلمانن کي علم حاصل ڪرڻ يا ڪتابن پڙهڻ جي ڪا بہ ضرورت ڪانهي." سو اهڙي ڳالهہ ڪرڻ تہ پيٽائي"امي" هو، خالص جهالت جو مظاهرو ڪرڻ آهي، بهرحال

جو وڙ جُڙي جن سين، سو وڙ سيئي ڪن.

اهڙي طرح ريڊئي، ٽي وي ۽ سرڪاري دفترن ۾ ويٺل ترقي پسند ڪلاڪارن ۽ فنڪارن جي وات کي اسلام آباد مان آندل آرڊرن سان لنبي بند

ڪيو ويو آهي ۽ رجعت پسندن جي لوڌ جنهن کي پٽائيءَ جو پارکو مڃيو وڃي ٿو، انهن نام نهاد دانشورن وٽ ان ڪان وڌيڪ پٽائيءَ تي ڪا تحقيق ڪانهي تہ "رسالو قرآن جو سنڌيءَ ۾ ترجمو آهي" ثبوت طور چون تہ:

تو جي بيت ڀانئيا، سي آيتون آهينِ.

دراصل هو پٽائيءَ جي بيتن ۾ قرآني آيتن جي معنيٰ کي وٺن ٿي ڪو نہ - پلا بي علمن جو علم سان ڇا وڃي، جيڪڏهن هو واقعي پٽائيءَ کي پڙهن تہ هنن کي محسوس ٿيندو تہ پٽائي قرآني آيتن کي پنهنجي ڪردارن جي جوڙجڪ ۽ پنهنجي انقلابي نظرئي کي ثابت ڪرڻ لاءِ استعمال ڪيو آهي.

مثال:

ڪل شيءٌ الا اصلہ، ٿي جهڄان جهانگين ڪاڻ.

هتي قرآني آيت جنهن جي معنيٰ آهي تہ"هر ڪا شئي پنهنجي اصليت ڏانهن ويندي آهي،" ان کي مارئيءَ جي آخري فتح واري مقصد لاءِ ڪم آندو آهي تہ مارئي هر صورت ۾ ملير ويندي ۽ عمر بادشاهہ جي اها شڪست ٿيندي.

سگر ساهيڙين سين، ساٿيهہ منجهہ سٿيندي
عمر آءٌ ماروئڙن ڏي ويندي، ڏيهہ ڏاڏاڻي پکڙين.

هن خيال ۽ مٿي ڏنل قرآني آيت ۾ هڪڙي ئي مقصد ڏانهن اشارو ڏنل آهي.

وري جڏهن پٽائيءَ چيو تہ:

ناز منجهاران نڪري، جڏهن پرين ڪري ٿو پنڌ
تہ پيون پڙ بسم الله چئي، راهہ ڇمي ٿي رند.

هتي"بسم الله" آڌر ڀاءُ جي معنيٰ ۾ استعمال ڪيل آهي."الست بربڪم"،"قالو بليٰ"،"ڪن فيڪون" ۽"بٽيو هو نہ بت ۾ اجا ڪي آدم"، اهي سڀ حوالا آهن، ان وقت جا، جڏهن هي دنيا پئدا ٿي هئي ۽ پٽائي صرف اها ڳالهہ واضح ڪرڻ گهري ٿو تہ مارن سان سندس پيچ ازل ڪان آهي، عوام سان ڳانڍاپو تڏهن ڪان آهي، جڏهن ڪان پورهيت جو هٿ پئدا ٿيو هو. جڏهن انسان جٽيو ويو هو. پٽائيءَ جي رسالي ۾ اهڙا بيشمار بيت ملندا جن ۾ قرآني آيتون، سيڪيولر،

غير مذهبي ۽ مادي مقصدن لاءِ استعمال ڪيل آهن.

”جي ماسو ملئي مال، تہ پوڇارا پرتئين.“

اسان کي ياد رکڻ گهرجي تہ ڀٽائيءَ جا سنڌي ٻوليءَ تي وڏا احسان آهن. ڊاڪٽر سورلي حيرت وچان لکيو آهي تہ ”جنهن دور ۾ فارسي، عربي، ۽ هندي زبانن جو ڏاڪو هوندو هو، تنهن دور ۾ ڀٽائيءَ اها عظيم شاعري ڪرڻ لاءِ اهڙي ٻوليءَ کي چونڊيو جنهن کي ننڍي ڪنڊ ۾ تمام گهٽ سڃاتو ويندو هو.“ ٻي ڳالهہ جنهن تي ڊاڪٽر سورلي کي اچرج آهي، اُها هيءَ آهي تہ فارسي شاعري جي جماليات عربي شاعري جي استعارن ۽ هندي شاعريءَ جي ڪلاسيڪل موضوعن کي ڇڏي ڀٽائيءَ سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ مان اهڙين شين کي عظيم شاعريءَ جو موضوع بڻايو، جيڪي هن کان اڳ ڪڏهن بہ اهڙي وڏي شاعريءَ ۾ ٻڌڻ ۾ نہ آيا هئا.

ڪارين، ڪوجهيون، ڪُوڙيون، مورنہ موچاريون.

نہ ڪا بوءِ بازار ۾، نڪا چلڙ چٽ

نہ ڪُتا نہ ڪوڪار، نہ سي سڏ شڪارئين
جهنگل ڪڍي پار، ايو آهيڙين ڪي.

سو ڀٽائيءَ جا اسان جي ٻوليءَ تي، اسان تي، سنڌ تي، سنڌ جي عوام تي ۽ سنڌ جي ماضي ۽ حال تي وڏا احسان آهن. جيڪڏهن سنڌ جو مستقبل انقلاب آهي تہ ان ۾ ڀٽائيءَ جي فلسفي کي مرڪزي نظرياتي حيثيت حاصل هوندي.

دائم جهليو دم، لڪا پٽڻ لوڪ ۾.

ڪيرُ ماڻهو آهن ڀٽائيءَ جا اهي ڪهڙا ڪردار آهن. جن جي هن تيهہ اکري لکي. آهي ۽ جن جيّ زندگي جا 12 ڏينهن ”سر رامڪلي“ ۾ لکيا اٿس. ”رامڪلي“ جي ٻئي داستان جو پهريون بيت آهي:

ڪيم ڪاپڙين جي، پهرين ڏينهن پروڙ

سگھا ساعت نہ هيڪڙي، چارئي پهر چُور
سدائين سيد چئي، هون سناسي ۾ سور
جوڳي ساڻ ضرور، لڪا ڀٽن لوڪ ۾.

اهڙي طرح هر بند ڪان پوءِ وراڻي ۾ لکي ٿو:"نانگا ٿيا نهال، لڪا ڀٽن لوڪ ۾." لڪل بہ آهن. عوام سان رابطي ۾ بہ آهن ۽ ڳالهائين بہ ٿا. اهي ڪير آهي جيڪي:

"ڳجهہ نہ ڳالهائين، لڪا ڀٽن لوڪ ۾."

"سامي سون ٿيا، لڪا ڀٽن لوڪ ۾"
ڪريو سِڻ سهي، ڀنيو پنج ڪٽي
ڪنيو ڪدائون، لڪا ڀٽن لوڪ ۾.

اهو سمجهڻ ان ڪري بہ ضروري آهي، ڇاڪاڻ تہ ڀٽائيءَ جي عمر ان وقت 28 سال ڦوهہ جواني واري هئي، جڏهن 1717ع ۾ شاهہ عنايت جي هارين واري تحريڪ ڪچلجي وئي هئي ۽ بيشمار صوفي روپوش ٿي ويا هئا ۽ باقي شهيد

"ڪنهن جنهن ڪمائي لاءِ، لڪا ڀٽن لوڪ ۾."

جوڳين ۽ سامين جا 12 ڏينهن پڙهجن ٿا تہ لڳي ٿو تہ لاهوت جي پاسي جيئن ڪو انڊر گرائونڊ ٽريننگ سينٽر هجي، جتي جوڳي دائرن ۾ دونهيون دکائي "ڪنهن اونهي پهہ پيا" ۽ ڪاهوڙي پوءِ جاءِ بجاءِ اٿي ورهائجي وڃن ٿا. ڪڏهن سوچين ٿا، ڪڏهن پنهنجيون گودڙيون ٿا ڌوئن ۽ ڪڏهن وري لڪا ڀٽن لوڪ ۾.

اٺين ڏينهن اچي ويا، جوڳي جاءِ بجاءِ
سا پر سامي سکيا، جا پر جوڳ جڳا.

ويرو تار وجود ۾، ان کي رام رهيو ئي آهہ

اسان کي ڀٽائيءَ تي نئين تحقيق ۾"سر ڪيڏاري" ۽ ڀٽائيءَ جي

سورمين وارن ڪردارن تي پڻ نئين روشني وجهڻي پوندي ۽ اهو سمجهڻو پوندو ته مارئيءَ جو داستان هڪ اهڙي قيديءَ جي ڪردار تي ڪيل شاعري آهي، جيڪو هڪ بادشاهه جي قيد ۾ آهي ۽ جيڪو پنهنجي ڌرتي ۽ عوام سان ائين سلهاڙيل آهي، جيئن”ڳنڍيون منجهه ڳنڍير“ اهو ضمير جو قيدي پنهنجن مارن جي لڄ رکندي سمجهوتي ڪرڻ کان انڪار ڪري ٿو ۽ اهڙي طرح هڪ عوامي قيديءَ جو عزم هڪ هيڏي ساري ڏاڍ واري حاڪميت کي ڪٽي پٽ تي اڇلايو ڇڏي.

جي لوڻ لڳئين لائين، ڇيري ڇيري ڇم
ته ڪر مون اڳي نه ڪيو، اهڙو ڪوجهو ڪم
جان جان دعويٰ دم، تان تان پرت پنهوارسين.

سو پيڙائيءَ تي، سائنسي انداز سان، موجوده سنڌ جي ڏوجهرن ۽ عوام جي پيڙائن جي روشني ۾ نئين تحقيق ڪرڻ جي ضرورت آهي. اسان ۽ سنڌ جو ماضي، حال ۽ مستقبل!!

# ايڪويهين صدي ۾ ڀٽائي

ڀٽائي سنڌ جي دائمي دردن جو شاعر آهي. سنڌ جا دائمي درد ڪنهن خاص صدي تائين محدود ناهن. دائمي جو آهن. انهن جو دائم ۽ قائم رهڻ سنڌ جي جاگرافي، تاريخ ۽ معاشي حالتن جي ڪري آهي. ان ڪري ڀٽائيءَ جي شاعري به دائمي آهي. ٿر، ڪاڇي ۽ ڪوهستان ۾ جيڪو ڏڪار ايندو رهيو آهي، اهو به سنڌ جي تاريخ جو صديون پراڻو درد آهي. ٿر ۾ وسڪارا ٿي وڃن ته ٿر ڪشمير ٿي پوندو ۽ وري ٿر ڪانڻ سارنگ رسي وڃي ته ٿر بر ٿي ويندو. واري ئي واري هوندي ۽ ان ۾ پوربل چوپائي مال جي هڏاون پڃرن کي تيز هوا ظاهر ڪندي ۽ ڍڪيندي رهندي. ڏڪار ۾ ٿر جي ڌرن ۾ ميٽوڙي رنگ جي واري ئي نظر ايندي، جنهن جي وچ ۾ ڪٿي ڪٿي ڪنڊيءَ جو وڻ اپو نظر ايندو ۽ بس. ۽ جڏهن وسڪارا ٿيندا ته ٽِڪون ۽ ڏهر ساوا ٿي ويندا ۽ هيٺانڻ ڪانڻ وليون ڪنڊيءَ جي وڻ کي مٿي تائين ائين وڪوڙي ويندڀون جو وڻ نظر ئي نه ايندو. گسن تي گاهه ڦٽي پوندا ۽ چارو ڳولڻ ڏکيو ٿي پوندو.
موسمن جي تبديلي ته فطرت جي ڪاتي ۾ هلي وڃي ٿي، پر ماڻهوءَ جي غلط ڪارين سبب جڏهن پاڻي جي کوٽ ٿئي ٿي ۽ ڏڪار منهن ڪڍي ٿو، تڏهن ڀٽائي جو بيت دل تي تري اچي ٿو ته:

پاڻي مٿي جهوپڙا، مورک اڃ مرن.

سنڌ ان خطي جو نالو آهي جيڪو نديءَ ڪنڌ جي وڏي ۾ وڏي درياءَ جي ٻن ڪنارن تي واقع آهي، پوءِ به پنجاب ۽ سنڌ ۾ پاڻيءَ جي کوٽ ٿئي ته پوءِ اها مُورکپائي ٿيندي، بيوقوفي ٿيندي، پاڻي سان بيجا هٿ چراند ڪرڻ جي ڏوهه جي سزا هوندي.
اهڙي هٿ چراند ڪنهن ڪئي؟ سنڌ يا پنجاب؟ ڏوهه ڪنهن تي وڃي بيهندو؟ 1938ع، 1940ع، 1946ع يا 1947ع تي.
بهرحال جنهن تي به بيهي سو ان ڪري مورک آهي جو سندس جهوپڙو پاڻي پر آهي

پرپاڻ پاڻي بوءِ ڪندي اڄ ۾ ڦٿڪي ڦٿڪي مري رهيو آهي.

ٻيو تہ پيٽائيءَ جنهن ٻوليءَ ۾ شاعري ڪئي آهي سا سنڌ جي گوٺن ۾ اڄ بہ ڳالهائي وڃي ٿي. ان ڪري پيٽائي سنڌ جي ٻهراڙين ۾ عوام جي بيحد ويجهو آهي، ان ڪري پيٽائيءَ جي ٻولي متروڪ نہ ٿي آهي پر اسان جي ٻولي متروڪ ٿي آهي.

ايڪويهين صديءَ ۾ سنڌي ٻوليءَ جي صورت وڃي ڪهڙي بيهندي؟ ۽ ان حوالي سان پيٽائي ڪيترو اوپرو يا ڪيترو ويجهو محسوس ٿيندو؟ اچو تہ جائزو وٺون.

هن وقت سنڌي ٻوليءَ ۾ جيڪو بگاڙ ٿيو آهي، ان سان اصلي ۽ نج سنڌي ٻولي ڏاڍي متاثر ٿي آهي، انگريزي ٻوليءَ جو استعمال وڌي رهيو آهي، ان سان گڏ اردو ٻوليءَ جا اثر پڻ خاص ڪري سنڌ جي شهري علائقن ۽ ڪراچيءَ جي سنڌي ٻارن تي نمايان آهن. سنڌي ٻوليءَ تي ڌارين ٻولين جون جهلون ڪا نئين ڳالهہ بہ ناهي. اسلام آيو تہ اسان جي سنڌي عالمن سنڌي ۽ عربيءَ جي ڪچڙي رڌي ڪائڻ شروع ڪئي. ايران جي حاڪميت جون حدون سنڌو درياءَ جي ساڄي ڪناري تائين پهتيون تہ سنڌي ٻولي کي فارسي زده ڪيو ويو ۽ پوءِ جڏهن ڊچن، پورچوگيزن ۽ انگريزن سالن تائين سنڌ تي راڄ ڪيو تہ وري سنڌيءَ ۾ انگريزي گاڏڙ ٿي وئي ۽ اڄا تائين صاف نہ ٿي سگهي آهي. پر پيٽائي واحد ادبي استعارو (metaphor) آهي جو هن نيٺ سنڌي ٻوليءَ ۾ پنهنجي شاعري ڪئي. ڊاڪٽر سورلي چيو تہ پيٽائي جا مون کي بہ عجب آهن. هڪ تہ هن پنهنجي شاعري ان دور ۾ عظيم شاعريءَ وارين ٻولين جهڙوڪ فارسي، هندي ۽ عربي ۾ نہ ڪئي پر ان لاءِ هن هڪ اهڙي ٻوليءَ جي چونڊ ڪئي، جيڪا اڃا مڪمل ٻولي بہ نہ هئي ۽ ٻيو هن عظيم شاعري وارن موضوعن بدران عام ماڻهن ۽ هنن جي رواجي زندگي کي موضوع ڪري ڪنيو. ان ۾ ڪو بہ شڪ ناهي تہ پيٽائيءَ جي شاعريءَ ۾ عربي، فارسي، هندي، بلوچي، سرائيڪي، ڪڇي، گجراتي، ترڪي، پورچوگيز ۽ ڪرد ٻوليءَ جا بہ اکر پڻ استعمال ڪيا ويا آهن. "ڪارايل" ڪردش ٻوليءَ جو لفظ آهي جنهن جي معنيٰ آهي "ڪارو نانگ" يا ڪاريهر اهو لفظ عراق جي ڪردن واري

هڪ ڳوٺ ۾ منهنجي هڪ دوست هڪ ڳوٺاڻي کي چوندي ٻڌو ۽ جڏهن هن کي
ٻڌايائين ته اهو لفظ ته سنڌي ٻوليءَ جو آهي ته هن چيو ته نه هي ته ڪردن جي
ٻوليءَ جو لفظ آهي. اهڙي طرح”طول وهاڻا، توشڪون“. واري سٽ ۾ لفظ”توشڪ“
جي ترڪي ٻولي ۾ معنيٰ آهي هنڌ يا بسترو.”رات لڏم سُهنو، ڪٽيءَ ۾ خاصو“ ان
سٽ ۾ لفظ”سُهنو“ پورچوگيز ٻولي جو لفظ (sohno) آهي.

سو پيٽائيءَ جي ٻوليءَ ۾ ٻين ڪيترين ٻولين جا لفظ استعمال ڪيل
آهن پر هن جي ٻوليءَ جو تاجي پيٽو ٺيٺ سنڌي آهي. ايتري تائين جو هن پاڻ
سنڌيءَ تي فارسيءَ جي بالادستي برداشت نه ڪئي ۽ چيو ته:

جي تو سکيو فارسي، گولو توءِ غلام.

هونئن پيٽائيءَ پاڻ خاص ڪري عربي ۽ فارسي ٻولين تي ته ايتري مهارت رکندو
هو، جو انهن ٻولين جي اسمن مان سنڌيءَ جون صفتون ۽ فعل پڻ ٺاهي سگهندو
هو.

مون کي ڏنءِ ڏيئي، وجي ڍوليو ڍٽ قرارئو.

هتي”قرار“ اسم مان سنڌي فعل”قرارئو“ ٺاهي ورتائين۔ اهڙي طرح”حسن“ اسم
مان”حسناڪ“ صفت ٺاهي سنڌي گرامر ۾ اضافو ڪيائين.

ان ڪري اصلي سنڌي ٻوليءَ جو مزو، چس ۽ مزاج ماڻڻو آهي ته پيٽائيءَ ڏانهن
موٽڻو پوي ٿو. اها اڄ ڪيترين حالتن ۾ جديد سنڌي شاعري به نه ٿي ڀلاهي، ان
جو هڪڙو اهو به ڪارڻ آهي ته پيٽائيءَ جي شاعريءَ ۾ سنڌ جي سيني
جاگرافيائي ۽ ثقافتي علائقن جي ٻولين ۽ لهجن جي لئه موجود آهي. ان ڪري
مون کي محسوس ٿئي ٿو ته جيئن جيئن وقت گذرندو ويندو تيئن تيئن اصلي،
خالص ۽ ٺيٺ سنڌيءَ جو مزو وٺڻ لاءِ اسان کي رسالو کولڻو پوندو. ۽ خاص ڪري
ايڪويهين صدي عيسويءَ ۾ جڏهن شهري سنڌي ٻار وڏا ٿيندا ۽ جديد سنڌي
ڳالهائيندا ته انهن جا والدين پنهنجن ڪنن ۾ آڱريون وجهي ڇڏيندا ۽ پنهنجي
ٻوليءَ جي جماليات جي چس وٺڻ لاءِ شاهه جو رسالو کولي ويهندا. اڄ اسان جو
شهري نوجوان پيٽائيءَ کي مس 20 سيڪڙو سمجهي ٿو. ٺئين ٿهيءَ جو اديب

چڪي تاڻي 50 سيڪڙو ۽ پراڻي ٺهيءَ سميت باقي ماڻهو وڌ ۾ وڌ 70 سيڪڙو. هڪ دفعي هندستان جو هڪ هندو سنڌي ليکڪ سوبي گيانچنداڻي کي چيو: ”سويا منهنجي پوٽي هڪ ڏينهن مون کي ڪنَ ۾ اچي چيو تہ ڏاڏا! تون ۽ ڏاڏي پاڻ ڪهڙي ٻولي ٿا ڳالهايو؟“

سو اها منهنجي سوچيل سمجهيل راءِ آهي تہ ايڪويهين صدي عيسويءَ ۾ سنڌي ٻوليءَ جي حوالي سان پڻائيءَ جي ادبي اهميت اڃا بہ وڌي ويندي. ايندڙ صديءَ جي آخر ۾ شاهہ جو رسالو اسان لاءِ شايد سنڌي ٻوليءَ جي ڊڪشنري ٿي پوي. ڇاڪاڻ تہ جنهن رفتار سان اسان پنهنجي ٻوليءَ کان پري ٿيندا پيا وڃون، تہ اڳتي هلي نيٺ سنڌي رڳو اسان کي پڻائيءَ وٽ ملندي. ڪجهہ جاڪوڙي ليکڪن سان گڏ توري گهٽي سنڌ جيڪا مون گهمي ڏٺي آهي ان مان مون کي معلوم ٿيو تہ هن وقت بہ سنڌ جي اڪثر عوام کي پڻائي ياد آهي ۽ هن جو ڪلام روزاني زندگي ۾ ورجائين ٿا. ان جو ڪارڻ سنڌ جون ٻهراڙيون آهن. جتي سنڌي ٻولي، سنڌي ڪلچر ۽ سنڌي روايتون اڃا زنده آهن. سنڌ جي ٻهراڙيءَ جو ماڻهو پلي هو جبل ۾ رهندو هجي، هن کي پڻائيءَ جو ڪجهہ نہ ڪجهہ ڪلام ضرور ياد هوندو. بدين ۽ لاڙ ۾ تہ پڻائيءَ جا جيئرا جاڳندا حافظ وينا آهن. خاناڻي جت ۽ ڪي ٻيا اهڙا قبيلا آهن جي زالين مڙسين پڻائيءَ جو ڪلام قرآن جي حافظن جيان ياد ڪن ٿا ۽ پڙهن ٿا.

بدين ۾ هڪ دفعي ڊاڪٽر آڪاش انصاريءَ جا مهمان ٿي وياسي، ميزبان اسان لاءِ نيرنَ مڇيءَ سان تيار ڪرائي هئي. اڳتي سفر لاءِ رواني ٽيڻ جي جلدي هئي. اسان ميزبان کي چيو تہ اسان جي هڪڙي حسرت پوري نہ ٿي سگهي، جو بدين جي ڪنهن جت کان پڻائي ٻڌون ها. هن هڪدم پنهنجي هڪ همراهہ کي رڙ ڪئي تہ اڙي ٻاهر ڏس بازار ۾ ڪو جت هجي تہ وٺي اچينس. اڃا ماني ٿي ڪانہ آئي تہ جت ذات جو هڪ همراهہ اچي نڪتو. ويهندي چيائين:”سائين ڇا ٻڌندئو؟“ ”سسئي داستان جا اهي بيت جن ۾ بلوچي ٻوليءَ جا لفظ ۽ جملا استعمال ٿيل آهن.“ ... ۽ پوءِ بدين جو جت شروع ٿي ويو... ايتري ۾ ماني بہ اچي وئي جا اسان کائڻ بہ شروع ڪئي ۽ بيت بہ ٻڌندا رهياسين. ماني ايڏي لذيذ هئي جو هٿ ڪڍڻ

واڪ ٿي نہ پيو ٿئي. پر اڳتي جي سفر واري اِوسيئڙي اٿاري وڌو... پر جت اڃا ڀٽائي جا اهي بيت ختم نہ ڪيا هئا، جن ۾ بلوچي ٻوليءَ جا لفظ ۽ جملا استعمال ٿيل آهن. ڇون تا تہ اهي جت پنهنجن ٻارن کي ڀهريائين شاهہ جو رسالو ياد ڪرائيندا آهن ۽ ان ڪان پوءِ ٿي ڪنهن ٻئي ڌنڌي سان ڪين لڳائيندا آهن. سنڌ ۾ ڪي اهڙا ماڻهو بہ سجهن ٿا، جيڪي مماتيءَ وقت ماڻهو جي مڙهہ مٿان رڳو ڀٽائيءَ جا بيت پڙهن ٿا. ٿر ۾ ماڻهو ڀٽائيءَ جي بيتن سان هڪ راند ڪيڏندا آهن، جنهن سان سڀ اشارا ڀٽائيءَ جي بيتن ۾ هوندا آهن. اها سچي راند ڀٽائيءَ جي بيتن تي ٻڌل هوندي آهي ۽ اردو واري ڳجهارت يا سنڌي واري ڪسوٽي سان ملندڙ آهي.

ٿر جو الهداد جهنجي جنهن پنهنجي يادگيريءَ سان ڀٽائي جو رسالو ڇپرايو آهي، تنهن اسان کي ٿر جي هڪ دوري دوران اها راند ڪيڏي ڏيکاري. هن ميز تي هڪ ڪپڙو وڇايو جنهن تي چورس خانا ليڪيل هئا، جن جو تعداد 20 هو. هن پنهنجي هڪ ڇوڪري کي چيو تہ تون پري ڪٿي وڃي لڪ. پوءِ هن اسان کي چيو تہ اوهان مان ڪو هڪ همراهہ اڳتي اچي هنن خانن مان ڪنهن بہ هڪ خاني تي آڱر رکي. اسان اٿين ڪيو ۽ پوءِ لڪل ڇوڪر کي پاڻ وٽ گهرائي ميز آڏو ويهاريو. ڇوڪر جي تيز اکين ميز تي وڇايل ڪپڙي تي ليڪيل خانن مان ان خاني جي تلاش شروع ڪري ڏني، جنهن تي ڪنهن ماڻهوءَ پنهنجي آڱر رکي هئي. ايتري ۾ جهنجهي، ڀٽائيءَ جا بيت پڙهڻ شروع ڪيا. بيت هو بنا اسٽاپ پڙهي رهيو هو ۽ انهن بيتن ۾ ڇوڪر کي گهربل اشارا ڏئي رهيو هو ۽ تيو بہ اٿين تہ ڏهن يا ٻارنهن بيتن کانپوءِ ڇوڪر برابر انهيءَ خاني تي هٿ رکيو، جنهن تي ڪنهن مهمان آڱر رکي هئي. سو ڀٽائي عوام کي ايترو ويجهو آهي جو هن جي بيتن سان رانديون ڪن ٿا. پنهنجي شاعريءَ ۾ ڀٽائي عوام جي ٻولي ڳاتي آهي، ان ڪري عوام ڀٽائيءَ جي ٻولي وڌيڪ سمجهي ٿو. ڇاڪاڻ تہ اها سندن ٻولي آهي.

ٻيو تہ ڀٽائي سنڌين جي دائمي دردن جو شاعر آهي. سنڌ سنڌو درياءَ

جي ڀڃڙيءَ تي آهي ۽ چوندا آهن تہ"ڀڃڙي يا سڪي يا ٻڏي" سنڌ ۾ پاڻيءَ جي اڻاٺ، سوڪهڙي ۽ ڏڪار تي ڀٽائيءَ سر ڍهر ۾ جيڪي بيت چيا آهن سي صدين تائين سنڌين جي ايندڙ نسلن کي بہ متاثر ڪندا. ڇاڪاڻ تہ انهن بيتن ۾ بيان ڪيل مامرا دائمي آهن. ساڳي صورتحال جڏهن بہ پيدا ٿيندي تہ اهي بيت ساڳيا جذبا جاڳائي وهندا.

سر سڪو، سال ٿيا، هنج هريو ٿي پير
هي ڪنگ ويچارو ڪيں، جو رسي ان رمزکي.

جڻ ڪالاباغ ڊيم ٺهي ويو آهي، سالن کان سنڌ ۾ سوڪهڙو آهي، تازي درياءَ جي پاڻي جي آسري ۾ ويٺل هنج جي اکين جا ڳوڙها هن جي پيرن کي آلو رکيو اچن ٿا. ظاهر آهي تہ ويچارو"ڪنگ" اهڙي رمزڪيئن پروڙي سگهندو؟

نہ ڪا ٻوءِ بازار ۾، نہ ڪا چلڙ چٽ
جتي ڏنييرين جي اڳي هئي اڪٽ
سي ٫ پڙپسيو پٽ، ماڻهو وڃن موٽيا.

اڍائي صديون اڳي ڪيل ڀٽائيءَ جي شاعري اڄوڪي صورتحال تي ڪيئن ٺي ٺهڪي اچي. اهو ئي تہ ڪمال اهڙن شاعرن جو هوندو آهي جن کي عظيم ڪلاسيڪل شاعر سڏيو ويندو آهي.

ديس ۾ جيڪڏهن عدل، انصاف ۽ خوشحالي ناهي تہ جڻ پنيور آهي، جيڪو سسئي کي ڪاٺ پيو اچي. ڇاڪاڻ تہ هن جو محبوب جنهن سان هن جو وحدت الوجود وارو رشتو هو سو ڪيچ هليو ويو هو. تاريخ جا اهڙا حادثا، ارهہ زورايون، ۽ انياءَ جنهن ڪري ماڻهو پنهنجو وطن تياڳڻ لا مجبور ٿئي ٿو...! سنڌ جو اهو بہ هڪ دائمي درد آهي.

جديد سنڌ ۾اهڙي لڏپلاڻ هڪڙي سنڌي، مهاجر فسادن دوران حيدرآباد ۽ ڪراچيءَ ۾ ٿي ۽ ٻي ڌاڙيالي دور دوران سڄي سنڌ جي ٻهراڙين ۾: جنهن ۾ ماڻهن ڏورانهيون ٻهراڙيون ڇڏي اچي ننڍن وڏن شهرن جو سهارو ورتو. ڏڪار ۽ لڏپلاڻ هن وقت ٿر، ڪاڇي ۽ ڪوهستان ۾ جاري آهي.

عمر اسان جي ڏيهہ ۾ ٿي ٿي ٿول سڄن

هڪ موت، ٻيو وڇوڙو، ٽيون لڏيو ڏور وڃن
ٽئان پري سڄڻ، پڪا پنهوارن جا.

جڏ سي لوڙائو ٿيا، جنين پر رهن
مارو منجهہ ٿرن، رهي رهندا ڪيترو؟

مسڪين ماڻهو پنهنجي حفاظت لاءِ جن طاقتور ماڻهن جي پر ۾ اچي رهن، سي جيڪڏهن ڏاڙيل ۽ ڦورو ٿي پون تہ پوءِ مارو ماڻهو ٿر ۾ پيلا ڪيترو رهي سگهندا؟

جڏ سي لوڙائو ٿيا، جنين سندي ڏير
مارو ٿڙا فقير، ڪنهن در ڏيندا دانهڙي.

سنڌ جا ماڻهو تہ ٺهيو پر اهي مهمان پکي جيڪي ڪنڌ لتاڙي سائبيريا، آسٽريليا ۽ يورپ مان سياري جي مند ۾ سنڌ جي پاڻيءَ وارن علائقن جهڙوڪ سنڌو درياءَ، ان جو ڊيلٽائي علائقو، منڇر، حمل، ڪينجهر ۽ چوٽياريون سميت سنڌ جي وڏين ۽ ننڍين ڍنڍين تي لهندا آهن، تہ انجي دائمي دردن کي بہ پٽائي نہ وساريو آهي، چوي ٿو:

اصل سندي آسري، آيون ڊور ڊري
ڪنيڙان پون ڪري، پاڻان پير ڏکويا پکڙين.

ٿڌي ملڪ جا پکي مند ڏسي ڪنڌ لتاڙي مهينن جي اڏام ڪانپوءِ جڏهن گرم پاڻيءَ جي آسري تي پاڻ کي مٿان ڪان هيٺ اڇلائين ٿا تہ هيٺ زمين سڪل ۽ ٺوٺ ٿيل آهي، جنهن ڪري هنن جا پير ڏکوئجي پون ٿا. شاعر جي اک واري ڪئميرا سينٽرل ايشيا مان سنڌ ڏانهن اڏام وٺندڙ پکين کي پنهنجي فريم ۾ آڻي ٿي ۽ ڏسي ٿي تہ هاڻي انهن اترين علائقن جو خنجراب وارو لڪ پار ڪيو آهي ۽ هاڻي ڪين سنڌو درياءَ هڪ انگڙ ونگڙ واسينگ نانگ جي ورن وڪڙن جيان اچي ليڪ وانگي نظر اچي رهيو آهي. هاڻي هو سنڌ کي ويجها اچي رهيا آهن ۽ هاڻي سنڌوءَ جي نيم گرم پاڻيءَ ۾ پاڻ کي مستيءَ وچان سڌو هيٺ اڇلائي رهيا آهن ۽ پوءِ شاعريءَ جو جو چيڪو ٿئي ٿو. سنگيت جون ڦهنگون اڏامڻ لڳن ٿيون ۽ ماڻهو

پکي توڙي پسون پنڊ پهڻ تي وجن ٿا.

نہ ڪتا، نہ ڪوڪار، نہ سي سڏ شڪارئين
جنگل ڪڍي پار، اپو آهڙين ڪي.

هي بہ سنڌ جو هڪ دائمي درد آهي_ ڌارين جا حملا، ٻاهين جا واقعا، موتمار ٻوڏن، ٻوڏن کان پوءِ خونخوار وچڙندڙ بيماريون،(اهڙي هڪ بيماري سبب ٺٽي شهر اندر هڪ ڏينهن ۾ اسي هزار ماڻهو مري ويا هئا) ۽ انهن سببن ڪري ماڻهن جي لڏپلاڻ ۽ وسندين جو ويران ٿيڻ، شڪاري ڪتن جون ڀونڪون، شڪارين جون هڪلون وسئن جي نشاني آهي. ويراني ۾ خالي جهنگل آهي، جڻ انهن شڪارين لاءِ پار ڪڍي رهيو آهي جيڪي وسئن جي علامت آهن.

بکيءَ کل نہ اڇهي، ڏکيءَ ڏمر نانهہ
اگهاڙيءَ وهاڻءَ، ويو ويچاريءَ وسري.

هي بہ هڪ دائمي درد آهي. سنڌين جي غربت، مظلوميت، معاشي بدحالي، اگهاڙا انگ ۽ بُکيا پيٽ!

ڏکي توءِ ڏڪار، توٽي وسن مينهڙا.

هي بہ ٿر جو هڪ دائمي درد آهي. ٿر ۾ اڪثر ائين ٿيندو آهي تہ سالن جي سوڪهڙي ڪانپوءِ اهڙا زوردار وسڪارا ٿيندا آهن جو اُلٽو فصل ٺي تباھ ڪري ڇڏيندا آهن. يا وري ائين بہ ٿيندو آهي تہ وسڪارو تہ ٿيو پر غريبن ڪي ڪو ٻج ڏئي تہ پوکي ڪن!! ان ڪري انهن جي ڏکويل حالت وسڪاري جي باوجود تبديل نہ ٿيندي آهي.

ڀٽائيءَ جي پارکن کي گهرجي تہ ڀٽائيءَ جي مذهبي فلسفي کي ملان جي مذهب ۽ هڪ صوفيءَ جي مذهب واري فرق سان ڏسن.

هندوءَ کي مخاطب ٿيندي ڀٽائيءَ چيو:

ڪوڙو تون ڪفرسين، ڪافر مَ ڪوٺاءِ
هندوءَ هڏ مَ آهين، جٽيو تون نہ جڳاءِ
تلڪ تنين کي لاءِ، سچا جي شرڪ سين.

۽ مسلمانن کي مخاطب ٿيندي چيائين:

جي بي شرڪ پانئين پاڻ ڪي، تہ عين شرڪ ايءُ
وجائي وجود کي پاٽان پاسي تيءُ
هڏهن ڪونهي هيءُ، هو پڻ ڪونهي هن ري.

جيڪڏهن ٻي شرڪ ٿئين ٿو تہ اصل شرڪ اهو آهي، پنهنجي وجود کي وڃائي پاڻ کان پري ٿيءُ. هيءَ يعني انسان ڪجهہ ناهي، پر هو يعني "الله" ۽ "انسان" کانسواءِ ڪجهہ ڪينهي، ڇاڪاڻ تہ شعاع ۽ ان جو ڪرڻو هڪ ٻئي کان الڳ ٿي نہ ٿا سگهن.

وري ڏسون تہ پنائيءَ جو خدا ڪهڙو آهي؟

سو هي، سو هو، سو اجل، سو الله
سو پرين، سو پساهہ، سو ويري، سو واهرو.

"نائي نيڻ نهار، تو ۾ ديرو دوست جو"

"پنهون تيس پاڻ، سسئي تان سور هئا."

اهو آهي پنائيءَ جو الله. پنائيءَ جي فڪر تي جاگيرداري قدرن واري تهمت هڻڻ وارن پارکن کي سمجهڻ گهرجي تہ جنهن شاعر "سهڻيءَ" کي پنهنجي سيني ڪردارن کان وڌيڪ اهميت ڏني آهي، سو جاگيرداري قدرن جي ڪيئن تو پاسداري ڪري.

سياري سهہ رات ۾، جا گهڙي وسندي مينهن
هلو تہ پڇون "سهڻي"، جا ڪر چاڙهي نينهن
جنهن کي راتو ڏينهن، ميهار ٿي من ۾.

سهڻيءَ جو ڪردار تہ خود جاگيرداري تابوت ۾ چيندڙ آخري ڪوڪو آهي. پنائي جاگيرداري قدرن سان ٽڪرائڻ، عورت جي آزادي جو ساٿ ڏئي ڪيو آهي. پنائيءَ جا گهڻو ڪري سيپئي هيرو ڪردار عورتون آهن. هن جي فلسفي مطابق عشق ۾ قرباني مرد وٽ گهٽ ۽ عورت وٽ وڌيڪ آهي. ان ڪري عورت مرد کان وڌيڪ

جدوجهد ڪري سگهي ٿي.

"سسئي لنگهي سو، مرد جنهن مات ڪيا."

مومل جو ڪردار پڻ جاگيرداري قدرن خلاف بغاوت آهي. مارئي پتائيءَ جو اهڙو ئي هڪ ڪردار آهي، جنهن عمر بادشاه سان ٽڪر ۾ اچي آخر تائين آڻ نہ مڃي ۽ آخر بادشاه کي پوئتي هٽڻو پيو ۽ مارئي کي قيد مان آزاد ڪيو ويو.

بهرحال ان حقيقت کي وسارڻ نہ گهرجي تہ شاعر ۽ تخليقڪار پنهنجي دور جو آئينو هجڻ گهرجن. پوءِ سماج جي انهيءَ آئيني ۾ جيڪڏهن ڪنهن کي پنهنجو چهرو نہ ٿو وڻي تہ ان ۾ آئيني جو ڪو بہ قصور ڪونهي.

سو پتائيءَ جي دور ۾ جيڪو مذهب هو، جهڙو نظام هو، جيڪي معاشي حالتون هيون ۽ انهيءَ سموري وايو منڊل ۾ سرجيل ويچاري ماڻهوءَ جي جيڪا سوچ ٿي سگهي ٿي. ان جو آئينو اوهان کي رسالي ۾ صاف نظر ايندو.

# ڀٽائيءَ جي ترقي پسندي

روزاني"هلال پاڪستان" ۾ رشيد ڀٽيءَ پنهنجي ڪالم ۾ تنوير عباسيءَ جي لکيل ڪتاب"شاهه لطيف جي شاعري" تي لکيل منهنجي تبصري تي تنقيد ڪندي هڪ بحث ڇيڙيو آهي ۽ دعوت ڏني اٿائين ته سيئي اديب دوست ان ادبي بحث ۾ حصو وٺن. آءٌ ان سلسلي ۾ ڪجهه لکي رهيو آهيان، اميد ته ٻيا دوست به لکندا. بهتر ٿيندو جيڪڏهن ڀٽائيءَ جي شاعريءَ تي ٿيندڙ هن بحث کي"هلال پاڪستان" جي ڪنهن خاص ڏينهن واري پرچي ۾ هڪ مستقل ڪالم هيٺ ڇاپيو وڃي.

رشيد ڀٽيءَ جي تنقيد جو تت هي آهي:

1. ڀٽائي جي شاعريءَ جا اهڃاڻ سمجهائيندي تنوير ادبي غير جانبداريءَ کان ڪم نه ورتو آهي. 2. مبصر تنوير جي ڪتاب تي لکندي ترقي پسندي واري محاوري کي غلط سمجهيو آهي.3. شاهه لطيف پنهنجي دور جو ترقي پسند شاعر هو. 4. ڀٽائي پنهنجي شاعريءَ ۾ سياسي ماحول کان بيزاري ڏيکاري آهي. 5. ڀٽائي پنهنجي شاعريءَ ۾ صوفي جي مڪتب خيال جو پرچار ڪيو آهي.

پنهنجي ڪالم ۾ هن منهنجي"باقي تبصري" ۽ برسات ۾ ڇپيل سلسليوار مضمون"جي ور وائيءَ جو لهين" (پورهئي جو جمالياتي نظريو ۽ ڀٽائي) کي پسند ڪيو آهي. ان ڳالهه برابر منهنجي دل وڏائي آهي.

جيئن ته تنوير، رشيد ڀٽي آئون ۽ هر ترقي پسند اديب ان ڳالهه تي متفق آهيون ته ڀٽائي پنهنجي دور جو ترقي پسند شاعر هو. ان ڪري هن کي اختلافي نوعيت جو بحث نه سمجهيو وڃي. البت اهڙا ادبي بحث مباحثا تعليمي نوعيت جا ٿيندا آهن ۽ انسان هڪ ٻئي جي تجربن مان ئي سکي ٿو.

منهنجو تنوير، رشيد ۽ انهن سان متفق ٿيندڙ سيني يارن سان صرف هڪڙو اختلاف آهي، مان ڀٽائي کي صرف"پنهنجي دور" جو نه پر هاڻوڪي زماني ۽ ڪجهه ايندڙ زماني جو به ترقي پسند شاعر سمجهان ٿو. تنوير، ڀٽائي جي

شاعريءَ کي تصوف جي رنگ ۾ رڱيل سڏي ٿو.(ڏسو ڪتاب"شاهہ لطيف جي شاعري، صفحو 125) ۽ رشيد ڀٽي مٿي ذڪر ڪيل ڪالم ۾ ڀٽائيءَ کي صوفي شاعر سڏيو آهي.

ڀٽائي کي مذهبي، اسلامي ۽ صوفي شاعر تہ سنڌ جا ڪيترا ليکڪ اڳ ۾ئي تسليم ڪري چڪا آهن پر جيئن تہ ڪنهن جو بہ حرف، حرف آخر ڪونهي، ان ڪري منهنجو اختلاف پنهنجي جاءِ تي قائم آهي. مون وٽ ان لاءِ ٽي دليل آهن.

1. سڀ کان اڳ ۾ تہ ڀٽائيءَ جي رسالي مان اهڙا بي شمار بيت چونڊي سگهجن ٿا، جن کي ان زمري ۾آڻي نٿو سگهجي. مثال طور هي بيت ڏسو:

بکيءَ کل تہ اڇهي، ڍڪيءَ ڏمر نانهہ
اگهاڙيءَ وهانوَ ويو ويچاريءَ وسري.

(هن بيت ۾ ان عالمي حقيقت جو ذڪر ڪيل آهي، جنهن کي ماديت چئجي ٿو).

يا

وس بادل وس، تو وسندي وس ٿئي
تو پيڪا، مون ساهرا، ڪنوڻ پلايون رس
تنين ڀاڱين وس، جن ور مٺائي ڀائر ڪيا.

(هتي آخري سٽ جي پوئين اڌ ۾ ڏڪار جي انتهائي سنگين حالت جي تصوير چٽيل آهي، جنهن ۾ بي انتها بک وگهي زال ۽ مڙس، ڀيڻ ۽ ڀاءُ وانگي ٿي ويا آهن ڇاڪاڻ تہ بک هر ٻي انساني خواهش تي حاوي آهي).

2. تہ ڀلا جي ڀٽائيءَ جي شاعريءَ کي ڪٽي ڪو مذهبي نالو ڏجي تہ ڇٽبو تہ شاعريءَ کي بہ مذهب ٿئي ٿو.

3. تہ ڀٽائي جيڪڏهن پاڻ صوفي هو تہ ضروري ناهي تہ هن جي تخليقي فن کي بہ صوفي سڏيو وڃي. ڇاڪاڻ تہ سڀ صوفي، شاعر ڪو نہ ٿيندا آهن ۽ نہ ڀٽائي جي پائي جو ڪو ٻيو صوفي شاعر پئدا ٿي سگهيو آهي. آءٌ شخصي طور سمجهان ٿو تہ ڀٽائي ان ڪري صوفي هو ڇاڪاڻ تہ صوفي مت پنهنجي دور ۾ مذهب جو ترقي پسند پهلو هو. آءٌ اها ڳالهہ قبول ڪرڻ لاءِ تيار ناهيان تہ ڀٽائي

ان ڪري ترقي پسند هو جو صوفي هو. ان لاءِ مون وٽ هي دليل آهي ته”هر سچو ادب“ ترقي پسند ٿيندو آهي ۽ ڀٽائي به سچو فنڪار هو. جيئن ته سچو ادب هر دور ۽ هر سماج ۾ تاريخي سچائيءَ تي ٻڌل هوندو آهي. عوام سان سچو هوندو آهي. غريبن ۽ مظلومن جي مفادن سان سچو هوندو آهي. انهن خلاف سمجهوتو ۽ ناهه نه ڪندو آهي، پنهنجي دور جون حالتون سچائيءَ سان چٽيندو آهي. هر عوام دشمن سماجي، اقتصادي توڙي سياسي رجحانن جي مذمت ڪندو آهي، ان ڪري اهو ادب سچو هوندو آهي.

هن دليل جي روشنيءَ ۾ ڀٽائي صرف”سچو شاعر“ يا ”سچو فنڪار“ ئي سڏي سگهجي ٿو. ڀٽائي کي فقط صوفي، وحدت الوجودي يا اويسي يا ڪو مذهبي نالو ڏيڻ ڀٽائيءَ سان بي انصافي ٿيندي. اهڙي قسم جي پرک کي مذهبي چنبڇاڻ ته سڏي سگهجي ٿو. پر ادبي تنقيد چئي نٿو سگهجي. ڀٽائيءَ پنهنجي شاعريءَ ۾ پنهنجي دور جي سچائي پيش ڪئي آهي جيڪا اَج جي دور جي به سچائي آهي. ڇاڪاڻ ته ڀٽائيءَ جو دور سڏي مغربي سامراجي بينڪيت جو دور هو.(ڊاڪٽر سورلي مطابق پورچوگيز1552ع ۾ سنڌ ۽ هند تي تسلط رکڻ لاءِ آيا هئا).

منهنجو ذاتي خيال آهي ته ادب ۾ هر شاعر جي فن کي اج جي دنيا جي شاعريءَ ۾ مروج فني ۽ ادبي ڪسوٽي تي پرکڻ جو لاڙو قائم ڪيو وڃي. جنهن جي تنوير پنهنجي ڀٽائيءَ بابت ڪتاب ۾ اڳ ئي شروعات ڪري ڇڏي آهي.

هونئن به ادب تي تنقيد ڪندي ادب جي سماجي ڪارج کي جيڪڏهن نظر ۾ رکجي ٿو ته ڀٽائيءَ جي شاعريءَ جو سماجي ڪارج اهو آهي ته هن سترهين صديءَ جي آخر ۾ ۽ ارڙهين صديءَ جي پهرين اڌ واري زماني ۾ هر سماجي ڦرلٽ، پرماريت ۽ بديءَ جي مذمت ڪئي آهي. ان ڪري ئي ڀٽائيءَ جي شاعري پنهنجي دور جي ترقي پسند شاعري آهي. پر هي ڳالهه هتي ئي ختم نه ٿي ٿئي. جيئن ته ڀٽائي جي شاعري اهڙي آهي ۽ هن جي فني ڪماليت ۽ عواميت واري درجي کي اڃا تائين ڪو به سنڌي ٻوليءَ جو شاعر پهچي نه

سگهيو آهي، ان ڪري هن جو پيغام اڄ به اهڙو ئي نئون نڪور آهي، جهڙو هن جي پنهنجي دور ۾ هو. هي پيغام تيستائين نئون نڪور ۽ ترقي پسند رهندو، جيستائين مڪمل برابري ۽ انصاف تي ٻڌل معاشرو قائم نه ٿيندو. اڃا ته ماڻهو، ماڻهوءَ آڏو محتاج آهي. ماڻهو، ماڻهوءَ جو غلام آهي، انسان _انسان آڏو جهڪي رهيو آهي. ان قسم جي سماج خلاف ڀٽائي ننڍي ڪنڊ ۾ رهندڙ مسلمان عوام کي چيو آهي ته:

وحده لا شريڪ لہ، جان تو چوين ايئن
تان مڃ محمد ڪارڻي، نرتئون منجهان نينهن
سو تو وڃبو ڪيئن، نائين ڪنڌ ٻين کي.

هن بيت ۾ ڀٽائي پاڻ ڪو به اقرار ڪو نه ٿو ڪري پر هو ٻين کي مخاطب آهي ۽ چوي ٿو ته"جيڪڏهن توهان چئو ٿا ته الله هڪ آهي ۽ ان جو ٻيو ڪو به شريڪ ڪونهي پوءِ ان جي رسول کي مڃو(جنهن کي پڻ اسلام ۾ سجدو ڪرڻ روا ناهي)، پوءِ ٻين آڏو ڪنڌ چو ٿا نوايو؟

هن بيت تي جيڪڏهن هر مسلمان عمل ڪرڻ لڳي ته هوند ڪو به غريب ڪنهن به رئيس، وڏيري، سردار يا ڪاموري کي ٻيرين پوڻ ڇڏي ڏئي. ان ڪري ڀٽائي جو هي بيت جاگيردار دشمن (anti-feudal) قسم جو آهي. ۽ اڄ به اوترو ئي نئون آهي، جيترو ارڙهين صديءَ جي پهرين اڌ ۾ هو. هن هڪڙي بيت جي ئي روشنيءَ ۾ واضح ٿي سگهي ٿو ته ڀٽائي جيڪو معاشرو ۽ انساني قدر چاهي ٿو سي آئيندي ۾ ئي قائم ٿي سگهن ٿا. ۽ جيستائين اهي قدر مڪمل طور قائم نه ٿيندا تيستائين ڀٽائي هر دور جو ترقي پسند شاعر ليکيو ويندو.

باقي پنهنجي لاءِ ته ڀٽائيءَ هيئن لکيو آهي ته:

"جا اسلامان اڳي هئي، سان سٹائون ٻانگ"

هن بحث مان منهنجي مراد اها آهي ته ڀٽائي نه رڳو 17_18 صدي عيسوي جو ترقي پسند شاعر هو پر هو 20_21 صديءَ جو به ترقي پسند شاعر آهي. جيستائين رشيد ڀٽيءَ جي هن الزام جو تعلق آهي ته مون ترقي پسنديءَ وارو محاورو نه سمجهيو آهي ۽ مارڪسزم کي مون ڀٽائيءَ جي دور جو ترقي پسند

نظريو ڪوئيو آهي، اها سراسر غلط بياني آهي. مون، تنوير تي لکيل تبصري ۾ اهڙي ڪا به ڳالهه نه لکي آهي .هن الزام جو جواب منهنجي ان مضمون ۾ ڇاڻايل آهي جيڪو 16 ۽ 17 فيبروري 1976ع واري هلال پاڪستان ۾ ٻن قسطن ۾ ڇپيو آهي جنهن جو عنوان آهي:"ادب ۾ ترقي پسندي ۽ ڀٽائي" مون ان ۾ اڳي ئي ڄاڻايو آهي ته ترقي پسنديءَ جو معيار هر دور ۽ هر سماج ۾ مختلف ٿيندو آهي ۽ ظاهر آهي ته ڀٽائيءَ ڪارل مارڪس کان گهٽو اڳ جي پئداوار آهي، ان ڪري ڀٽائيءَ جي دور جي ترقي پسنديءَ جا معيار مختلف هئا.
باقي رهيو تنوير جي ادبي غيرجانبداريءَ وارو مسئلو. سو مان وري به ساڳي ڳالهه ورجائيندس ته تنوير پنهنجي ڪتاب ۾ 125 صفحي ۾ هڪ اصول کي قبول ڪيو آهي ته ڀٽائي جي بيتن جون معنائون مختلف مڪتب فڪر جا ماڻهو مختلف ڪڍي سگهن ٿا. اها به ڀٽائيءَ جي شاعريءَ جي خاصيت آهي. ان ڪانپوءِ هن ڀٽائيءَ جي"سپرين" واري اهڃاڻ کي الله ڪوئيو آهي. جڏهن ته منهنجي شخصي راءِ آهي ته ڀٽائي جو استعمال ڪيل لفظ الله پڻ هڪ اهڃاڻ آهي. ڪهڙو اهڃاڻ آهي؟ ان کي هر دور ۽ هر سماج ۾ مختلف مڪتبه فڪر جا ماڻهو مختلف نالو ڏيندا. پلا جيڪڏهن پنهون، سسئي، عمر، مارئي وغيره به اهڃاڻ آهن ته پوءِ الله وارو نالو هيڏي وڏي شاعر جي شعر ۾ ڪيئن اهڃاڻي اهميت نه رکندو هوندو.

سو هي، سو هو، سو اجل، سو الله
سو پرين، سو پساهه، سو ويري، سو واهرو.

رهيو اهو سوال ته ڀٽائي مارڪسزم چو نه پڙهيو هو. سو اهو ظاهر آهي ته مارڪس 1818ع ۾ پئدا ٿيو هو ۽ 1883ع ۾ وفات ڪري ويو هو. ڀٽائي 1752ع ۾ وفات ڪري ويو هو. خود مارڪسزم جنهن انسانيت پرست ادبي ۽ سياسي هلچل hu-manism کان متاثر هو. ڀٽائي ايشيا ۾ ان جي اهم ڪڙي هو.

رشيد ڀٽي پنهنجي ڪالم ۾ ڀٽائيءَ بابت پنهنجو به هڪ نظريو ڏنو آهي ۽ اهو هي آهي ته ڀٽائيءَ سياست کان بيزاري ڏيکاري آهي. جي ايئن آهي ته

پوءِ ڪجهہ سٽون پڙهو:

معلم ماڳ نہ اڳئين، ڦلنگي منجهہ ڦريا.

(هتي ڦلنگي معنيٰ يورپي ماڻهو مولانا وفائي مطابق هي سٽ سنڌ تي پورچو گيزن جي يلغارن بابت خبردار ڪندي ڀٽائي لکي آهي، جيڪڏهن ڀٽائي رڳو مراقبي ۾ ويٺو هوندو هو تہ پوءِ هو ان سياسي مسئلي تي خاموش هجي ها.)

جي تون فارسي سڪئين، گولو توءِ غلام.

(هن سٽ ۾ بہ ڪنهن ڌاري زبان مڙهيندڙن ڪان بغاوت ڪيل آهي. ان ڪانسواءِ حاڪم ۽ محڪوم حالت جو بہ ذڪر آهي، جيڪو پڻ حڪومتي معاملو آهي.)

جاڳو جاڙيجا، سما سک مَ سمهو
پسو آن پاران، لاکو ٿو لوڙيون ڪري.

(ملڪ جي سرحد پارڪان خطري جو اطلاع ڏيندي ظاهر آهي تہ ڀٽائي سنڌ تي ڌارين جي حملن کي نِنديو آهي.)

هن قسم جا ٻيا بہ ڪيترائي بيت جيڪي نهايت فنڪارانہ انداز سان چيل آهن، مثال طور پيش ڪري سگهجن ٿا.

آخر ۾ آءٌ عرض ڪندس تہ بنيادي ڳالهہ اها حقيقت ڳولڻ ناهي تہ جنهن وقت ڀٽائي ڪو بيت لکيو، ان وقت ڀٽائيءَ جي دل ۾ ڇا هو؟ وقتائتي حقيقت هي آهي تہ اڄ جي دور ۾ ڀٽائيءَ جو ڪلام ۽ اهڃاڻ اسان کي ڇا ٿا سيکارين. کهڙي پرينءَ جي ياد ٿا ڏيارين. وهين ويڙهيچن سان، ڀٽائيءَ جو وچن اسان لاءِ عوام سان اٽوٽ انگ آهي يا ڪنهن ازغيبي طاقت سان ناتو. هن ڏس ۾ تحقيق ئي ڀٽائيءَ جي جديد مطالعي لاءِ ضروري آهي. جمال ابڙي تاشقند ۾ هڪ بين الاقوامي ادبي ڪانفرنس ۾ پاڪستان جي نمائندگي ڪندي ويٽنام آمريڪا جنگ جي پسمنظر ۾ ڀٽائيءَ جا ٻہ بيت پڙهيا هئا. انهن جي تشريح ڪندي:

"متو آهين مڇ، تلهو ٿيو ٿونا هٽين"
کي هن آمريڪي سامراجيت ڪوٺيو هو ۽
"سنها ڀانءِ مَ سڀ، وياءَ واسينگن جا"

ڪي ويٽنام جو انقلابي عوام ڪوٺيو هو. ڀٽائيءَ جي ترقي پسنڌ شاعريءَ جي اهڙي تشريح به ٿي سگهي ٿي. ڇاڪاڻ ته ڀٽائيءَ جي شاعري ته ترقي پسند آهي، پر ان جي تشريح ترقي پسند به ٿي سگهي ٿي ۽ رجعت پرست پڻ. اها نقاد جي جوابداري آهي ته جيڪڏهن هو ترقي پسند آهي ته هن کي رجعت پسند لاڙا قائم ڪرڻ نه گهرجن.

# ادب ۾ ترقي پسندي ۽ پٽائي

پٽائيءَ اهڙي دور ۾ گذاريو آهي، جنهن ۾ اها چوٽي عام هوندي هئي ته”فارسي گهوڙي چاڙهسي“. عربي به سنڌ ۾ گهڻو رائج رهي آهي ۽ پنهنجي وقت جي سرڪار بهادر ڏارين ٻولين عربي ۽ فارسي کي وڏي سرپرستي ڏني هئي. پٽائيءَ جي ڪيترن ئي ساڳي دور جي پئداوار شاعرن عربي ۽ فارسي ۾ لکي ان وقت جي حڪمرانن کي راضي رکو پر پٽائي ڪان ايئن اصل نہ ٿي سگهيو. هن سنڌيءَ ۾ لکيو. ڇاڪاڻ تہ سنڌ جي مسڪين عوام ۽ ماروئڙن سان هن پنهنجي ذات ۽ جيءَ کي اهڙي طرح اندران ئي اندران سنهي سئي سان سبي ڇڏيو هو، جو مٽان ان جو ڪو ڳنڍ ٽوپو نظر ئي نہ ايندو هو.

مڙهيو منجهاران، جيءُ منهنجو جن سين.

(منجهاران مڙهڻ اهڙي جديد طرز جي رفو کي چئي سگهجي ٿو، جنهن مان ڪپڙي جي ڦاٽڻ جو ڪو نشان نظر نہ ايندو آهي) تنهن هوندي بہ پٽائي پنهنجي دور جي سيني ٻولين ۾ مهارت رکندو هو. هن عربي ۽ فارسي ٻوليءَ جي لفظن ۾ ڪيترن ئي هنڌن تي اهڙي ساخت ۾ رکيو آهي، جو اهي سنڌي ٿي وڃن ٿا.

مون کي ڏنءُ ڏيئي، وڃي ڍوليو ڍٽ قرارئو.

(قرار لفظ جي فعلي صورت تہ ڏسو ڇڻ سنڌي آهي)

ساڳي طرح پٽائيءَ عربي جون ڪيتريون ئي نظماٽيون ۽ شاعراٽيون سٽون ڪٽي پنهنجن بيتن جي اڳ يا وچ ۾ ايئن پيوند ڪري ڇڏيون آهن، جو واقعي حيرت وٺيو وڃي. ڪي ماڻهو چون ٿا تہ پٽائي”امي“ هو. ڪهڙو اڻ پڙهيل جٽ ههڙو بہ سٺو بيت لکي سگهي ٿو:

سوئي راهہ، رد ڪري، سوئي رهنما
و تعزمن تشاءُ، و تزل من تشاءُ.

ٽي ايس ايليٽ پنهنجي مشهور نظم waste land ۾ سنسڪرت ٻوليءَ جا مشهور لفظ:”دتا، ديڌو، دم يتا، شانتي، شانتي، شانتي“ جنهن خوبصورتيءَ سان

استعمال ڪيا آهن، ان ڪي پڙهڻ ۽ پرجهڻ لاءِ، مري وري جيئڻ تي دل چوندي آهي. پر پيٽائي جو هي رفو پنهنجو مٽ پاڻ آهي.

هتي سوال ٿو پئدا ٿئي تہ جيڪڏهن ٽي ايس ايليٽ انگريزي نظم سنسڪرت جو استعمال ڪيو آهي تہ ڇا هو هندو ٿي ويو؟؟ ان سوال جو جواب، پيٽائي بابت اٿاريل انهيءَ سوال جو جواب آهي تہ ڇا پيٽائي مذهبي شاعر آهي؟؟ در حقيقت شاعر صرف شاعر هوندو آهي ۽ پيٽائي جهڙي"ڏات ڏٽي" لاءِ گهٽ ۾ گهٽ ايئن چوڻ تہ بهتان آهي. شاعريءَ کي مان تہ اجا بہ ڪجهہ وڌيڪ ٿو سمجهان پر جي انهيءَ مولانا رومي جي وصف مطابق"شاعري جز ايست از پيغمبري" بہ تصور ڪيو وڃي. تڏهن بہ اهو دليل سمجهڻ جهڙو ۽ سائنسي سوچ مطابق آهي تہ پيغمبر ڪنهن بہ پراڻي مذهب جا پوڄاري نہ هوندا آهن. هو پيغمبر ئي تڏهن ٿيندا آهن جو انسان ذات کي هڪ نئون فلسفو هڪ نئون نظريو ڏيندا آهن.

ان پٽاڙ مان مراد هئي تہ پيٽائي جي اها شاعري جنهن ۾ عربي ٻوليءَ يا قرآن جون سٽون استعمال ٿيل آهن سا بہ ترقي پسند آهي، ڇاڪاڻ تہ هن جو صوفي مٽي جو ڇاهہ خود ان وقت جي مذهبي مانداڻ جو ترقي پسند لاڙو هو.

# قومي ۽ طبقاتي سوال ۽ شاهه عبداللطيف ڀٽائي

ڀٽائيءَ جو وطن بابت نظريو ڏاڍو فيلسوفياڻو ۽ انوکو آهي، جنهن جي مطالعيءَ سان موجوده سنڌ ۾ قومي ۽ طبقاتي سوال کي عوامي مفادن وٽان سمجهڻ ۾ خاصي مدد ملي سگهي ٿي.

پنهنجي شاعري ۾ ڀٽائيءَ "وطن" جو ذڪر خاص ڪري "ڀنڀور" ۽ "ملير" جي حوالي سان ڪري ٿو ۽ ايئن لڳي ٿو ته ڀنڀور جو ذڪر ڀٽائيءَ "ملڪ" جي معنيٰ ۾ ڪيو آهي ۽ ملير کي "وطن" ڪري ڄاڻيو اٿس.

عمر آءٌ مري تان نه ڇڏيندي، متي ماروئڙن جي.

حيف تنين کي هوءِ، وطن جن وساريو.

۽ ڀنڀور لاءِ چيو اٿس:

پڇاڻان پرين، ڏجي باهه ڀنڀور کي.

ڀٽائيءَ جي رسالي ۾ ملير هڪ خوشحال، ڪشادو، پرامن ۽ آزاد وطن نظر اچي ٿو.

نه ڪا جهل نه پل، نڪو رائر ڏيهه ۾
آٽيو وجهن آهرين، روڙيو رتا گل
مارو پاڻ امل، مليرون مرڪٽو.

جت ڪرڙ ڪنا ۽ ڪاهيون، پال پڪا ۽ پڪ
سرهيون سي سرتيون، حاضر پاسي حق
ماروئڙن سين ماڙيان، شال منڊائتي مڪ
ڪنڪاريان خلق، جا تر ڇائي ۾ ٿوهرين.

پر پوءِ ڀٽائيءَ جو "سونهارو ساٿيهه" جڏهن ڪنگن ڪالوري ڪنو ڪيو ۽ ڀٽائيءَ جو "وطن ٿيو وري، ڪوڙن ڪانيرن جو" ته پوءِ وطن جي ان صورتحال جو ذڪر

پٽائيءَ پنيور جي حوالي سان ڪيو آهي، جنهن مان لڳي ٿو پنيور ۾ سک بہ ڏکن وانگي ڏنگي رهيا آهن.

ورلڪن جي لوڏ، گهوريا سک پنيور جا.

............

آتڻ اورانگهي ويا، ڪري ڪميٽي ڪيئن
هاٽي گهرجي هيئن، تہ ڏجي باهہ پنيور کي.

هتي پٽائيءَ پنيور ڏانهن ڏڪارو رويو ان ڪري اختيار ڪيو آهي، ڇاڪاڻ تہ "سڄڻ" هن جي "ساٿيهہ" مان هليو ويو آهي. جنهن ڪانپوءِ پنيور ان جي لائق ٿي پيو آهي تہ ان کي باهہ ڏئي ساڙي رک ڪري ڇڏجي.

پوءِ جڏهن پٽائي جي ملڪ ۾ اهڙي هچا اچي ٿي پوي جو سيئي مورمري ٿا وڃن. هنج هليا ٿا وڃن، سرسڪي وڃي، ڪنڌين تي اڪ ڦلارجي وڃن، جهنگل آهيڙين لاءِ پارڪيڻ لڳي، وڻن مان وونئڻ غائب ٿي وڃن. ڪاتاريون ڳوليون نہ لين ۽ سنڌ جي ڪاريگرن جا آڱوٺا ڪپيا وڃن تہ جيئن هو ڪتي نہ سگهن ۽ ڪپهہ جي ڪچي مال جي ڦرلٽ ڪجي تہ پوءِ پٽائي چئي ٿو:

ڪلهي ڦاٽو ڪنجرو، مٿو اگهاڙو
منهنجو ڪجاڙو پينر هن پنيور ۾.

پنيور جي ظالماڻي علامت کي پٽائيءَ وڏيڪ تفصيل سان بيان ڪندي چيو آهي تہ:

پڳس جان پنيور ڪان، تان سور مڙوئي سک
ڪر ڪو واڪو وس، ويهہ مَ منڊ پنيور ۾.

پينر پنيوارن، پڇو تان ابهو.

پينر هن پنيور ۾، دوزخ جو دونهون.

۽ اهڙي ڪيفيت جا بيا بہ ڪيترائي بيت ملن ٿا جن ۾ ماڻهو جو جيئڻ جنجال

نظر اچي ٿو ۽ ڀٽائي جو ديس ان عرب شاعر(محمود درويش) جي ديس وانگي لڳي ٿو، جنهن بابت ان چيو هو تہ"هي ملڪ اسان جي جيون ۾ قبر وانگي ڪوٺي قائم ڪيو ويو آهي." البت مجموعي طور تي ڀٽائي"سڄڻ ۽ ساڻيهہ" جي ٻنهي فلسفي جو ڳانڍاپو آهي. ڀٽائي وطن ۽ عوام جي مفادن کي گڏي هلائڻ وارو شاعر آهي.

ڪي ڌرتتي ماءِ، ڪي ڇر سِندي سڄڻين
هلي ۽ ڒاجهاءِ، ٻنهي جيرن وچ ۾.

ڀٽائي جو نظريو ان لحاظ کان قومي ۽ طبقاتي جدوجهد جو هڪ خوبصورت سنگم آهي جنهن ۾ ڌرتي ۽ عوام کي جدا جدا ڪري نہ ٿو سگهجي. هڪ طرف تتل ڌرتي جي ڇر آهي ۽ ٻئي طرف سڄڻ جي سڪَ _هڪ طرف وطن آهي ۽ ٻئي طرف عوام _هڪ طرف قومي جدوجهد جو مسئلو آهي ۽ ٻئي طرف طبقاتي ڪشمڪش جو سوال آهي، ان پيچيده راهہ جي وچ تي ڀٽائي جو ڪردار ٻنهي طرفن ڏانهن واجهائيندي اڳتي وڌي رميو آهي. ڀٽائيءَ جي هن سوچ کي موجوده دور جي تقاضائن مطابق پرکيندي ائين چئي سگهجي ٿو تہ ڀٽائي قومي ۽ طبقاتي سوال جي جدلياتي ڳانڍاپي جو مڪمل شاعر آهي.

ڀٽائي 1752ع ۾ وفات ڪري ويو هو ۽ ڪارل مارڪس 1818ع ۾ ڄائو هو. اهڙي طرح شاهہ عنايت جي هارين واري تحريڪ جنهن کي 1717ع ۾ وحشياڻي طريقي سان ڪُچليو ويو هو، اها سال 1794ع ۾ پئرس ڪميون واري تجربي کان ڪي 72 سال اڳ سنڌ جي سرزمين تي ظاهر ٿي هئي. ڀٽائي ان وقت 28 سالن جو ڳڀرو نوجوان شاعر هو جڏهن شاهہ عنايت واري هارين جي تحريڪ هلي رهي هئي. ان لحاظ کان سماجي سائنس جا اجوڪا قدر ۽ اصطلاح سترهين صدي عيسوي جي پوئين ڏهاڪي ۽ ارڙهين صدي جي آخري اڌ ۾ مروج ڪو نہ هئا. البت سماجي اٿل پٿل جا عالمي ارتقائي قدر پنهنجي ڪلاسيڪل شڪل ۾ موجود هئا، جن کي ڀٽائيءَ ۽ سنڌ جي ٻين انقلابي صوفين سيڪيولر نظرئي مطابق سنڌي شاعريءَ ذريعي قائم ۽ دائم رکيو. اهي عالمگير نوعيت جا سماجي قدر ۽ انسانيت پرستي جا عظيم اصول اڳتي هلي، دنيا جي انهيءَ جديد سائنسي نظرئي جا فيلسوفياڻا بنياد

بڻيا، جن کي موجوده دور ۾ مارڪسزم چيو وڃي ٿو.

ڏکيون جان نہ مڙن، تان تان پنڻ نا ٿئي.

جيڪڏهن اکرن ۾ اڙڻ کان پاسو ڪيو وڃي ته پيڙائيءَ جي هن بيت ۾ ان جديد بين الاقوامي نعري وچ ۾ ڪو خاص فرق نظر نہ ٿو اچي، جنهن ذريعي دنيا جي پورهيتن کي متحد ٿيڻ لاءِ چيو ويو آهي.

پنڻ جي پورهئي مان، ڪنهن نہ پريا پل
مانجهي سي امل، هر جنين جي هٿ ۾.

# پورهيي جو جمالياتي نظريو ۽ پيتائي

هن ڌرتي جي مٿاڇري تي انسان ٻن اکين سان جيڪي ڪجهہ ڏسي سگهي ٿو، ان مان جيڪڏهن انسان جي تخليق ڪاٽو ڪري ڇڏجي تہ باقي ڇا بچندو؟ ان سوال جي جواب تي گهرو سوچڻ سان هن سهڻي، رنگارنگي ڌنوان ڌرتيءَ کان ڊپ ۽ وحشت ٿيڻ لڳي ٿي. جيڪڏهن هن ڌرتيءَ تي وڻ نہ هجن، جايون اڏيل نہ هجن، رستا وڇايل نہ هجن، باغ باغيچا نہ هجن، کاٽيون ۽ کوهہ نہ هجن، ڪارخانا ۽ ڪپڙو نہ هجي تہ هوند انسان جو جياپو ناممڪن نہ تہ مشڪل ٿي پوي.
انهن سيني شيئن جي موجودگي ئي هن ڌرتي کي رهڻ لائق بنايو آهي. هيءَ ڌرتي سهڻي ئي ان ڪري آهي، جو ان ۾ انساني تخليق، انساني پورهيو ۽ انساني هٿ جي ڪرت جو وجود آهي. ان حقيقت کي تسليم ڪرڻو ئي پوي ٿو تہ هن ڌرتي کي سونهن بخشڻ وارو پورهيت آهي. پلي پوءِ اهو هاري هجي، مزدور هجي،واڍو يا ڏکڻ هجي، انجنيئر يا ڊاڪٽر هجي، اديب يا شاعر هجي يا ڪو ٻيو فنڪار.

ڌرتي تي پورهيت جي پورهئي مان سونهن ڦٽي نڪري ٿي، اها بہ ساڳي حقيقت آهي. ان ڪري سونهن زندگي آهي، جياپو آهي. انساني وجود آهي. جيڪو پنهنجي تڪميل لاءِ تيز ٻرانگهون پائيندو ارتقا جي رستي تي اڳتي وڌي رهيو آهي ۽ سونهن جي خالق جي تخليق هن جو پورهيو ئي آهي. اهو ئي سبب آهي جو انسان پنهنجي تخليقي پورهئي سان ڌرتيءَ تي جيڪا هترادو ۽ پنهنجي جوڙيل سونهن پئدا ڪئي آهي ان کي ٻيو روپ(سيڪنڊ نيچر) سڏيو وڃي ٿو. هن سائنسي ۽ تاريخي حقيقت کي نظر ۾ رکي جيڪڏهن ادب جي جمالياتي نظرئي تي سوچجي ٿو(جنهن کان سواءِ ادب اهڙو ٻسو ۽ سطحي لڳندو جهڙي ڌرتي انساني تخليق کانسواءِ) تہ پوءِ ان پوءِ ان فيصلي تي پهچڻو پوي ٿو تہ، جيڪڏهن ڪو اديب يا فنڪار پنهنجي ادب يا فن تخليق ڪرڻ وقت پورهيت ۽

سندس پورهئي مان جمالياتي اتساهہ نہ ٿو وٺي سگهي تہ پوءِ اهو سچو فنڪار ٿي ناهي. اهو ترقي پسند اديب ٿي ناهي. اهڙو اديب يا فنڪار گهٽ ۾ گهٽ هن ڌرتيءَ جو رهواسي ڪوٺائي نہ سگهندو جنهن پنهنجي ذات کي هن ڌرتي جي سونهن ۽ سڳنڌ ۾ نہ وهنجاريو هجي ۽ پنهنجي ذات جي پيٽا هن ڌرتي جي سونهن جي خالق (پورهيت) کي نہ آڇي هجي.

ادب ۽ جماليات، هڪ لحاظ کان ساڳئي شئي آهن. ڇاڪاڻ تہ سونهن ئي اها محرڪ قوت آهي، جيڪا ادب کي انساني خيال جي کوهہ مان ڪڍي ٻاهر ٿي ڪري. ۽ وري سونهن ڪنهن خيالي چيز جو نالو ناهي. سونهن مادي شئي آهي. ان کي ڪو رنگ آهي، مادي وجود آهي، نہ تہ سونهن ڪجهہ ناهي. فطرت بہ سونهن سان ٽمٽار آهي، پر انسان جي پئدا ڪيل نئين مادي فطرت بہ گهٽ سهڻي ڪانهي. فطرت جي هن مادي روپ جي تيار ٿيڻ واري عمل کي پورهيو چئجي ٿو. جيڪو ظاهري تہ سهڻو نٿو لڳي، پر ان جو نتيجو اهڙو سهڻو آهي، جهڙو چنڊ، تارن ڀري رات، چانڊوڪي يا ڪا سهڻي اِڪ.

ڪنير جڏهن چڪ تي ويهي، ڳوهيل مٽيءَ جو بي ترتيبو ڳوڙهو آڏو رکي پنهنجي ڪمزور، سڪل، ڳرُ لڳل، ڪارن ۽ ڪوجهن هٿن سان ان کي ٺاهيندو آهي تہ هن جي ڪوجهن هٿن ۽ ڦڏين آڱرين جي وچ مان هڪ خوبصورت گلدستو ڦٽي نڪرندو آهي. جيڪو اهڙا ماڻهو پنهنجن ڊرائنگ رومن ۾ رکڻ لاءِ آتا هوندا آهن، جيڪي ڪنير جي ذات کان نفرت ڪندا آهن ۽ هن جي پورهئي کي مال غنيمت سمجهي لٽيندا ۽ ڦريندا آهن.

پيٽائي پورهيت جي انهن ڪارن، ڪوجهن، ڳرُ لڳل، سُڪي ٺوٺ ٿي ويل هٿن کي سونا هٿ ٿو ڪوٺي ۽ انهن جي چرپر مان جمالياتي ڇڪ ٿو محسوس ڪري:

سر ڪاپائتي ۾ چوي ٿو:

سون ساريڪا هٿڙا، ڪوهہ نہ ڪتين رڏ
ويهي ڪُنڊ ڪاپو ڪَڍ، ڳهتون گوهيون ڇڏِ
تہ صرافاڻي سڏِ، مرڪي هوند مٽائين.

ڀٽائي جي شاعريءَ ۾ جتي ڪٿي پورهيت طبقي جي ماڻهن جي عظمت ڏيکاري وئي آهي ۽ اميرن، بادشاهن، ڦورن لٽيرن، ظالمن ۽ عوام دشمن ڪردارن کي نيچ ڄيو ويو آهي. پورهيت جي تعظيم شان ۽ مانَ کان علاوه پورهئي جي پڻ وڏي تعريف ڪئي اٿس.

هيٺئين بيت ۾ پورهيت"اوڏن" جو همدرديءَ سان ذڪر ڪيو ويو آهي."تر جي ڏاڙيل ۽ ڦورو"لاکيءَ لاءِ شڪايتي انداز اختيار ڪيو ويو آهي:

چنل چڄ هٿن ۾، ڪلهن ڪوڏارا
پورهئي خاطر پنهنجي، اٿن سوا
اوڏ ٻه ويچارا، لاکا وڃن لڏيو.

هاڻي پورهيت اوڏن ۽ لاکي ظالم لاءِ ڀٽائي جا جذبا ڏسو تہ ڪهڙا آهن:

اڏيو جو اوڏن، سو شل ڏنگر ڏلو مَ ٿئي
جنهن ڀر ويهي ڪن، ليکو لاکي چام سين.

چند ٻيا بيت جن ۾ ڪمي ڪاري ڪردار چٽيل آهن:

ڀلي ڪري آئيو، ڏاٿارو ڏيهاءَ
ڀڳي ڪٽ سڄي ٿي، لٿي چاڪ ڳراءَ.

مٿن ٽپڪ ٽپڪڙا، چڪندڙا اڇن
ڪڙيون ڪيهہ ڀڪليون، ڀگهر سر ڀيرن
اي وَڙُ ويڙهيچن، مون لوڏان ئي لکيا.

پاڻيءَ هاريءَ سيڪا، جا سر گهڙو ڀري
ڪا لڌ ڀري سڄڻين، ڪا پورهئي ڪاڻ ڀري.

ڀٽائيءَ وٽ پورهئي جو جمالياتي مشاهدو ايترو ئي فنڪارانہ ۽ تخليقي آهي، جيترو هن جي شاعري، قديم سنڌ ۾ سٽ ڪتڻ ۽ آڏاڻن جي چڱي خاصي صنعت موجود هئي. ڊاڪٽر سورلي لکيو آهي تہ، رڳو نصرپور ۾ ئي ٽي هزار آڏاڻا هلائڻ وارا خاندان هوندا هئا. ان ڪانسواءِ دربيلي، گمبٽ ۽ سيوهڻ

مان بهترين ڪپڙو نهي تيار ٿيندو هو.
اهڙي طرح سنڌ جي وڏي اڪثريت هيٺين طبقي جي ماڻهن جي روزگار جو وسيلو ڪپڙو اُڻڻ هو. جيڪو سنڌ جا اسرنڌڙ وڏيرا دلال جي حيثيت ۾ انگريز کان ڪميشن وٺي ان کي سستي اگهه ۾ وڪرو ڪري ڏياريندا هئا. ڪپڙي اُڻڻ وارا هڪ لٽي ۾ گذاريندا هئا.

اتر ڏني اوت، مون سَوَڙ نه گبرو
چارئي چنيءَ پوت، ريڙهيندي رات گئي.

۽ گورا فرنگي وائلون پائيندا هئا. پٽائي هن ڪرِت وارن ماڻهن ڪورين ۽ ڪاتارين بابت تمام گهڻا بيت چيا آهن.(ياد رهي ته ان وقت جي قديم جاگيرداري دور ۾ ڪورين کي گهٽ ذات ليکيو ويندو هو ۽ اڄ به وڏيرڪي ثقافتي اثرن ڪري ٻهراڙين ۾ اهو لاڙو عام آهي. پٽائي نه رڳو ڪورين کي ڳاتو آهي، پر هنن کي ماڻهپي جو مڪتب ڪوٺيو آهي.)

هلو ته هلون ڪورئين، جتي نازڪ نينهن
ڳنڍين سارو ڏينهن، ڇنڻ مور نه سکيا.

ڪورين جي ڪرِت ظاهر آهي ته سُٽَ جي تندن کي ڪپڙي جي تاڃي پيٽي ۾ تبديل ڪرڻ هوندي آهي ۽ جتي جتي ڪو ڌاڳو ڇڇي پوندو آهي، اتي ان کي ڳنڍي پوءِ اڳتي وڌندا آهن. پٽائي ڪيڏي نه ان مان سماجي ڳانڍاپي، ميٺ محبت ۽ اتحاد جي سوچ ڏني آهي. ڪورين جي ڪرت، جيڪا ظاهري طرح گدلي هوندي آهي، ان کي پٽائي ڪيڏو نه تقدس ۽ سونهن ڏني آهي. هن قسم جي پورهئي مان به پٽائي فنڪارانه جماليات جا ڍڪ پريا آهن.

هيٺ ڏنل بيت ۾ وري ٻين پورهيتن جي زندگي جو احوال آهي جن جي پاند سان پلوَ لڳندي وڏن ماڻهن ۽ شاهوڪارن کي لڄ ايندي آهي:

ڪاريون، ڇاريون، ڇچ ڇپريون، جن جي محبت مڇيءَ سان
وهن، رهن سر ٻانڌئين، سيئي بدبوءِ هاڻ
لڏڙن جئن لطيف چئي، پاٽي وجهن پاڻ

تن ملاحن جو ماڻ، سمي سرڪيو پاهنجي.

اهڃاڻي طور تي ڄامِ سموتي پنائي مڇيرن سان ڏسو ته ڪيئن تو پيار ڪري، هنن جي پورهئي جو ڪهڙن لفظن ۾ ذڪر ٿو ڪري ۽ ان مان ڪيئن سونهن جو مشاهدو ٿو ڪري:

ڪکي هاٽيون ڪاريون، ڇڇيءَ هاٽا ڇڄ
پاند جتي جي پاندسين، لڳو تئي لڄ
سمو ڄام سهڄ، ايو ڪري ان سين.

ڪاريون ڪوجهيون ڪُوڙيون، مُور نه موچاريون
وٺي وينيون واٽ تي، ڪکيءَ جون ڪاريون
انين جون آريون، سمي ريءَ ڪير سهي.

هينئين بيت ۾ پنائيءَ جي طبقاتي جانبداري ڏسو. راڻين بادشاهزادين، سَمين، سومرين جي ڀيٽ ۾ مهاڻين ڪي تعظيم وارو ڪيو اٿس، ڇاڪاڻ ته اهي پورهيت آهن، پئداواري قوت آهن، جن تي سماج پلجي ٿو:

ڪوءِ سميون، ڀنِ سومريون، جي اچن اونچي ڳاٽ
وَرَ سي ڪينجهر، ڄائيون، جن تماچي جي تات
راڻين مُلا رات، ماڻڪ ميءَ پرائيو.

هاريءَ جي شان ۾ پنائي جي هينئين سٽ پنهنجي جمالياتي پهلوءَ سميت پنهنجو مٽ پاڻ آهي:

مانجهي سي امل، هَر جنين جي هٿ ۾.

هتي هاري کي اهڙو مانجهي مڙس ڪوٺيو ويو آهي، جنهن جو ڪو به مُلهه ڪونهي. بي بها آهي. ڇاڪاڻ ته من جي هٿ ۾ هَر آهي. هر ۾ ڀيل هٿ جڏهن پنائي جي شاعريءَ جو موضوع ٿئي ٿو ته ان ۾ ڪنهن ڪنواري ميندي‌ءَ رتل هٿ کان به وڌيڪ سونهن آهي.

ٿر جا مارو ماڻهو جڏهن سڳا وٺي، رنگي، گهوٽ ڪنوار کي ٻڌن ٿا، جڏهن نظر لڳڻ کان بچائڻ لاءِ ڪنهن پوريءَ ٻانهن ۾ ڪارا ڌاڳا وجهن ٿا ته پنائي انهن کي

سون برابر ٿو سمجهي، انهن ۾ پٽائيءَ کي سون واري سونهن ٿي نظر اچي.

سون برابر سڳڙا، پانهن پڌائون.

سگر ساهيڙين سان، ساٿيهه منجهه سٽيندي
اٿا مينهن ملير ۾، ڏاڳا ڏيڙ ڏوئيندي
عمر، انهين ڏيهه جا، ڪو ڏرَ قوت ڪريندي
گلون گولاڙن جيون، جهپي ساڻ جهٽيندي
ڪوڪڙ ڪنڊيئڙن ۾، ڦڪيو ڦڪ پريندي
عيدن برادن تي، ڪهه مانڌاٽيون ڪيندي
پسي ڪائي پيٽ ۾، ڏونرا ڏنءُ آءٌ ڏيندي
عمر، آءٌ وڙهيجن ڏي ويندي، عمر، آءٌ ماروئڙن ڏي ويندي

سگر سٽڻ، ميرا لٽا ڌوئڻ، ٿر جا گاهه رڏي ڪائڻ، جهنگلي ميوا لاهي ڪائڻ ۽ ڦڪ پري ڪائڻ وغيره سنڌ جي ٿر وارن غريب ترين ماڻهن جي روزاني زندگيءَ جو نقشو آهي. هي زندگي جيڏي ڏچي واري آهي. ڏکي آهي ۽ ميهڻي هاب آهي، اوتري ئي پٽائيءَ لاءِ سهڻي ۽ سڳنڌ پري آهي.

پٽائيءَ پنهنجن ڪيترن ئي بيتن ۾ پورهئي ڪرڻ جي تلقين ڪئي آهي ته پورهيتن ڪان جڏهن پورهئي جا موقعا ڇنيا ويا آهن ته انهن تي نهايت جذباتي طور ماتم ڪيو اٿس:

ايءُ نه پانن پيرن جئن ڪينر ڪليءَ ٽنگيو
سونهاري صبح سان، وجهين وينين وير
توکي چوندو ڪير، ڏاران ڪيرت مڱڻو.

# پٽائيءَ جي شاعريءَ جو جاگيردار دشمن پهلو

پٽائيءَ جو دور سياسي، سماجي ۽ اقتصادي طور نيٺ جاگيرداري دور هو. سنڌ ۽ هند ۾ مشيني صنعت اڃا منهن نہ ڪڍيو هو. ماڻهو پوک ڪندا هئا ۽ سنڌ نيٺ زرعي علائقو هو. ڪچي مال ڪان مشهور هو ۽ ڪپهہ مان ڪپڙي ٺاهڻ واري غير مشيني صنعت وجود رکندي هئي. سنڌ جا حاڪم مغل هئا پر پٽائيءَ جي ئي حياتيءَ ۾ مغل شهنشاهت ٽٽي وئي هئي ۽ سنڌ ۾ ڪلهوڙن کي اقتدار مليو هو. ڪلهوڙا جاگيردار هئا. ڪين سنڌ جي ڏيگهہ ويڪر ۾ جاگيرون هيون. مقامي جاگيردار سنڌ ۾ پنهنجي ملڪيت جي حفاظت ڪرڻ جي مفاد ۾ هر قسم جي ڏاري امداد حاصل ڪرڻ لاءِ آتا هئا. اهڙي طرح هنن ڪيترا پيرا پرڏيهي جنگي سالارن ۽ آخر ۾ انگريزن کي بہ آجيان ڪري سنڌ ۾ رهايو.

پٽائي جي وقت سنڌ ۾ پئداواري رشتا بہ نيٺ جاگيرداري قسم جا هئا، ان ڪري غربت چوٽيءَ تي پهتل هئي. سماجي قدرن ۽ ثقافتي لاڙن تي جاگيرداري اثر هو. عوام ۾ تعليم ڪانہ هئي، مذهبي جنون گهٽو هو. عورت جي عزت ويڪائو مال جهڙي هئي. وڏيرڪي ڦرلٽ کي غريب ۽ اپوجهہ ماڻهو پنهنجن عملن جي شامت سمجهندا هئا. صبر ۽ شڪر هر درد جي دوا هوندو هو. ان دور ۾ پٽائي هڪ باغي شاعر بڻجي، جاگيرداري قدرن خلاف زوردار ادبي محاذ کوليو، جنهن ڪري هن کي ختم ڪرڻ لاءِ وقت جي جاگيردار حاڪمن ڏاڍا حربا استعمال ڪيا. هن کي عورتون پيش ڪري لالچ ڏني وئي، پر پٽائيءَ چيو:

جي چورين ڏنا چال، تہ بہ لاهوتي لنگهي ويا.

نيٺ پٽائيءَ کي انڊرگرائونڊ ٿيڻو پيو ۽ هڪ وڏي پير گهراڻي جو فرزند- پٽائي، جوڳين ۽ سامين، گيڙوءَ رتن فقيرن ۽ سيلانين سان ملي هنگلاج ۽ گنجي جا سير ڪيا.

پائي سچ ڪٺا، لڪا پٽن لوڪَ ۾.

سرڪاهوڙي ۽ پٽائيءَ جي ٽيهہ اکري هن جي انڊرگرائونڊ تي وڃڻ جي شاهدي

ڏين ٿا. پيٽائيءَ پنهنجي جاگيردار دشمن تحريڪ هلائيندي سنڌ ۾ رهندڙ غلاميءَ ۾ جڪڙيل جنوني مسلمانن جي وڏي اڪثريت کي اسلام جي تعليم جي روشني ۾ سمجهائڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ چيو:

وحده لا شريڪ لہٗ جان تو چوين ايئن
تان مڃ محمد ڪارڻي نرتئون منجهان نينهن
سو تون وڃين ڪيئن، نائين ڪنڌ ٻين کي.

يعني جيڪڏهن تون اقرار تو ڪرين تہ الله هڪ آهي ۽ هن جو ٻيو ڪو شريڪ ڪونهي ڪو تہ پوءِ ربّ جو محمد کي هن جو رسول مڃ ۽ وڏيرن، سيٺين، نوابن، حاڪمن ۽ جاگيردارن آڏو چو تو سجدا ڪرين؟؟ پر ويچارو عام ماڻهو وهمن وسوڙيل هو. صدين جو ڦريل ۽ لٽيل هو. هو صبر کي هر ڪنهن تحريڪ هر ڪنهن مزاحمت ۽ هر ڪنهن مقابلي تي ترجيح ڏيڻ لاءِ مجبور هو پر پيٽائيءَ چيو:

صبر ۽ شڪر کي، ڪاڏي آءٌ ڪندي
آهيان جنهن سندي، سو تہ گهرجي ساڻ مون.

هن ماڻهن کي چيو تہ:

روزا نمازون، اي پڻ چڱو ڪم
او ڪو ٻيو فهم، جنهن سان پسڻ پرينءَ جو.

اڪ الٽي ڏار، ونءُ الٽو عام سين
جي لهوارو لوڪ وهي، تون اوڇو وهہ اوڀار
منجهان نوچ نهار، پر پٽيرو پرينءَ ڏي.

عام ماڻهن کي وقت جي حاڪمن جيڪو سڌو چارو ڏسيو هو جنهن طرح زندگي گذارڻ جو منوقعو ڏنو هو ۽ جنهن حالت ۾ هلايو هو، ان کي ڪو بہ ترڪ ڪري نہ سگهندو هو. ان وڏيرڪي صراط المستقيم خلاف پيٽائيءَ چيو:

جهنگل هليا، سي نہ پليا، راهہ هليا ڦرجن.
قبن ڪونهن پير، مرشد مساڻن ۾.

جاگيرداري سرشتي ۾ عورت کي ڪا بہ اهميت نہ هوندي آهي، هوءَ مرد جي ذاتي ملڪيت ڪري ليکي ويندي آهي. ڀٽائي سنڌ جي قديم لوڪ ڪهاڻين مان عورتن جي ڪردارن کي بيهر تخليق ڪيو ۽ انهن ۾ بغاوت سمايائين. مارئي کي ڌرتيءَ سان اڻوٽ پيار ڏنائين ۽ عمر جهڙي ڏاڍي جاگيردار حاڪم کي مارئيءَ واتان چورايائين تہ:

جي لوڻ لڱين لائين، چيري چيري چم
تہ ڪر مون اڳي نہ ڪيو، اهڙو ڪوجهو ڪم
جان جان دعويٰ دم، تان تان پرت پنهوارسين.

سهڻيءَ کي عورت جي انساني آزادي جو متوالو ڪردار ڪري چٽيائين ۽ ان وقت جي ۽ هاڻي وارن جاگيردار ۽ وڏيرڪي قسم جي روايت ڪان بغاوت ڪرايائين.

ساهڙ ڏاران سهڻي آڏوتي آهي
ڪنديون جو ڪاهي، پاسي تنهن پاڪ ٿئي

يا

ساهڙ ڏاران سهڻي، نسوري ناپاڪ

..........

ڏم پاسي ۾ ڏڪندو، صحت وٺ سنگهار

............

هو جي وچن جا وچار، پاسي تن پاڪ ٿئي.

سسئي کي عورت هوندي ايڏو بهادر، بانڪو ۽ بي ڊپو ڪردار ناهيائين جو هر مشڪل ڪان مشڪل جدوجهد جي علامت ٿي سگهي ٿي.

آڏو ٽڪر ٽَڪر ٽُڪر متان روهہ رتيون ٿئين.

مومل ڪان تہ ڪاڪ محل جوڙايائين پنهنجي روايتي قدرن ڪان بلڪل ابتڙ هڪ ڪردار ڪري پيش ڪيائين.

هلو، هلو، ڪاڪ تڙين، جتي نينهن اڇل
نہ ڪا جهل نہ پل، سڀ ڪا پسي پرينءَ کي.

سورٺ کي عظيم عورت ڪري پيش ڪيو اٿس، جنهن سَتيءَ واري رسم جو پرم

رکي دنيا جي هر عورت جو منهن مٿي ڪيو آهي. ۽ ان ڪانپوءِ وڏيڪ سورٺ جي عظمت ان وقت محسوس ٿئي ٿي، جڏهن هوءَ ور مٿان قربان ٿئي ٿي، جيڪو ڪنڌ ڪي تند ڪان مهانگو نہ ٿو سمجهي.

ناريون ناڏ ڪرين، تہ راڄا رات رمڳيو.

پدمڻيءَ جا ڪردار اهي جيسلميراڻيون عورتون بہ آهن، جن پنهنجي مقصد خاطر پنهنجي عصمت بہ قربان ڪري ڇڏي آهي، وڏيرڪي ثقافت ۾ اهڙيون حرڪتون ڪڏهن بہ روا ٿي نہ ٿيون سگهن، پر پدمڻيءَ انهن کي جس ٿو ڏئي.

تن جيسلميراڻين جسُ، جي لِ الله ڪارڻ لنديون.

اهڙي طرح پدمڻيءَ جا سڀ ڪردار جن جي پدمڻيءَ تعريف ڪئي آهي. اهي پنهنجي وقت ۾ جاگيرداري دور جا باغي ڪردار هئا.

پدمڻي جڏهن هاريءَ جي شان ۾ چوي ٿو تہ:

مانجهي سي امل، هر جنين جي هٿ ۾.

غريب پورهيتن جي زندگي چنڊ تي گهٽو لڪي ٿو. مهيرن، ڪنيارن، ڪورين، ٿاٿارين، پچارن، گهاتن ۽ مارن کي اهميت ڏئي ٿو ۽ اميرن، ڦورن، ڏاڙيلن ۽ سومرين شهزادين کي نيچ ڪري ٿو، تہ ان مان ظاهر ٿيو پوي تہ پدمڻيءَ طبقاتي، ثقافتي قدرن جو گوڙهو مشاهدو ڪيو آهي ۽ عوام جي ئي ڏرورتي اٿس. جيڪا پنهنجي جاءِ تي نئوس جاگيردار دشمن ڏر آهي.

سو نہ ٻيءَ ڪنهن شئي ۾، جيڪي منجهہ تراب.

# ڀٽائيءَ جي مادي روحانيت يا روحاني ماديت

اها هڪ سائنسي حقيقت آهي تہ هر جدت پنهنجي قدامت واري پيڙهہ تي ئي پڌل هوندي آهي. ماضيءَ ۽ روايتن کان باغي نوان سنڌي شاعر ڪيترا ٻہ هٿ پير هڻن پر هو پنهنجي عظيم ماضيءَ جي اثر وٺڻ کانسواءِ اڳتي وڌي نٿا سگهن. جديد شاعري يا جديد فن، ضرور ڪو ورثو رکندو آهي. اهو ئي سبب آهي جو اڄ جي نئين نهي بہ ڀٽائيءَ سان ناتو اٽڪايو آهي، جيڪو هنن جو عظيم ورثو آهي.

دنيا ۾ جيڪو بہ فنڪار پيدا ٿيو آهي تنهن پنهنجي نئين تخليق ڏيڻ کان اڳ ۾، هن کان اڳ تيل تخليق کي ضرور ڏٺو آهي، پڙهيو آهي، جيڪڏهن يڪتارو پيدا نہ ٿئي ها تہ سارنگي نهي نہ سگهي ها، جيڪڏهن بوڙيندو نہ ناهيو وڃي ها تہ اڄ دنيا ۾ ڦوڪن وارا ساز ترقيءَ جي موجوده مرحلي تي پهچي نہ سگهن ها. ان لحاظ کان خود ڀٽائي نندي ڪنڌ ۾ سنڌ جي مجموعي عظيم ادبي ورثي جي پيداوار آهي.

ايئن تہ ڪي جدت پرست سماج کان ڪٽيل، زمين ۽ آسمان جي وچ تي رهندڙ اديب ئي چئي سگهن ٿا تہ ”اسان جي تخليق بلڪل نئين نڪور آهي ۽ ان تي ماضيءَ جو ذرو بہ اثر ڪونهي.“

ڪجهہ سال اڳ تاشقند ۾ هندستان، پاڪستان، بنگلاديش ۽ روس جي اديبن جي هڪ ڪانفرنس ۾ پاڪستان جي نمائندگي ڪندي جمال ابڙي سچ چيو هو تہ، ”ادب ۾ ترقي پسندي ڪنهن ملڪ ۽ قوم جي ثقافتي ورثي، قومي شعور ۽ خاص ڪري ان ڳالهہ تي گهٽي ۾ گهڻو مدار رکي ٿي تہ اهو ملڪ ۽ اها قوم پنهنجي سماجي نظام کي بدلائڻ جي ڪيڏي صلاحيت رکن ٿا.“ هن ڪانفرنس ۾ بحث هيٺ آيل مسئلن ۾ هڪ اهو مسئلو بہ زير بحث هو تہ ”موجوده ادب ۾ ترقي پسندي ڇاکي ٿو چئجي؟“

سنڌ ۾ ڪي ادبي حلقا پاڻ کي ڀٽائي جي شاعراڻي پاڇي ۾ گم ٿيندو ڏسي

ڀٽائي جي شاعري کي"وحدت الوجودي جا طعنا ڏين ٿا ۽ ڀٽائي جي جيئري جاڳندي فن کي"وحدت الوجود" جي"ڪفن" مان ان ڪري ڪڍڻ نٿا گهرن ته متان هنن جي ادبي وڏيرڪيءَ لاءِ خطرو نه پئدا ٿي پوي.
دنيا جو ڪو به روحانيت پرست شاعر, وحدت الوجود يا وحدت الشهود ۾ مستغرق فنڪار ۽ الهه لوڪ صوفي درويش جنهن کي الاهي ذڪر ڪندي متان واري چڙهي وڃي ٿي، سو هيئن چئي نٿو سگهي:

سو نه ٻيءَ ڪنهن شيءِ ۾،جيڪي منجهه تُراب
کهڙي منجهه حساب، هئڻ منهنجو هوتَ ري.

يا وري:

بکيءَ ڪل نه اُجهي، ڍکيءَ ڏمر نانهه
اگهاڙيءَ وهانءَ، ويو ويچاريءَ وسري.

روحانيت پرست چوندا آهن ته پيٽ ڪو مسئلو ڪونهي، بک سوشلسٽن جو اڏايل افواه آهي. هي دنيا ڪوڙي آهي, سادي زندگيءَ کي ڪا به اهميت ڪانهي، سک ملي ته شڪر ڪجي، ڏک رسي ته صبر ڪجي وغيره، ڀٽائي چوي ٿو:

صبر ۽ شڪر کي، ڪاڏي آءُ ڪندي
آهيان جنهن سندي، سو ته گهرجي ساڻ مون.

سر سارنگ ۾، ٿر ۾ مينهن پوڻ، وسڪاري ٿيڻ، ريج ٿيڻ ۽ گاهه ڦٽڻ جي آس ڪئي وئي آهي. مارو ماڻهن جي غربت تي ماتم ڪيو ويو آهي. سوڪهڙي تي ڳوڙها ڳاڙيا ويا آهن. خواهش ظاهر ڪئي وئي آهي:

اڱڻ تازي، ٻهر ڪنديون، پکا پٽ سُنهنِ
سرهي سيج ٻاسي پرين، مَر پيا مينهن وسنِ
اسان ۽ پرين، هئن برابر ڏينهڙا.

منڊيونَ مَٽَ ڳُڙنَ، جهوڪ به سُهن ڀهيڙا
سندي سنگهارن، جوءِ جياري جڏڙا.

پٽائي ارڙهين صدي جي پهرين اڌ ۾ بي شمار اقتصادي مسئلن تي لکيو آهي. سندس دور جي اڻ پوري تاريخ ملڻ ڪري جيڪڏهن هن رسالي کي ئي ان دور جي صحيح تاريخ سمجهيو وڃي تہ هيٺ ڏنل بيتن ۾ هن سنڌ جي مادي بدحالي کي افسوس ۽ غير روحاني ضرورتن تي ڪيترو نہ زور ڏنو آهي:

نہ سي ووڻ وٽن ۾، نہ سي ڪاتاريون
پسي بازاريون، هينئڙو مون لوڻ ٿئي.

هتي ووٽن جو فصل نہ ٿيو آهي. ڪتڻ واريون پورهيت عورتون ڪم تي ناهن. بازارون سُڃيون آهن، رد عمل ۾ پٽائي جي هانوَ ۾ مٺ پئجي وڃي ٿي:

نہ ڪتا، نہ ڪوڪار، نہ سي سڏ شڪاريئن
جهنگل ڪڍي پار. اپو آهيڙين ڪي.

هتي سڃ جو نقشو چٽيل آهي، آبادي لڏي ويئي آهي. ڪنهن ظلم يا ڏڪار وچان نہ ماڻهو آهن نہ هنن جا جانور ۽ نہ ئي هنن جون رانديون.

سڃ ڪِ سڪو ڍور، ڪنڌيءَ اڪ قلاريا
جُنگن چڏيو زور، سَر سڪو سونگي ڳيا.

ڍوري ۾ پاڻي ڪونهي، سوڪهڙو آهي ڪپرن تي اڪ ڦٽا آهن(جيڪي هميشہ خشڪيءَ تي ٿيندا آهن) ماروئڙا ڪنهن زور وچان، هيٺا ٿي هليا ويا آهن، نہ پاڻي آهي ۽ نہ ان تي محصول اڳاڙڻ وارا:

نڪا بوءِ بازار ۾، نڪا چِلرَ چٽ
جتي ڏنيڙين جي، اڳي هئي اکُٽَ
سي پِڙ پسيو پٽ، ماڻهو وڃن مونيا.

سنڌوءَ ۾ پاڻي ڪونهي، سنڌ جي اڌ آبادي، جنهن جو گذران مڇي ماري ڪمائڻ تي هوندو آهي، سي ڪونهن _ايڏا ڏينهن ٿي ويا آهن جو ڪکَ واري بازار مان مڇيءَ جي بوءِ اڏامي وئي آهي. چِلرَ مٽيءَ ۾ ملي ويا آهن. جتي اڻ ڳٽيون ڏنيريون ملنديون هيون، اهي پڙ پيا خالي آهن. اهي حال ڏسي ويچارا ماڻهو واپس وڃي رهيا آهن.

مٿي ڄاڻايل اقتصادي ۽ مادي مسئلا ڪو بہ مذهبي روحانيت جو قائل شاعر

پيش نٿو ڪري سگهي. ڇاڪاڻ ته مذهبي روحانيت تقدير، قدرت، توڪل، وهم ۽ سنسا سيکاري ٿي، پر سائنسي لحاظ کان سوچجي ٿو ته انسان جي مادي زندگي سان گڏ روحاني زندگي خود مادي زندگيءَ جي پئداوار آهي. مثال طور ڪيترين عورتون ۽ مرد شاهوڪار گهرن ۾ رهي به پريشان هوندا آهن ۽ ڪيترا ماڻهو غريب هوندي به روحاني سڪون حاصل ڪري وٺندا آهن. اهو روحاني سڪون، زندگي جي سلسلي ۾ در حقيقت"ذهني سڪون" آهي. شعوري خوشيءَ جو نالو آهي، محسوسات آهي. هاڻي سوچي ڏسجي ٿو ماڻهو سوچڻ جو ڪم دماغ يا ميڄالي کان وٺي ٿو ۽ ميڄالي جو نندي ۾ ننڍو حصو يا اسم مادو آهي. جيئن ريڊيم (جيڪو واچن ۾ ہين شين ۾ لڳندو آهي ۽ رات جو ہرندڙ لڳندو آهي) شعاع ڏيندو آهي، تيئن دماغ يا ميڄالي ۾ به اهڙي خاصيت آهي جو ان مان سوچ جا شعاع نڪرن ٿا. اها سوچڻ جي خاصيت درحقيقت ميڄالي جي ئي آهي. مادي جي آهي. اهڙي طرح انسان زندگي لاءِ هڪ پيٽ جو ڪاڏو گهرجي ۽ ٻي ذهن جي خوراڪ.

جيڪڏهن هن ڪي سائنسي نقطہ نظر کان ڏٺو وڃي ته پوءِ يتائيءَ جي شاعري انسان جي سچي مجموعي ترقيءَ لا هڪ ٻي مثال آدرش آهي ۽ ان سچيءَ انساني ترقيءَ ۾ ۾ مادي ترقي سڀ کان اوليت واري ڏيکاري وئي آهي. اها ٻي ڳالهه آهي ته سچي ترقي، روحاني سڪون ۽ آتت ڪانسوا به اٿپوري ڪري پيش ڪئي وئي آهي.

يتائي سر سارنگ ۾ ماروئڙن جي مُنهن تي سرهائي ۽ خوشي، سواءِ مينهن پوڻ جي، سواءِ گاهه ڦٽڻ جي، سواءِ آبادي ٿيڻ جي هڪ هنڌ به نه ڏيکاري آهي، چوي ٿو:

اڄ پڻ اتر پار ڏي، تاڙي ڪئي تنوار
هارين هر سنڀاليا، سرها ٿيا سنگهار
اڄ پڻ منهنجي يار، وسڻ جا ويس ڪيا.

تر ۾ جڏهن مينهن وسڻ جو امڪان پئدا ٿئي ٿو ته مارو ماڻهو تڏهن ئي خوش

ٿين ٿا. هنن جو روحاني سڪون صرف مادي ترقي ۽ خوشحالي سان جڪڙيل آهي. ڇاڪاڻ ته مينهن وسندو ته ڳاهه ڦٽندا ۽ ريج ٿيندو ته آباديون ٿينديون.

جي لوڻ لڳين لائين، ڇيري ڇيري ڇم
ته ڪر مون اڳي نه ڪيو، اهڙو ڪوجهو ڪم
جان جان دعويٰ دم، تان تان پرت پنهوارسين.

هن سلسلي ۾ پٽائي ٽارچر سهڻ، وڏجي وڃڻ ۽ سر ڏيڻ تائين به پنهنجي نظرئي تي قائم آهي. انهيءَ ڪري ئي پٽائي سڄيءَ سنڌ ۾ سموري دنيا جي خوشحالي گهري ٿو:

سائينم، سدائين، ڪرين متي سنڌ سڪار
دوست تون دلدار، عالم سڀ آباد ڪرين.

اها خوشحالي ۽ سڄي عالم جي آسودگي، وري به پٽائي مادي فائدي جي صورت ۾ گهري ٿو. وري به مينهن وسڻ جي آس ڪري ٿو. جيئن ريج ٿئي، ٻج پوکيا وڃن، فصل ٿئي ۽ ان جهجهو ٿئي، مادي ترقي ٿئي ته جيئن روحاني سڪون ملي سگهي.

پورهئي ۽ پنڻ مان، ڪنهن نه پريا پَل
مانجهي سي مل، هر جنين جي هٿ ۾.

هن ۽ ٻين ڪيترن ئي بيتن ۾ پٽائي پورهئي ڪرڻ، ڪرت ڪرڻ، پئداواري وسيلن جي وڌڻ، ڪمائڻ ۽ مادي زندگي سڌارڻ تي زور ڏئي ٿو ۽ بنا ڪمائي جي حرام کائڻ جي اڻ سڌي طرح مخالفت ڪري ٿو:

توڙي تون وڏي ٿئين، ته به اِتي آتڻ آءُ.

# پٽائي ماديت پرست هو

نہ ڪَتن، نہ ڪَنبن، نہ ڪِين ڪوريءَ ڪاڻ
جن ربيع سين رهاڻ، تن اونو ناهہ اگهاڙ جو.

يعني هو(هاري) نہ ڪتڻ جو پورهيو ڪن ٿا، نہ اهو پورهيو ڪندي گهبرائڻ ۽ ڏڇڻ جي هنن کي ضرورت محسوس ٿئي ٿي(تہ متان سٽ غلط يا خراب ڪتجي وڃي ۽ واپاري قبول نہ ڪن ۽ بک ڪاٽڻي پوي) ۽ نہ سٽ ڪتيندڙ ڪورين جي ئي ڪاڻ ڪِين ٿا. جن کي ربيع واري فصل سان رهاڻ آهي جيڪي فصل پوکين ۽ لڻن ٿا، انهن کي اهڙو ڪو بہ انديشو ڪونهي تہ ڪو هو اگهاڙا يا ننگا گذاريندا.
اهو ان ڪري جو جن هارين جو ربيع جو فصل(ڪڻڪ ۽ جوئر وغيره...) پلو لهي ٿو، سي ڏاڍي سکي حياتي گهاري سگهن ٿا. هو هارپو ڪن ٿا، پاڻ بہ پهرين ٿا ۽ جڳ کي بہ ڍڪڻ جو انتظامِ ڪن ٿا. هو بيروزگار ناهن جو وجي ڪو ڪتڻ وغيره جو پيو ڌنڌو ڪن ۽ اهڙي طرح سواءِ ڪتڻ، ڪنبڻ ۽ ڪوريءَ جي ڪاڻ ڪڍڻ جي، هو هارپي مان ڏءُ ڪري ڪائي چڙهن ٿا.
هي بيت پٽائيءَ جي هڪ پراڻي قلمي نسخي مان مليو آهي، جنهن جا اڳيان ۽ پويان پنا زبون حالت ۾ پُري ختم ٿي ويا آهن. البت ان نسخي کي سنڌالاجي يا ٻئي ڪنهن لائبريريءَ ۾ موجود پٽائيءَ جي پراڻن نسخن سان ڀيٽي ٻڌائي سگهجي ٿو تہ نسخو ڪهڙي دور جو آهي؟
هن ڪان اڳ پٽائيءَ جي رسالي جي باقي ڀين نون نسخن ۾ هي بيت هيٺئين ريت لکيل هوندو آهي:

نہ ڪتن، نہ ڪنبن، نہ ڪِين ڪوريءَ ڪاڻ
جن رب سين رهاڻ، تن اونو ناهہ اگهاڙ جو.

يعني جن الله تعالىٰ جي عبادت ڪرڻ واري رهاڻ قائم رکي آهي. انهن کي نہ ڪتڻ جي ضرورت آهي، نہ ڪنبڻ جي ۽ نہ ڪوريءَ جي ڪاڻ ڪڍڻ جي ۽ هنن کي اگهاڙي ٿيڻ جو بہ خطرو ناهي.

هنن ٻنهي بيتن مان ڪنهن جي مستند هئڻ واريءَ اٽ تڻ کي جيڪڏهن عقلي بنيادن تي ڏسجي ته تہ اڳهاڙ جو اونو برابر اهڙن ماڻهن کي گهٽ هوندو آهي جيڪي ڪپهہ نہ تہ ٻيا فصل بہ ڪٽن ٿا. جڏهن هن سڄي بيت ۾ ڪتڻ، ڪوري، اڳهاڙ ۽ پوشاڪ جا اشارا آهن، ان ڪري هن بيت ۾ عبادت جو عڪس اوپرو لڳي ٿو ۽ خيال جو سلسلو بہ ٽٽي پوي ٿو. جيڪڏهن هيئين بيت کي صحيح قرار ڏجي ٿو، خاص ڪري هي ڳالهہ پٽائيءَ جهڙي شاعري لاءِ مناسب ناهي تہ هو سڄي بيت جو مزاج هڪڙو رکي ۽ ان جي معنوي سٽا ٻي۔ ٻيلا پٽائي مناسب نموني ائين چو نہ چوندو تہ: جن جو ربيع سان تعلق آهي، انهن کي اڳهاڙ جو اونو گهٽ هوندو. باقي جيستائين پٽائيءَ جي اهڃاڻي شاعريءَ جون گهرجون آهن، تہ ان لاءِ پٽائيءَ جي ڪنهن لفظ کي ڪنهن بہ معنيٰ ۾ سمجهي ڪا بہ علامت ناهي سگهجي ٿي ۽ سڌي سنئين عقلي دليل کي ابتو ڪري پيش ڪرڻ وارن محققن لاءِ ائين بہ نامناسب ناهي جو هو چون تہ هتي ربيع علامت آهي رب جي.
هنن بيتن جي صورتخطي ۾ غلطي هجڻ جو شڪ پڻ پئجي سگهي ٿو. ڇاڪاڻ تہ پٽائي جي ڪلام جا ڪيترا پراڻا نسخا هٿ سان لکيا ويندا هئا ۽ ڪاتب ڪان ڪا غلطي بہ ٿي سگهي ٿي. پر رب لفظ کي غلطي وچان"ي" ت اچي سگهي ٿي(ربي) پر مٿئين بيت جي صورتخطي بلڪل ائين مڪمل آهي جيئن مٿي لکيل آهي. يعني تہ رب لفظ کي پل چڪ ۾"ربيع"لکي نہ ٿو سگهجي ۽ جنهن پراڻي نسخي ۾ هي بيت لکيل آهي، ان ۾ ر، ب، ي، ۽ ع صاف ظاهر ۽ ڪليل اکرن ۾ لکيل آهي.
جيڪڏهن تحقيق ۽ کوجنا"ربيع"کي صحيح ثابت ٿي ڪري تہ پوءِ پٽائيءَ متعلق هڪ راءِ واضح طور تي قائم ڪري سگهجي ٿي تہ پٽائي جي رسالن ۾ پٽائي جي بيتن کي زوريءَ ٿوڙي مروڙي پيش ڪيو ويو آهي. يعني پٽائيءَ جي رسالي جي هر مرتب پنهنجي مرضي ۽ پنهنجي ذاتي فڪر کي پٽائيءَ جي شاعريءَ تي مڙهي پٽائيءَ جو پيغام پوئتي رکي پنهنجي مقصد يا مفاد يا مستقل مفاد پورو ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي.
هن حقيقت جو هڪ ٻيو بہ ثبوت آهي. پٽائيءَ جي ڪن پراڻن نسخن ۾ بيتن جي

ترتيب ۽ خاص ڪري سرن جي ترتيب بہ مختلف آهي. پنائيءَ جي هڪڙي رسالي ۾ رسالي جي شروعات سر سسئي سان ڪيل آهي، جنهن ۾ حمد يا الله جي تعريف وارا بيت لکيل آهن. هن سلسلي ۾ سرن جي ترتيب ان جهوني رسالي جي صحيح هجي (جنهن جو پهريون سر سسئي آهي) يا نون جي.
هڪ ٻي حقيقت بہ عام آهي تہ، پنائيءَ جي دور جا فقير جڏهن سماع ڪندا هئا تہ ان جي ابتدا شام يا سانجهي کان وٺي ٿيندي هئي ۽ شام جو راڳ جي روايتن مطابق سر ڪلياڻ ڳايو ويندو آهي. فقير سانجهي جو سر ڪلياڻ ۾ وايون ۽ بيت ڳائڻ شروع ڪندا آهن ۽ اسر تائين هلندڙ ان سماع جو آخري سر پرڀاتي ۽ آسا هوندو هو. اهو بہ هڪ سبب آهي، جو پنائيءَ جي رسالي ۾ پهريون سر ڪلياڻ شامل ڪيو ويو آهي ۽ سر آسا ۽ پرڀاتي آخري سر ڪري لکيا ويندا آهن.
موجوده رسالي جي ترتيب اهڙي رکي وئي آهي تہ جيئن ايئن لڳي تہ پنائي ڄڻ ڪو مذهبي شاعر هو. جنهن جي شاعريءَ جو مقصد هو خدا تعاليٰ جي عبادت ڪرڻ جا اصول عوام کي سمجهائڻ، ڄڻ پنائيءَ جو رسالو ڪو دينيات جو درسي ڪتاب آهي. جڏهن تہ، هن رسالي ۾ آڱرين تي ڳڻڻ جيترن مذهبي لفظن وارن بيتن کان علاوه اهڙا هزارين بيت موجود آهن، جيڪي ٺيٺ مادي، سائنسي ۽ انقلابي معنيٰ رکن ٿا.
خبر ناهي پنائيءَ جي هيٺئين سٽ ڪهڙي الاهي عبادت جو ڪهڙو قاعدو سمجهائي ٿي؟

ارسنگا، ننهن سپيون، ڏند تہ ٻٽيهہ ٻاڻ.

(يعني هن جا ارهہ تاٽيل آهن، ننهن اهڙا سهٽا اٿس، جهڙيون سپيون ۽ ڏند ڄڻ تہ ڪمان جا ٻٽيهہ تير).

# ورُوائيءَ جو جي لهين

پٽائيءَ جي ڪردارن تي لکڻ کان اڳ ۾ هن حقيقتن کي آڏو رکڻو پوي ٿو. هڪ ته پٽائيءَ جا سڀ ڪردار اهڃاڻي آهن جن لاءِ خود پٽائيءَ لکيو آهي ته:

مارئي ناهه مليرِ ۾، نه ڪا وٽ همير
پنهون ڪينهي ڪيچ ۾، نه ڪو سنڌ امير
مومل ڪونهي ماڙئين، گنجي ناهه فقير
ور چڏيو واهڙ ترِي، ساهڙ منجهه سَرير
قبن ڪينهن پير، مرشد مساڻن ۾.

يعني ته هي ڪردار هند ۽ جايون سڀ علامتون آهن جيڪا حقيقت آهي سا آهي پٽائيءَ جو سماجي فڪر ۽ پيغام.

ٻيو ته پٽائيءَ جي دور(1689_1752ع) جي ڪا به مستند تاريخ نه ٿي ملي. ان جي ابتڙ پٽائيءَ بابت رڳو هترادو ڪاني ڪرامت تي ٻڌل روايتون ئي ملن ٿيون. ڊاڪٽر سورلي ان دور جي ڇهن تاريخ جيِ ڪتابن تي ڊار ڊار تبصرو ڪري انهن کي ڪنهن يورپي ليکڪ لاءِ غير سائنسي تاريخي مواد قرار ڏنو آهي. هن اهو به لکيو آهي ته انهن ڇهن ئي تاريخن جا مصنف درٻاري تاِريخدان هئا.

ان صورتحال ۾ مون اڳي به هڪ مضمون ۾ ڄاڻايو آهي ته پٽائيءَ جي دور کي هن جي رساليٰ مان تلاش ڪرڻ ئي بهتر آهي. ان نقطہ نظر کان ڏسجي ٿو ته پٽائيءَ جي سرُ ڏهر ۾ اٽڪل پندرهن اهڙا بيت ملن ٿا. جن ۾ لاکي جو ذڪر ڪيل آهي. ڪلياڻ بولچند آڏواڻيٰ جو چوڻ آهي ته لاکي جي ذات ڦلاڻي هئي ۽ هو ڪڇ جو نامي گرامي ڌاڙيل هو. پٽائيءَ جي لاکي وارن بيتن ۾ پڻ لفظ "لوڙائن" معنيٰ ڌاڙيل، لاکي جي صفت ۾ لکيل آهي.

پٽائي لاکي جي ڪردارکي، جيڪو ڌاڙيل آهي، ظالم آهي، ڦرون ۽ لُٽون ڪندڙ

آهي. ڪيئن قبول ڪيو آهي ـ اهو سوال منجهائيندڙ بہ آهي تہ مطالعي ڪرڻ جهڙو پڻ.

در حقيقت ترقي پسند ادب سماجي تبديلي چاهيندو آهي ۽ ان ڪري ان جو تاجي پيٽو سماج جي سائنسي چندچاڻ تي ٻڌل هوندو آهي. ترقي پسند ادب ان ڪري ئي طبقاتي سماج ۾ سماجي خرابين، ڌوهن، قتل ۽ ڌاڙي جي وارداتن، فحاشي ۽ خودڪشين وارن واقعن لاءِ جوابدار غلط قسم جي سرشتي کي قرار ڏيندو آهي ۽ نہ ان سماج ۾ رهندڙ ماڻهوءَ کي ـ ان ڪري طبقاتي سماجي ڊرامي جي ولين جي ڪردار خاص ڪري ڌاڙيل ۽ بدمعاش کي ترقي پسند ادب هميشہ همدردي سان پيش ڪيو آهي. چاڪاڻ تہ اها هڪ حقيقت آهي تہ انسان ۾ ڪا بہ خرابي ڪانهي، هو معصوم آهي. هن جي اقتصادي ۽ ذهني مسئلن کي حل ڪيو وڃي تہ اهو ئي انسان جيڪو دهشت پسنديءَ تي لهي اچي ٿو، سو سماجي تعمير کي بہ پسند ڪري سگهي ٿو. معصوم انسانن کي بگاڙڻ واري نظام جو ترقي پسند اديب ويري ٿيندو آهي. ان ڪري ئي هن جو موقف ڌاڙيل جهڙن ڪردارن لاءِ همدردي وارو هوندو آهي. اهڙا ڪردار چٽيندي ترقي پسند اديب، سماج جي حقيقت پسند تصوير چٽيندا آهن ۽ سماج جي خرابين کي وائکو ڪندا آهن. هنن جون اهڙيون سيني معصوم ڪردارن سان همدرديون هونديون آهن جن کي عام طرح نام نهاد پاڪ دامن ماڻهو نفرت جي نگاهن سان ڏسندا آهن.

اهو ئي سبب هو جنهن ڪري جڏهن اياز قادريءَ "بلو دادا" غلام ربانيءَ "شيدو ڌاڙيل" ۽ جمال ابڙي "بدمعاش" جو ڪردار خلقيو تہ رجعت پسندن واويلا مچائي ڏني هئي تہ ترقي پسند تشدد ڦهلائي رهيا آهن. سعادت حسن منٽو تي ان الزام ۾ ڪيس بہ هلايو ويو هو ۽ هن جي ممد پائي واري ڪردار ڏيڻ تي سخت مخالفت ڪئي وئي هئي.

در حقيقت بلو دادا، بدمعاش، شيدو، ممد پائي ڌاڙيل ڪردار آهن ـ بي رحم آهن، هٿياربند آهن، ماڻهو ماريندي دير نہ ڪندا آهن، پر هنن جي پٽر جهڙي

سخت دل ۾ پوڻيءَ جهڙو رحمدل انسان بہ رهي ٿو. جيڪو غريب کي نہ ٿو ڦري، مسڪين کي نہ ٿو ماري ۽ آزاريل کي نہ ٿو آزاري ـ هي ڏاڙيل ڪردار ڏاڍن لاءِ ڏاڍا آهن. تڪبر وارن جا تاج لاهڻ وارا ڪردار آهن، ميڙي دولت گڏ ڪري قوم جي چوري ڪندڙ ڦورو ماڻهن جي نجي ملڪيت جا دشمن آهن. هو اڻ برابريءَ واري غلط سماج جي فطري پئداوار آهن. اوچ نيچ جو فرق ڏسي ٻي سمجهائيءَ وچان انتهاپسند ۽ دهشت پسند ٿي ويا آهن، پر بنيادي ڪا بہ خراب ڪا نہ اٿن. هو ساڳي وقت انسان بہ آهن، هنن ۾ رحم بہ آهي، جيڪڏهن هنن جي ذهني ۽ اقتصادي پريشانين لاءِ جوابدار ڪارڻ ختم ڪيا وڃن تہ هو سماج لاءِ ڪارآمد ڪردار پڻ ثابت ٿي سگهن ٿا. هنن جو ظاهري ڪردار ظلم تي ٻڌل آهي پر اها بہ حقيقت آهي تہ هنن جو ڏاڍ ۽ ظلم، ڌاڙو ۽ ڦر صرف شاهوڪارن لاءِ آهي. غريبن وٽ رکيو بہ ڇاهي جو ڦري ڪو ڌاڙيل سرمائيدار ٿيندو.
اهو ئي سبب آهي جو ترقي پسند فنڪار"بدمعاش"، بلو دادا ۽"ممد پائي" جهڙا ڪردار ادب ۾ ڇاڻي واڻي ڇٽيندا آهن ۽ نپائي وڏا بہ ڪندا آهن. جمال ابڙي جي"بدمعاش"ڪان ڌاڙو هڻندي دانهن نڪري وڃي ٿي، جڏهن هن جي پير هيٺان هڪ پار جو رانديڪو، چيٿاڙجي وڃي ٿو!
پٽائي، جيڪو سنڌي ادب جي ڪلاسيڪل دور جو عظيم ترقي پسند شاعر آهي، ان جو"لاکي" نالي ڪردار بہ"بلو دادا"،"بدمعاش" ،"شيدو" ۽"ممد پائي" جو ئي پيچي آهي.

ٺاٺوڪين پلاڻ، سدا هڻن ڪرڪرا
لاکي لوڙائن جا، اهڙا ئي اهڃاڻ
ڏيئي تنگن تاڻ، ڪوڪ ڪاريندا ڪڇڙي.

هو هميشہ پاڪڙا چڪي پيا ٻڌن ۽ گهوڙن کي ڪرڪرن سان صاف پيا ڪن، لاکي جهڙن ڌاڙيلن جا اهڙا ئي پار آهن. هو پنهنجن پاڪڙن کي سوگهو ٻڌي ڪڇ ۾ مچائيندا.(ڪلياڻ بوسچند آڏواڻي)

جاڳو ڌاڙيجا، سَما سک مَ سُمهو
پسو آن پاران، لاکو ٿو لوڙيون ڪري.

اي جاڙيجن جي ذات جا سما. سجاڳ رهو ۽ بي فڪرا ٿي ننڊون نہ ڪريو. ڏسو تہ اوهان جي طرف لاکو ڌاڙيل لٽون لايو ويٺو آهي.(آڏواٽي)

اڏيندي اوڏن، لڏڻ جي ڪا نہ ڪئي
لاکو مٿان تن، اوچتو ئي آئيو.

اڏي اڏي اوڏ، چڏي ويا پيٽيون
ٽڪاٽا ۽ ٽول، پيا آهن پٽ ۾.

چنل چڇ هٿن ۾، ڪلهن ڪوڏارا
پورهئي خاطر پاهنجي، اٿن سوا
اوڏ بہ ويچارا، لاکا وجن لڏيون.

اڏيو جو اوڏن، سو شل ڏنگر ڏلو مَ ٿئي
جنهن پر ويهي ڪن، ليکو لاکي چام سين.

هنن بيتن ۾ لاکي جي دهشت ۽ هيبت جو ذڪر ڪيل آهي، هو پري پري کان مال ماريندو، ڦرون ڪندو، بربادي ڪندو اچي رهيو آهي ۽ ويچارا اوڏ ان ڊپ وچان، پڪا سهيڙيون لڏيون ٿا وڃن. لاکي جي ڪردار جو ظالم پهلو پنائي ان وقت نِنديو آهي، جڏهن هو غريبن ۽ مسڪينن لاءِ مصيبت بڻجي وڃي ٿو. ان ڪري آس ٿو ڪري تہ شل اوڏن جو ڏنگر ڏلو نہ ٿئي، جنهن جي اوٽ ۾ هو لاکي ڌاڙيل کان محفوظ رهي سگهن ۽ آخر ۾ جڏهن لاکو مري ٿو وڃي تہ پنائي ان تي سک جو ساهہ ٿو کڻي.

لکي ۽ لاکو، هئي مُئا ٻاجهہ تي
قادر لاٿو ڪچ تان، اديون اولاڪو
واندين ۾ واڪو، ريباري رهي ويا.

لکي لاکي جي چڙهڻ لاءِ خاص گهوڙي هئي. ريبارڻ معنيٰ آهي مال متاع واري

عورت.

پروري لاکي ڏاڙيل جي اندر جو انسان جڏهن پنهنجي دهشت ۽ طاقت غريبن ۽ مظلوم عورتن جي عصمت پروري لاءِ استعمال ٿو ڪري ته ڀِٽائي لاکي جي تعريف ٿو ڪري:

لاکو لکيءَ تي چڙهي، لکي لاکي هيٺ
سونهاريون سر ڪيو پيڙيون ٻڌن بيٺ
ڪندو ڏمر ڏيٺ، صبح سان سڀ ڪهين.

لاکو لکيءَ نالي گهوڙي تي سوار آهي. لکي هميشه سندس ئي چڙهي لاءِ آهي. هو سهڻين(۽ سندرين) کي پنهنجي سرڪيو سندن ست جي بچاءَ لاءِ ڪمر ڪشيو بيٺو آهي. هو سياڻي سڀ ڪنهين سان ڪرڙي اک سان پيش ايندو.(آڏواڻي)

هاڻي لاکي ڏاڙيل جي مڙسيءَ جو پهلو ڏسو جڏهن وڏيرا، زميندار، سيٺيون، جاگيردار ۽ راجائون هن کان ڪنبن ٿا. انهيءَ ئي ڪري ڀِٽائي هن لاءِ تعريف جا لفظ استعمال ڪيا آهن:

لاکا لک سُجن، قلاڻي قير ٻيو
جنهن پر راڻا راڄيا، ڪوٽن ڏڻي ڪنبن
جنهن جو جاڙيجن، ستي سنچو نه لهي.

لاکا ڏاڙيل لکين سُجهن، پر لاکي قلاڻيءَ(لاکي جي ذات قلاڻي هئي) جي پر ئي ٻي آهي. هن کان راجائون پنهنجن قلعن مان پيا ڏڪندا هئا. جاڙيجن جي ڇِٽ مان ننڊ ۾ به سندس ادکو نه ٿو لهي.(آڏواڻي)

ڀِٽائي لاکي جي وري ان وقت ڪردار کي مٿانهون ٿو ڪري، جڏهن هو اوڏن تي ڪهل آڻي مٿانئن هٿ رکي ٿو ۽ کين ترجي ڪنهن ظالم وڏيري يا حاڪم کان بچائي ٿو:

لاکا لک هئا، قلاڻي قير ٻيو
آجا اوڏ ٿيا، پلوَ لڳي جنهن جي
لاکي لڄ ڪئين، اسان اوڏيڙين جي

ڪندو ڪا نہ ڀئي، اڳو سوٽل آهيان.

ڀٽائيءَ جا متي ڏنل بيت سر ڏهر ۾ لاڪي لاءِ چيل هڪ ٻن بيتن ڪانسواءِ باقي مڪمل آهن. هنن بيتن ۾ ڀٽائيءَ هڪ ڏاڙيل ۽ ظالم ڪردار کي پسند بہ ڪيو آهي ۽ ناپسند پڻ ڪيو آهي. ڀٽائيءَ جي ناپسنديءَ جو پهلو اهو آهي تہ لاڪي جهڙو ڏاڙيل ڪردار ڀلي تہ شاهوڪارن کي ڦريندو ۽ لٽيندو رهي، پر هو هڪ ترقي پسند فنڪار جو قومي هيرو يا آدرش ٿي نہ ٿو سگهي. باقي جيستائين ڪنهن غلط نظام ۾ اهڙي ڪردار جيَ قطري پيدائش جو تعلق آهي تہ ان ڪان ڪو بہ ترقي پسند شاعر يا فنڪار انڪار ڪري نٿو سگهي. ساڳي وقت تاريخي طور اهڙي ڪردار ۾ هڪ مثبت پهلو پڻ ٿيندو آهي، جيڪو لاڪي ۾ بہ موجود آهي تہ، هو شاهوڪارن، اميرن، وڏيرن ۽ سيٺين کي ڦري اچي غريبن کي ڏئي، هنن کي پنهنجي راڄ جو سمجهي ڪين ڪنهن ڏارئي ڏاڙيل جي ظلم ڪان بچائي وغيره. اهو ئي سبب آهي جو ڀٽائي ان حالت ۾ لاڪي جي تعريف ڪئي آهي. اهو ئي هر ترقي پسند جو اصول آهي.

سُر ڏهر ۾ ڀٽائيءَ جا لاڪي بابت بيت، ڀٽائي جي شاعريءَ ۾ تشدد جي رومانوي پهلو جو اڻ وسرندڙ مثال آهن، جيڪي دل تي اڻ ڊهندڙ چٽ جيان جمي بيهي رهن ٿا.

# پَٽائيءَ جي ڪيڏاري ۾ جماليات

ڪيڏاري لفظ جي معنيٰ آهي جنگ جو ميدان يا سنگرامَ. ڪيڏاري واري شاعري انهيءَ ڪري جنگ جي شاعري سڏبي آهي، جنهن کي انگريزيءَ ۾ چون اِپڪ پوئٽري، شاعريءَ جي ادبي حيثيت ۽ ادبي ڪارج هڪ ڳالهه آهي تہ ان جي تاريخي حيثيت ۽ سياسي پسمنظر ٻي ڳالهه. هتي آءٌ ڪيڏاري واري پَٽائيءَ جي شاعريءَ يا هن جي ڪيڏاري جو ادبي اڀياس ڪرڻ جي ڪوشش ڪندس ۽ مڙني ادبي خوبين سان گڏ سر ڪيڏاري ۾ پَٽائي جي جماليات کي ظاهر ڪري ان جي سنڌي مزاج تي روشني وجهندس.

اهو ظاهر آهي تہ”سر ڪيڏارو“ هر ڪو شاعر ڪنهن نہ ڪنهن واقعي کي بنياد بڻائي لکندو آهي ۽ هر واقعي کي ڪا تاريخ ٿيندي آهي. مذهبي، سياسي ۽ سماجي پسمنظر ٿيندو آهي پر جيئن تہ اهڙن واقعن بابت لکڻين کي ڪا ادبي حيثيت بہ ٿيندي آهي، جيڪو هتي منهنجو موضوع آهي.

”سر ڪيڏارو“ دنيا جي هر سڌريل ٻوليءَ جي شاعريءَ ۾ ملي ٿو ۽ هر ادبي ٻوليءَ جي ڪاريگر شاعرن”ڪيڏارو“ لکيو آهي. جنهن ۾ هر ڪنهن پنهنجي قوم ۽ ديس ۾ لڳل جنگين، ويڙهاڪو سورمن، هنن جي بهادريءَ، جنگي ڪارنامن، سوين ۽ شڪستن، سچ ۽ ڪوڙ جي محاذن ۽ ٿيل نقصانن جا پنهنجي فن آهر عڪس پيش ڪيا آهن. يورپي شاعريءَ ۾ هومر، ورجل، دانتي، شيلي ۽ فارسي ٻوليءَ جي شاعر فردوسي جو ڪيڏارو مشهور آهي. اردوءَ ۾ مير انيس ۽ مرزا دبير بہ ”ڪيڏارا“ لکيا آهن. سنڌي ٻوليءَ ۾ بہ”ڪيڏارو“ ايترو ئي پراڻو آهي جيتري سنڌي ٻولي. سنڌ ۾ پلجندڙ هر سماج، هر دور ۾ جنگيون ڏٺيون آهن ۽ امن بہ ڏٺو آهي. حق ۽ سچ جا مهاڏا بہ اڻکيل ڏٺا آهن تہ ڪوڙ جون ڪاهون بہ پسيون آهن. اهڙي طرح هر دور جي سنڌي شاعرن”ڪيڏارو“ لکيو آهي. البت سنڌي ادب ۾ پَٽائي، صادق فقير، خليفي نبي بخش لغاري، تنوير عباسي ۽ استاد بخاريءَ جا”ڪيڏارا“ گهڻو مشهور آهن.

سڄي دنيا جي شاعريءَ ۾ لکيل"ڪيڏاري" سنڌي ٻوليءَ جي قديم ڪلاسيڪل دور(جنهن ۾ نامعلوم شاعرن جو ڪلام ملي ٿو) ۽ جديد ڪلاسيڪل دور ۽ هاڻوڪي دور جي نئين شاعري ۾ لکيل ڪيڏاري جي اُدبي خوبين کي جاچڻ لاءِ اهو ٿي اپياس ڪرڻو پوندو ته ان ۾ جنگ جون چٽيل تصويرون ۽ انهن ۾ ڀريل رنگ ڪيتري قدر سهڻا آهن، شاعر لفظن کي رنگ ۽ برش طور استعمال ڪندي ڪيتري ڪاميابي حاصل ڪئي آهي، جنگ جو ذڪر جنگي لفظن ۽ محاورن ۾ ڪيل آهي يا فنڪارانه طرز ۾، جنگ جو تصور شاعر وٽ جارحيت آهي يا عوامي تشدد ۽ جياپي جي جنگ ۽ اهو به ڏسڻو پوندو ته انهيءَ جياپي واري جنگ ۾ وڙهندڙ ڳڀرن ۽ جوانن کي ڪيتر وحوصلو ڏيڻ ۽ هنن ۾ روح ڦوڪڻ لاءِ شاعر کهڙا وس ڪيا آهن؟

پرک جي هنن مختصر معيارن تي اچو ته پنائيءَ کي سر ڪيڏاري ۾ پرکيون.

ڪاري ڪڪر هيٺ، مون جهيڙيندي ڇڏيا
ڪارا ڪند هٿن ۾، اڙل وڇيرا هيٺ
ٿي تنين سين ڏيٺ، مونڻ جنين ميهڻو.

هن بيت جو حُسن، ان ڪاري ڪڪر جي پسمنظر ۾ ٿي ڏسي سگهجي ٿو، جنهن جي ڇانوَ ۾، جنهن جي رنگين اوٽ ۾، ڪي ڳڀرو، اڙل وڇيرا، هٿياربند ٿي دشمن سان مهاڏو اٽڪايون بيٺا آهن ۽ اهي اهڙا سورهيه آهن، مونڻ جي لاءِ مهڻي هاب ٿيڻ برابر آهي. "جهيڙيندي ڇڏيا" وارن ٻن لفظن مان جنگ جي جاري هئڻ جو احساس ٿئي ٿو، جن جي مدد سان پنائي پڙهندڙن جي محسوسات ۾ هڪ چرپر پيدا ڪري ڇڏي ٿو.

پنائي پنهنجي ڪيترن ئي"ڪيڏاري" جي بيتن ۾"چنڊ وهاڻي چڙهيا" واري اڌ سٽ استعمال ڪري ان ۾ به رنگ پيش ڪيا آهن. چنڊ جي لهڻ واري مهل جي مڌر مڌر چانداڻ، جَهڪي جَهڪي روشني، ستارن جي سجاڳ ٿيل جوت ۽ چنڊ جا آخري روشني ڪرڻا ۽ پوئين رات اولهه جو اِجرو روپ، اهي سڀ عڪس صرف اڌ سٽ ۾ پنائي ٿي پيش ڪري سگهي ٿو.

کانڊ، ڪلاڙين، ڪپڙينَ، وَرِ، وناهيو آءٌ
جت سانگين جي سٽ وهي، ات وڪ وڌندي پاءِ
تان تان پيوَ مرَ لاهِ، جان جان نوڏين نہ چڙهين.

ڪا سورمي پنهنجي سورهيہ ورڪي چوي ٿي تہ، گلن ڦلن سان پريل ڪپڙا پائي ايئن اڳتي وڌي اچ، جيئن وهانوَ لاءِ سنبريل لڳين. وري"جان جان نوڏين نہ چڙهين" مان مراد آهي"جيستائين شادي نہ ڪرين"... جنگ جي ميدان ۾ پنائي سچ تي سر ڏيڻ وارن کي گلن ڦلن جي مڙني رنگن وارا ڪپڙا پارائي، گهوٽ وانگر سينگار ڪرائي، شهيد ٿيڻ واري وهانوَ تي ٿو موڪلي تہ جيئن هو سوڀ سان لانئون وجي لهن. ۽ ان لاءِ ضروري آهي تہ هو پوئتي نہ هٽن، وک اڳتي وڌائيندا رهن.

گهوڙن ۽ گهوٽن، جيئن تورا ڏينهڙا
ڪڏهن منجهہ ڪوٽن، ڪڏهن واهي رڻ جا.

ڏاڙهي رت رتياس، ڏند نہ ڏاڙهونءَ گل جيئن.

هنن سٽن ۾ گهوٽن جي سينگار، ڏاڙهونءَ جي گلن ۽ رت جي راند جو ذڪر آهي، جنهن ۾ ڏينهن، مهينن ۽ ورهين واري جياپي کي ڪا بہ اهميت ڪانهي، زور، گهوٽ ٿيڻ تي ڏنل آهي، سر ڏيڻ، ڪسجي وڃڻ، پوئتي نہ هٽڻ جي ڳالهہ آهي. پنائيءَ جي"ڪيڏاري" ۾ عوامي جنگ جو تصور، تشدد ۽ جارحيت کان نفرت هن جي امن پسندي جو وڏو ثبوت آهي. پنائي جڏهن چوي ٿو تہ"تان تان پيوَ مرَ لاهہ، جان جان نوڏين نہ چڙهين" تہ هن جي مراد اها آهي تہ جيستائين خوف جي فضا آهي، تيستائين جنگ ٿيڻ لاءِ حالتون موجود آهن. انهن حالتن جي ختم ٿي وڃڻ سان ئي سک جو ساهہ کڻي سگهجي ٿو.

سورهيہ مرين سوڀ کي، دل جا وهم وسار
هڻ پالا، وڙهہ پاڪرين، آڏي ڍال مرَ ڍار
مٿان تيغ ترار، مارِ تہ متارو ٿئين.

هڻڻ، هڪلڻ، بيلي سارڻ، مانجهين ايءُ مَرڪ

وجهن تان نہ فرق، رڪ ـ وَهندي راند ۾.

جنگ ڪي راند ڪوٺڻ بہ پنائي جو ئي فن آهي. پنائيءَ هي محاورو استعمال ڪري ڪيڏاري جي عالمي شاعريءَ ۾ سنڌي شاعري کي اتم ڪري ڇڏيو آهي. اهو سنڌي ٻوليءَ جي ڪيڏاري جو ئي ڪمال ٿي سگهي ٿو تہ، ان ۾ سچ جي ويڙهاند کي ايترو رنگين ۽ دلچسپ ڪري ڇنيو ويو آهي، جهڙي راند. پنائيءَ جي سورمي جي سورهيائي ۽ هن جو جنگ کي راند تصور ڪرڻ وارو اڏمو هن هيٺين بيت ۾ ڏسو:

ڏٺو ڪالهہ ڪهين، جهونجهار ڪو جهڳڙو
هاٿين هڏ مڃائيا، ريلو رت نئين
پائن سان سنئين، جيان جيءَ جوکو ٿئي.

پهرئين تہ بهادر ويڙهاڪن جي جهڳڙي ۽ جنگ جي تصوير ڇنيل آهي، جنهن ۾ هڏ مڃايا وڃن ٿا. رت ريلا ڪري وهي هلي ٿو ۽ پنائيءَ جو سورمو هر اهڙيءَ ڪارروائيءَ کي صحيح ۽ جائز ٿو سمجهي، جيڪا سر جي صدا تي هٽي:

بهادر گڏيا، بهادرين، ڪڙڳ ڪلول ڪن
وجهن ڏڙ ڏڙن تي، هاڪارئو هٽن
ڪرن، ڪنڌ نچن، رڻ گجيو راڙو ٿيو. ❀

بهادر بهادرن سان سامهون ٿيا آهن، ترارين جا ڪڙڪا آهن. هڪٻئي کي للڪاريو هٽن ۽ وڍين ٿا ۽ ڏڙن جا ڍير ٿيندا ٿا وڃن. جوانن جا سر نچن ٿا، رقص ٿا ڪن، رڻ آسمان پريل ڪڪرن وانگر گجي رهيو آهي:

ڇپر جيئن پهون، تيئن رڻ ڳجهن رانئيو
ونڪا ونڪا گڏيا، ٻوڙيو ڏين ٻهون
مُهاين وهون، نير مهانگو ڪنديون.

جيئن پهاڙن تي ٻڪريون هونديون آهن، تيئن جنگ جي ميدان ۾ پيل لاشن متان ڳجهن جا ميڙا آهن. بهادر بهادرن سان منهن مقابل ٿي سانن وانگي هڪٻئي کي ٻهون ۽ ٽڪر هٽي رهيا آهن ۽ انهن بهادرن جون ساماٽل ڀانهون انهن جي فراق ۾ نير خريد ڪري ڪپڙا رڱي پائن ٿيون.(۽ نير جو ڪاپو ايترو وڏي

ويو آهي جو آخر نير مهانگو ٿي ويندو.)

هوڏانهن هن هاڪاريو، هيڏانهن هي هڻن
سرنايون ۽ سنڌڙا، ٻنهي پار ٻُرن
گهوٽن ۽ گهوڙن، رڻ ۾ لانئون لڌيون.

هڪ پاسي هي ٿا هڻن ۽ ٻئي پاسي هو ٿا وار ڪن، ٻنهي پاسن کان شرنائي ۽ توتارين جا آواز اچي رهيا آهن. ۽ جنگ جو ميدان ائين ٿو لڳي ڄڻ گهوڙن ۽ گهوٽن لانئون لڌيون آهن.

آيا اُجارين، تنگ، تراريون تڙرار
سانگيون سائن هٿ ۾، ڪلهنئون نہ لاهين
ايا ئي آهين، مُهائي مرڻ جي.

تڙرا يعني هٿيارن کي صاف ڪنڌڙ اچي ويا آهن ۽ کهاڙيون ۽ تراروں صاف ڪري رهيا آهن. نيزا هنن کي هٿ ۾ آهن ۽ کهاڙيون ڪلهن تان لاهي هيٺ نہ ٿا رکن. بهادر بيٺا ئي آهن، جيئن هو شهادت جو مرتبو ماڻين.

ڪلي وير ڪٽڪ ۾، سائو سڀ نہ هونِ
پڙ تي سي ئي پونِ، موتڻ جنين ميٺو.

جنگ جي وقت لشڪر ۾، سڀ سورهيہ ثابت نہ ٿيندا آهن، صرف اهي جن لاءِ پوئتي موٽڻ ميهڻو ۽ لڄ مثل هوندو آهي. اهي ئي شهيد ٿيندا آهن. پٽائيءَ جي جنگي انقلابيت هيٺين بيت ۾ بي مثل آهي، چوي ٿو:

ڪلي وير ڪٽڪ ۾، پاڪر جو پائي
اجان ان کي جيئڻ جو، آ سانگو آهي...
سورهہ سو چائي، جو رڳو ئي رڻ گهري.

جنگ واري وقت ۾ جيڪو زره پائي وڙهي ٿو، تنهن کي ظاهر آهي تہ اجا جيئڻ جو آسرو آهي. هو اجا جيئڻ چاهي ٿو.(غير مشروط طور)

پٽائيءَ جي”ڪيڏاري“ ۾ ويڙهاند ۽ ويڙهاڪو جوانن جي تصويرن سان گڏ جيڪا نواڻ آهي، اها آهي سورهين جي وڙهڻ جي بهادري ـ پشتو ٻولي جو هڪ مشهور ٽپو آهي،”مون کان چمي اهو گهري، جيڪو غلاميءَ کي طلاق ڏي.“ هن ٽپي مان

پشتو ڳالهائيندڙ عورت ۽ پشتون سورمي جي آزادي پسندي ۽ بهادري جو نقشو چٽيل آهي ته. هو ڪنهن به اهڙي مرد کي پنهنجو آدرش نه ٿي بنائي، جيڪو غلاميءَ سان ٺاهه ڪري ٿو ۽ آزاديءَ لاءِ جدوجهد نه ٿو ڪري.

هن نموني جو تصور پٽائي جي شاعري ۾ به ملي ٿو، جنهن ۾ سنڌي عورت جي مليٽنٽ ۽ بهادر هئڻ جو ذڪر ڪيل آهي:

مر مرين، آءُ روئين، موٽي آءُ مَ ڪانڌ
ڪچن وڏا پاند، جيئڻ ٿورا ڏينهڙا.
هتي "ڪچن" لفظ جي معنيٰ آهي "طعنن".
جهمنديون اچن، جهوليون، جهونجهارن جيون
پايو پڪ پهار جا، تن جون وهون واڪا ڪن
پٽن، پار ڪدين، رڻ گجيو راڙو ٿيو.

شهيدن جا لاش جهولين ۾ جهوليندا اچي رهيا آهن: انهن جون وهون خاڪ وسائي رهيون آهن. رڻ گجي رهيو آهي.

پڇي آئين پڇڻا، لڄائيئي مون سيڻ
ويئيون وجهن ويڻ، منهن مٽاهان جن جا.

هن بيت ۾ سيڻن جي ڪسوٽي بهادري ۽ سرفروشي آهي. جيڪا ڪنهن پڇ پائي پڇي ايندڙ ۾ نٿي ٿي سگهي. بهادري ڏيکارڻ ۽ سِر ڏيڻ لاءِ همت ڏياريندي پٽائي هتي جذبي لڳاءَ ۽ انساني پيار کي اپاري ٿو، جيڪا ڳالهه هن بيت کي خوبصورت بنائي ٿي.

"سر ڪيڏارو" ۾ پٽائي جيڪو حسن ۽ جمال جو مشاهدو ڪيو آهي، اهو به "ڪيڏاري" جي مزاج جو آهي، جنگي حسن آهي، زخمن جي سونهن آهي، جهيرن جي سڳنڌ آهي، سوڳ جو سواد آهي، روح ۽ راڙي واري ڏکوئيندڙ راحت آهي. اهو به پٽائيءَ جو ئي فن آهي ته هن جي هر سر ۾ جماليات مختلف آهي. هن ڌرتي ۽ آڪاش ۾ جيڪي به سونهن جا اولڙا آهن، اهي سڀ پٽائي جي من جي ڪئنواس تي پيا ٿا ڏسجن، جن جا سندس شاعريءَ ۾ نهايت واضح ۽ چٽا عڪس موجود آهن.

# وڏا وِهائو

ڀٽائيءَ جي سر سامونڊي ۽ سريراڳ ۾ سندس شاعراڻي فن ۽ فلسفي جي اونهاين سان گڏ ڪجهه اهڙا بيت به ملن ٿا، جن مان اسان کي 17 ۽ 18 صدي عيسوي واري قديم سنڌ جي پرڏيهي وڻج واپار، سامونڊي رستن، اقتصادي پيداوار ۽ سنڌو نديءَ ذريعي پنهنجو گذران ڪندڙ وڻجارن ۽ وڻجارين جي نفسياتي ۽ ثقافتي قدرن جا ڪيئي تفصيل ملن ٿا. ڀٽائيءَ جي عظيم عوامي شاعر هئڻ جو اهو به هڪ ثبوت آهي ته، هن پنهنجي شاعريءَ وسيلي نه رڳو پنهنجي ٻوليءَ کي وڏيءَ حد تائين سينگاريو ۽ وڌايو، پر پنهنجي عوام جي زندگيءَ جي هر پهلوءَ کي پنهنجي شاعريءَ جي ڪينواس تي چڱي طرح چٽيو ۽ پنهنجي دور جي تاريخ ۽ جاگرافي کي به پنهنجي شاعريءَ ۾ سهيڙيو.

ڪاري ڪيڙائو، مٽي مني موٽيا
سودو ڪن نه سون جو، وڏا وهائو
موتي جي مهراڻ جا، تن جا ٺاماءو
سامونڊي سائو، لنڪا لوڀي آئيا.

هن بيت ۾ ڪاري ڪيڙائو اهي سامونڊي آهن، جيڪي سمنڊ جي ڪاري پاڻي ۾ ونجهه هلائي چڻ سمنڊ جي مٿاڇري کي ڪيڙيندا آهن. جيئن زمين کي هاري هر سان ڪيڙيندو آهي. بيت ۾ مني جو ذڪر سنڌو نديءَ جي مني پاڻي بابت آهي. سنڌوءَ جي ڊيلٽا علائقي کي اتي جا مقامي ماڻهو"ڪارو" ڪوٺيندا آهن ۽ مٿي اتر سنڌ کي"منو" سڏيندا آهن. ڀٽائي چوي ٿو ته هي وڻجارا وڏا وهائو آهن، يعني وڏا واپاري آهن ۽ ايڏا وڏا واپاري آهن جو سون تي هنن جي اک به نه ٿي ٻڏي. هو مهراڻ جي موتين جي وڻج واپار ڪن ٿا. اهي وڻجارا، جن کي ڀٽائي وهائو به ڪوٺيو آهي، انهن لاءِ هڪ ٻي صفت به استعمال ڪئي اٿس، جيڪا آهي سائو- جنهن جي معنيٰ آهي"شاهوڪار"، هي واپاري پنهنجي ڏاهپ ۽ وڏي ڪاروبار ڪري تمام گهڻو سامان ڪٽي موٽندا هئا ۽ ايئن لڳندو هو ڄڻ هو لنڪا لوڀي آيا

آهن يا سري لنڪا جو سڀ واپاري مال ڦري ڪٺي ويا آهن.
هن بيت ۾ انهن سامونڊين ۽ وڻجارن جو ذڪر ڪيل آهي، جيڪي سنڌونديءَ جي مٺي پاڻيءَ مان ٻيڙا ڏڪي، جر جهاڳي، عربي سمنڊ جي کاري پاڻيءَ مان ٿيندا سري لنڪا يا سلون واري ٻيٽ تي وڃي نڪرندا هئا ۽ سنڌ مان قرقل، ڦوٽا، پارچا، عطر ۽ عنبير وغيره ٻيڙين ۾ ڊوئي پري پري وارن بندرن تي وڪڻي هيرا، جواهر، سون ۽ ٻيون املهه شيون ڪٺي موٽندي کارو پاڻي ڪيڙي وري اچي سنڌونديءَ جي مٺي پاڻيءَ ۾ پوندا هئا. ۽ انهن جون وهون ۽ وڻجاريون پنهنجي ڪانڌن ۽ ناڪئن لاءِ آسون ۽ اميدون لڳايون سنڌوءَ ۾ اکيون وجهيو ويٺيون هونديون هيون.
پنائيءَ جي سر سامونڊي ۽ سر سريراڳ، مطابق سنڌ جي وڻجارن جو واپار رڳو سريلنڪا تائين محدود ڪو نه هو. اهي خليج، بنگال کان ٿيندا چين تائين به ويندا هئا:

سودي .ڪارڻ سنبهي، ويهون وڻجارن
ويا چين بنگال ڏي، رکي ماڻڪ من.

پنائيءَ جي هن سر ۾ اها به معلومات ملي ٿي ته وڻج واپار ڪندڙ سنڌ جا وڻجارا وچ اوڀر جي ملڪن ڏانهن به واپار جي سانگي ويندا هئا ۽ خاص ڪري عدن واري بحري بندر سان هنن جو گهرو واسطو هوندو هو:

تن ۾ تراز تَوهه جي، گهڻي لئه گهوري
ادب ۽ اخلاص جا، سڙهه ٻڌي سوري
وکر وينتين جو، تنهن ۾ پاءِ توري
ته عدنئون اوري، تنهنجو توائي نه ٿئي.

ان کان سواءِ پنائيءَ جي بيتن ۾ جن ٻين پرڏيهي بندرن جا حوالا ملن ٿا، انهن مان ڪاٺياواڙ جو پور بند، انڊونيشيا جو جاوا بندر، سنڌ جي ڏکڻ ۾ ڪنيات جو بندر ۽ سوماترا بندر خاص اهميت رکن ٿا. رسالي ۾ سڀ کان وڌيڪ ذڪر سريلنڪا ۽ عدن بندر جو اچي ٿو. سلون سان سنڌ جي وڻجارن جو گهرو لاڳاپو هن

بيت جي روشني ۾ ڏسندا. هن بيت مان اها بہ خبر پوي ٿي تہ سنڌ جا وڻجارا، سنڌ جي ڪچي مال ۾ سوٽي ڪپڙي جي عيوض سلون مان سون ڳنهي ڪٽي ايندا هئا.

لنڪا لنڪا ڪن، لڏ لنڪا جي اوهريا
سٽي سون لنڪا جو، سک نہ سامونڊين
پرهہ پڳهہ ڇوڙيا، ڪاري ڪيڙائن
وڏي ڀاڳ ڀڙن، جي کهيا ڪارونيار ڏي.

هنن ڀنهي سرن جي ڪيترن ئي بيتن ۾ پنائيءَ وڻجارن جي واپار لاءِ پرڏيهہ اسهڻ ۾ وري موٽي پنهنجي وطن ورڻ واريءَ مند ۾ موسم جو بہ ذڪر ڪرڻ نہ وساريو آهي. وڻج واري سانگ لاءِ اسهڻ جي مند ڏسو تہ پنائيءَ ڪيئن بيان ڪئي آهي:

ڏٺي ڏياري، سامونڊين سڙهہ سنياهيا
ان ڪي مند اتر جي، اوچتي آئي
وڻجارن وائي، آهي پرين پار جي.

يا وري:

آئي اتر مند، هنئين اڏڪو نہ لهي
وٽين لاڇو بند، پيهر مڪين پيڙيين.

۾ وري جڏهن ڏکڻ جي هير ٿي گهلي يا واهوندا ٿا ورن ۾ پيڙياتا اوياريون پيڙيون ڪاهي اچي ٿا ڏيهہ سهڙن:

لڳي اتر اوهريا، واهوندي ورن
آءُ گهٽو ٿي گهوريان، سودو سامونڊين
اڱڻ جن اچن، عيد ورتيَ ان جيَ.

# ڪريان هوندَ ايئن!!

ڪڏهن ڪڏهن هينئڙا، نہ ٿو وڻين مون
پٽائيءَ جي هن سٽ ۾ رڳو لفظ ناهن. ان ۾ هڪ اڏمو پڻ آهي، هڪ پيڙا آهي، اهڙو ايذاءُ آهي، جنهن ۾ هن کي پنهنجي وجود کان بہ بيزار لڳي ٿي.
تو سڱ ساهہ ڪٽڻ سين، جيئڻ گوشي جاءِ
مرڻ مون سين آءُ، پنيءَ ٿو پنڌ ڪريان.
هتي پنهنجي وجود کي مخاطب ٿي ۽ ان کي پاڻ کان ڌار ڪري پاسي تي رکي، موت کي چئلينج ٿو ڪري،"اچ تہ تنهنجي پنيءَ هلان."
آتڻ چونمر ڪت، تاڻيان تند نہ ڪري
پاڻان روئي رت، چرخو مون چڪ ڪيو.
هن بيت ۾ هڪ عجيب ڪيفيت آهي. ساتاري چون ٿا، ڪجھہ ڪر سعيو بہ ڪجي ٿو. پر ڪم نہ ٿو اڪلي، زندگيءَ کان شڪايت آهي، دل تي ڪو اهڙو بار آهي جيڪو لهي ئي نہ ٿو. ڪم ڪرڻ لاءِ اتساهہ ملي ئي نہ ٿو.
هنن ۽ هھڙن ٻين ڪيترن ئي بيتن ۾ پٽائي جي شاعراڻي مَن جي هڪ عجيب ڪيفيت چٽيل آهي. جنهن ۾ بيزاري آهي، بي دلي آهي، شڪايت آهي، شاعراڻو ڪروڌ ۽ احتجاج آهي. اچو ڏسون تہ پٽائيءَ جي ان شاعراڻي ڪيفيت جي پس منظر ۾ ڇاهي؟
ماءِ وهاڻو وار، ڪڻ پترڻي پنهنجي
ڏنئي جو ڏاج ۾، سو سمورو سار
وڃان ٿي وڪار، ڏنمر پير پنهونءَ جو.
اوسي پاسي ۾ وسندڙ سماج ۽ ماڻهن جي بستيءَ مان لڏڻ جو سبب هن بيت ۾ چاڻايل آهي. هتي پٽائيءَ پرينءَ جو پير ڏٺو آهي. اوڏانهن وڃڻ چاهي ٿو، ٻئي هر ڪنهن شئي کي پٺي ڏيئي.
ڏک لڳو، ڏونگر ٻريو، پينر ڪاٺي پونءِ

منان لڻو مون، سندو جيئڻ آسرو.

ڏرتي تي ڏک راڄ ڪيو آهي. ڏرتي ٻري وئي آهي ۽ ان ڪان پوءِ پيڻائيءَ ڪي ويهڻ نڻو اچي. هن ڪي اها بہ خبر آهي تہ ڏرتيءَ تي لڳايل باهہ وسائڻ لاءِ رت ڪم ايندو آهي. ان ڪري هن جيئڻ جو آسرو لاٿو آهي. يعني ڪو سبب جڙيو آهي، ڪو سانگ رچيو آهي ۽ پيڻائيءَ سر تان هٿ ڪنيو آهي.

ڏکويون ڏيهان، جيڪس چڏي ويئون.
هاڻي ڪن مُلان، پڇان پرين خبرون.

ڏکويل، سوريتيون، همدرد ۽ حال پائي ڪنهن آزار وچان هتان هليا ويا آهن. هاڻي هي سور ڪنهن سان سلجن، دل جو حال ڪنهن سان اورجي؟ اهي سوال آهن، جيڪي پيڻائيءَ کي ڏنپ ڏين ٿا ۽ هو حالتن ڪان ناپسندگيءَ جو اظهار ڪري ٿو.

اڇو پاڻي لڙ ٿيو، ڪالوريو ڪنگن
ايندي لڄ مرن، تنهن سر مٿي هنجڙا.

هن بيت ۾ پڻ پيڻائيءَ کي پنهنجي سماج خلاف ڪا شڪايت ٿي ڏسجي. ڪن ناپسنديده ماڻهن ماحول کي اهڙو خراب ڪيو آهي جو ڪو وڻندڙ انسان هتي اچي نہ ٿو سگهي.

متارا مري ويا، موکي تون نہ مرين
ڪيهي پَر پرين، ڏکي ڏاتارن ريءَ.

متارن جي وڃڻ کان پوءِ اي موکي، هنن ڏکن ۾ تون ڪيئن گذارڻ پسند ڪيو آهي؟ هي سوال آهي جيڪو پيڻائيءَ پنهنجي ڪردار ڪان پڇيو آهي، جيڪو هن جو پنهنجو وجود آهي. هتي سماج ڪان شڪايت جو سبب آهي متارن جو مري وڃڻ.

ڪلهي ڦاٿو ڪنجرو، مٿو اگهاڙو
منهنجو ڪڄاڙو، پينر هن پنيور ۾.

هتي پنيور ڪان بيزاري ڏيکاريل آهي. سماج ڪان بغاوت آهي، ۽ ان جو سبب اهو آهي تہ ڪنجرو ڪلهن ڪان ڦاٿل آهي ۽ مٿي ڍڪڻ لاءِ لٽو ناهي. اهڙو جيئڻ بہ ڪهڙو آهي؟ هتي سماجي تنقيد ۽ جذباتي احتجاج سان گڏ هڪ مطالبو بہ آهي پنيور ۾ رهڻ لاءِ.

تارا تر تروڪٽيون، مٿن ..قلڙيون
ڪوءِ سي راتڙيون، پرين پچاڻان جي پيون.

اهي راتيون ٿي گهوريون جيڪي پرين ڪان سواءِ گذرن، ڀلي تہ انهن ۾ تارا پيا ٽمڪن ۽ انهن تارن مٿان گل ڦل ڇاپيل هجن. هن بيت ۾ بہ هڪ شڪايت ۽ بيزاريءَ واري ڪيفيت آهي، ۽ ان جو سبب اهو آهي تہ پرين ڪونهي، ڏور آهي، پورو نہ ٿيو آهي.

جي قيامر مڙن، تہ ڪر اوڏا سپرين
تئان پري سُڄن، واڌايون وصالِ جون.

پرينءَ سان ملڻ جو مقصد ايترو پري آهي، جو جيڪڏهن ان جي پورائي جي حد قيامت آهي تہ پوءِ بہ چڱ ويجهڙو آهي. پر پرين جي وصل جون مبارڪون اجا اڳيريون آهن.

پنهونءَ سين پريت جو، ڪو جو پيچ پٽوم
ٻنهي هن ٻنيور ۾، وهڻ وهُ تٿوم
متيون موٽڻ سنديون، ڪاڪيون ڪين ڏيوم
سرتيون ساهہ سندوم، ٿيو حوالي هوت جي.

هن بيت ۾ پڻ اوسي پاسي جي سماجي حالتن ڪان بيزاري ۽ بغاوت آهي، پرينءَ ڏانهن وڃڻ جو عزم آهي. موٽڻ جو سوال ئي پيدا نہ ٿو ٿئي.

ڪنيس ڪويجن، تن طبيب نہ ڳڏيا
ڏيئي ڏنب ڏڏن، ڀاڻان ڏيل ڏکوئيو.

هتي بہ هڪ شڪايت آهي. هڪ مسئلو آهي، سماج تي ٽوڪ آهي. بيمار سماج کي ڏڏ ڊاڪٽر مليا آهن، رهندو بہ آزار وڌائي ڇڏيو آهي.

مٿي ڄاڻايل مڙني بيتن ۾ ڀٽائي ذهني طور پنهنجي سماج ڪان بغاوت ٿو ڪري. ان لاءِ تہ اهو اهڙي طرح هئڻ گهرجي. جنهن ۾ نااميدون، نراسايون، نفرتون ۽ ڏک نہ هجن، سک ۽ ترقي هجي.

ادب ۽ شاعريءَ ۾ اهڙي قسم جي سماجي بغاوت ۽ احتجاج صرف ترقي پسند

شاعرن جو ئي ورثو آهي. ترقي پسند فنڪار جي سماج کان بغاوت، سماج سان غداري ناهي، پر ڪوڙهئي سماج ۽ نظام خلاف احتجاج آهي، پنهنجي ڌرتيءَ کي ميار آهي، ڏوراپو آهي ۽ پيار ڀري نفرت آهي.
چوندا آهن تہ هر جدت بغاوت ناهي ۽ هر بغاوت جدت ناهي. ڀٽائيءَ جي شاعري پنهنجي دور جي انتهائي جديد ۽ باغي شاعري آهي. ڀٽائيءَ پنهنجي عوام جي ظاهري حالتن، ڦرلٽ ۽ ڏکن خلاف عوامي انڌ لکن سڏڪن، اوڇنگارن، ڳوڙهن ۽ احتجاج کي پنهنجي ذات جي سراڻ تي چاڙهي بيتن جي صورت ۾ آندو آهي.
هن جو مقصد رڳو ادب سان ڪو نہ هو. هن جو مقصد زندگيءَ سان هو. هن پنهنجي دور جي جاگيرداري سرشتي جا جهڙيءَ طرح بکيا اڌيڙيا آهن، ان جهڙو مثال سنڌي ادب ۾ ڏکيو ملندو.
اهڙي طرح ڀٽائي پنهنجي وقت ۾ رائج غلط سرشتي واري ڳس سان سلهاڙيل جانورن وانگي هلندڙ ماڻهن کي ڏسي چوي ٿو:

اڪ الٽي ڏار- وڻءُ الٽو عام سين
جي لهوارو لوڪ وهي، تون اوچو وهہ اوپار
منجهان نوچ نهار، پُر پٽيرو پرين ڏي.

يا وري:

جهنگل هليا، سي نہ پليا، راهہ هليا ڦرجن.

ڀٽائيءَ جي ڪلام ۾ سماج تي سخت تنقيد ڪيل آهي ۽ ڌارين حملي آورن، مقامي جاگيردارن، مذهبي، آقائن ۽ ڦورن خلاف کليل بغاوت آهي. اهو ئي سبب هو، جو ڀٽائيءَ جي وقت جا حاڪم، جاگيردار، مذهبي پير ۽ روايتي فقير ڀٽائيءَ جي رت جا پياسا هئا ۽ هڪ راءِ مطابق خاص ڪري شاهہ عنايت صوفي جي هارين واري تحريڪ سان دلچسپي رکڻ ڪري ڀٽائيءَ کي الائي ڪيترا دفعا پنهنجو ديس ڇڏي جلاوطن ٿيڻو پيو هو.

مَ لنئُ ڪونجي، مات ڪر، چورِ مَ هنئين چاڪَ
ڦٽيون جي فراق، سي گهر گهاريندين ڪيترو.

# مَ چئہ ڇِنائون

هلو تہ هلون ڪُورئين جتي نپجي نينهن
ڳنڍيين سارو ڏينهن، ڇنڻ مور نہ سکيا.

ڪورين جي پارٽيءَ جو اهو اڻ لکيل دستور آهي تہ هو ڇنندا نہ آهن، ڳنڍيندا رهندا آهن. ڳانڍاپي کي مضبوط ڪرڻ ۽ ڇيناري کي ڪمزور ڪرڻ واري نظريي کي ڪورين ان ڪري پنهنجو ڪيو، ڇاڪاڻ تہ هنن ڄاتو ٿي تہ:"ڏکيون جان مڙن، تان تان پنڻ نا ٿئي." البت ڪورين جو ڳنڍڻ وارو فلسفو انهن لاءِ ناهي جيڪي:

ڏريان ٿي ڏاريا، مِٽ مٽيءَ جا نہ ٿيا
مدي ڏيرن من ۾، مان ڪليو ڪيڪاريان
صبح ٿي ساريان، تہ اٿ نہ اوطاقن ۾.

يا وري:

ڏريان ٿي ڏار، جي وڍي وڻ جدا ڪيا
تن سڪن کهڙي سار، اٺا مينهن ملير تي.

دراصل ڳنڍڻ، جوڙڻ، جڙڻ ۽ ڳنڍجي پيچجي وڃڻ پرينءَ سان هوندو آهي، عوام سان هوندو آهي ۽ عوام جي دشمنن سان رڳو مهاڏو ئي اٽڪائبو آهي."ڪچن وڏا پاند، جيئڻ ٿورا ڏينهڙا". دوست ڪير آهي ۽ دشمن ڪير؟ جنهن ماڻهوءَ ۾ پنهنجائپ، قرب ۽ صاف دلي ڏسبي، ان کي دوست ۽ جنهن کي اوپرائپ، ڪينو ۽ مَدي من ۾ هوندي، اهو دشمن.

پر ڪورين جي پارٽيءَ جي اها روايت آهي تہ گهٽ ۾ گهٽ هو پاڻ ۾ نہ ڇنندا آهن. هنن جا پنهنجي پارٽي سان تعلقات پروفيشنل يا business-like نہ هوندا آهن پر داخلي جذباتيت سندن رشتي مان ٿمندي آهي. اهو رشتو ۽ عشق وارو فلسفو هڪ آهي"عشق ساڻ اناءِ، پير پرينءَ جي پار ڏي." مارن سان وچن، عشق ۽ ڪمٽمينٽ هڪ ڳالهہ آهي. هڪ اهڙي ڪيفيت، ڇڻ زندگي ۽ موت جو فيصلو ٿيندو هجي.

پرينءَ پر پرت مان، تو ساهڙ سڏ ڪري
نہ گهڙان موٽي وڃان، تہ ڪر ساھ سري
مر جان پرت پري، گهڙان گهوريو چندڙو.

اهڙي سڪ، ايڏي چڪ ۽ ڪمٽمينٽ ئي آزمائش وقت پارٽي پهچائي: "پاڻي پنيءَ پوڙ سهٽيءَ پانيو سير ۾." سو اهو سڀ ڪجهہ عوام سان عشق ڪرڻ ڪان سواءِ ٿي نٿو سگهي، نظريا انسان جي سداري، واڌاري ۽ ترقي لاءِ ايجاد ڪيا ويا آهن. دنيا جي عظيم ادب جو محور هميشہ ڪان وٺي "انسان" رهيو آهي. عوام سان عشق، ماڻهن جي خوشين ۽ ڏکن کي محسوس ڪرڻ سان ٿئي ٿو. غريبن ۽ مسڪينن جي مصيبتن ۽ بک جي ولهوڻن کي ويجهڙائي سان ڏسڻ، عوام جي مختلف طبقن جي سماجي زندگيءَ جي پرک ۽ مخصوص حالتون جن ۾ هو رهن ٿا. انهن جو جائزو، هنن جا مسئلا، انهن جو حل ۽ سڀ ڪان وڌيڪ تہ ماڻهن سان محبت ۽ ذهنن جي هر لڱ لاڳاپي سان عشق:

ماڙيءَ چڙهي ڏٺام، پڪا پنهوارن جا
هڪ اڳيئي سهٽا، ويتر مينهن اٺان
جيها جي تيها، مون مارو مڃيا.

سو مارو ماڻهن سان محبت جي ڪري هنن جا ڪکاوان پڪا بہ سهٽا ۽ ويتر سهٽا لڳن ٿا. عوام ڇاهي؟ عام لوڪ، ڄٽ، غريب، گر ورتل، "پاند جنين جي پاند سين، لڳو ٿئي لڄ" اڻ پڙهيل، ابوجهہ ۽ جن کي ڪپڙن پائڻ ۽ ڳالهائڻ جي تميز نہ هجي: "ڪاريون ڪوجهيون، ڪُوڙيون، مُور نہ موچاريون." اهڙن ڏکولن ستايلن ۽ پيڙهيل ماڻهن کي ڪيئن سڃاڻجي:

ڏکوين اهڃاڻ، ڪلهي ڦاٽو ڪنجرو.

لٽا ليڙو ليڙ، ٽڪڙين ۾ وڪوڙيل
ماروئڙا فقير ڪنهن در ڏيندا دانهڙي.
مٿن ٽبڪ ٽبڪڙا، چمڪندڙا اچن.

ان مظلوم انسانيت جي نجات لاءِ جدوجهد ڪرڻ انهن جو "جوڳ" هوندو آهي،

جيڪي عوام جي ڏک کي برداشت ڪري نہ سگھندا آهن، رت وهندي ڏسي نہ سگھندا آهن، پر ڏک کي ڌرتيءَ تان ٻهاري ڪڍڻ لاءِ پنهنجو سر بہ قربان ڪري ڇڏيندا آهن:

ودِيئي سي وادوڙيا، رت نہ ڏٺو جن
موت قبوليو تن، ڏٺو جن ڏکيءَ کي.

جڏهن دکي انسانيت سان جذباتي پيار تي وڃي ٿو تڏهن:

پريان سندي پار جي، مڙئي مٺائي
ڪانهي ڪڙائي، چکين جي چيت ڪري.

پوءِ اهڙي ڪيفيت ۾ ڳنڍڻ ۽ ڇنڻ وارو مرحلو اڪري عوام سان عشق انقلاب واري "طريقت" ۾ داخل ٿيو وڃي ۽ ان منزل تي محسوس ٿيڻ لڳندو آهي تہ: "مَ ڇنئو ڇنائون، ايءَ پڻ ڳنڍيو سڄڻين."

ان منزل تي پهچي پرينءَ پاران "ڇنڻ" وارو عمل پريت جو هڪ انوکو ناتو محسوس ٿيڻ لڳندو آهي ۽ جڏهن "اسان" ۽ "پرين" وچ ۾ ڇيناري کي بہ ڳانڍاپو تصور ڪيو وڃي، تڏهن هيڪڙائي ٿيو پوي ۽ تڏهن ئي پنڻ تي سگھندو آهي. "اگھن مڙي اڄ، ڪيو سڏ صحت کي، ڏور ڏکندا پڃ مهريءَ منهن ڏيکاريو. سو پرين جو ڇنڻ بہ ڳنڍڻ سمجھڻ گھرجي ڇاڪاڻ تہ هي سونهارو سَڱ آهي.

"هي سَڱُ نہ ڇنڻ جهڙو."

مون پريان سين نينهن، ڇنڻ ڪارڻ نہ ڪيو." ها البت عوام جي عشق ۾ اٽانگي پيچري تي هلي هلي، اوسي پاسي کان بيوفايون ڏسي، ڏسي "جيءُ" جي جواب ۾ "ڦوٽ" واري ورندي ٻڌي ٻڌي، "پلئہ پايو سچ، آچيندي لڄ مران" واري ڪيفيت سان گذرندي هلندي، ٿاٻا کائيندي ۽ پروڙ ٿيندي ٿيندي انسان کي ڪڏهن ڪڏهن محسوس ٿيندو آهي تہ:

ڪرُيان هوند ايئن، جيئن ڪميٽي ڪانہ ڪري.

حالتون ايتريون بدتر، ماڻهو ايترو ڇيپاٽيل، ڪاوڙ ڪروڌ، "اگھيو ڪاٺو ڪچ، ماٽڪن موت تي" وارو نظام. اڏوهي کاڌل، ڍونڍ جهڙو بدبودار، جنهن ۾ ساھ

ڪٽڻ بہ تڪليف ۽ سچ جي موت ۾ ملي ڪوڙ تہ پوءِ دل چوندي تہ ڪريان هوند ايئن..." پر نہ ايئن ڪرڻ سان عشق بدنام ٿي ويندو. وري ڪو عوام سان عشق نہ ڪندو. هڪ خيال جو واچوڙو ڦيري ڪائي ٿو:"پر نالو سندو نينهن، وري وئندي ڪا نہ ڪا."

بس اها مجبوري آهي تہ متان عوام سان عشق وارو فلسفو بدنام نہ ٿي وڃي. ان ڪري ايئن ناهي ڪرڻو. اها ـپَر ڪورين جي آهي. اهو وڙ اڻن ۾ اهو گڻ اٿن. ان ڪري ڪوري ڳنڍيندا آهن، ڇنندا ناهن.

پر اسان جي اڄ واري دور جي ڪورين، ڳنڍڻ جي ڪا نہ ڪئي ۽ نيت ڇني ڇڏيائون:

نہ ڪو ليکو ئي ٿيو، نڪو تتو ڏينهن
تنهان اوري نينهن، ڇنو آتڻ وارئين.

# مارئي ڪير هئي؟

چون ٿا تہ سنڌ کي انگريزن جي"غلامي" مان آزاد ٿئي اڌ صدي گذري وئي آهي، پر خاص ڪري سنڌ جي تاريخ تي"سنڌ جي غلامي واري دور" ۾ جيترو انگريز آقائن ڪم ڪيو هو، اوترو اسان"آزاد سنڌين" نہ ڪيو آهي.

پنائيءَ جو رسالو پهريون دفعو ڊاڪٽر ارنيسٽ ٽرمپ جرمنيءَ جي شهر لپزڪ مان 1886ع ۾ ڇپايو. ڊاڪٽر ايڇ ٽي سورلي پنائيءَ تي 1938ع ۾ جيڪو ڪتاب لکيو ان جي معيار جو ٻيو ڪو انگريزيءَ ۾ ڪتاب ورلي آيو آهي. سنڌ ۾ ريلوي لائين وڇائڻ جو ڪم 1855ع ۾ انگريزن ڪيو ۽ سکر بئراج جي ابتدائي رٿابندي بہ ساڳئي سال ۾ ڪئي وئي، جڏهن تہ ان کي جوڙي راس ڪندي ڪندي 1932ع وارو سال اچي ويو. سنڌي ٻوليءَ جي لپي سر بارٽل فيئر 1858ع ۾ جوڙي ۽ اهڙي طرح سنڌ تي عملي ڪم جيڪو"غلامي" واري دور ۾ ٿيو، ايترو "آزادي" جي پنجاهہ سالن ۾ ٿي نہ سگهيو.

اسان سنڌي پنجاهہ سالن جي ڊگهي عرصي ۾ اهو بہ معلوم ڪري نہ سگهيا آهيون تہ مارئي ڪير هئي؟ هاڻي هي بحث هڪ دفعو وري ڇڙي پيو آهي. مارئي جي ميلي جي موقعي تي ماڻهو هڪ ٻئي کان اهو ئي سوال پڇڻ لڳا، پر جواب ڪنهن وٽ بہ ڪو نہ هو. جي ڪو جواب هو تہ ان جو ثبوت ڪو نہ هو.

مارئي هندو هئي يا مسلمان؟ جي هندو هئي تہ ذات جي ماڙيچي هئي يا ريبارڻ؟ جي مسلمان هئي تہ سندس ذات مارو پنهوار، جوٽيجي يا سومري هئي؟ ان سلسلي ۾ پڪ سان ڪجهہ نہ ٿو چئي سگهجي. ڇاڪاڻ تہ ان موضوع تي ڪا سنجيدگي سان تحقيق نہ ڪئي وئي آهي. ڪوجنا ڪير ڪري؟ ڪير فيلڊ ۾ وڃي ڳولي، اهڙي ڳولا لاءِ جذبو تہ موجود آهي، پر ناڻو ناهي. ڏوڪڙ اڳي حڪومتن وٽ هوندا هئا، پر هاڻي حڪومتون ڇڄ غريب ماڻهن کان بہ ڪنگليون ٿي ويون آهن، سنڌ جي زميندارن وٽ پئسو آهي، پر مارئي شايد انهن جي ترجيح ناهي. سنڌ جي سياسي ڌرين وٽ خبر ناهي پئسو آهي يا نہ، پر هنن جو ايئن چوڻ

سان ٿي ڪم ٿي ويو ته ”مارئي حب الوطني جي عظيم علامت آهي.“ ان کان وڌيڪ سنڌ جي سياستدانن ان موضوع تي هڪ پئسو به خرچ نه ڪيو آهي. جڏهن ته اها دنيا کي خبر آهي ته اسان جا وڏا ۽ انقلابي سياستدان به لئنڊ ڪروزر ۽ پجيرو کان گهٽ ڪنهن گاڏيءَ ۾ نه ويهندا آهن. سنڌ جا اين جي اوز به غريب ناهن. لکين رپين جي امداد حاصل ڪن ٿا. آفيسون اٿن، عملو اٿن، ڏوڪڙ اٿن، پر هن سلسلي ۾ اهي به ڪجهه ڪرڻ لاءِ تيار ناهن. باقي هي ڪم ڪير ڪندو؟ ان سوال جو جواب ڏيڻ جو گهٽ ۾ گهٽ مون کي ڏانءُ نه ٿو اچي. ڪي دوست چون ٿا، ته اهو ڪم سنڌ ڪلچر کاتو ڪري، سرڪار جي هٿ هيٺ هلندڙ علمي ادارا جهڙوڪ سنڌي ادبي بورڊ، سنڌالاجي، سنڌي لئنگويج اٿارٽي، ڀٽ شاهه ڪلچرل سينٽر، سنڌ ٽيڪسٽ بوڪ بورڊ يا سنڌ آرڪائيوز ڪري. خدا ڪري ايئن ٿئي، پر شايد ايئن ٿيڻ ممڪن ناهي ۽ نه اهو ڪم سنڌي ادبي سنگت ڪڏهن هٿ ۾ ڪنيو آهي.

بهرحال هن وقت مارئي جي آخري آرامگاهه به نه ٿي لڀي. ڪي چون ٿا ته مارئي جي قبر ننگرپارڪر شهر ڀاهران پوڙيسر واري مسجد جي پاسي ۾ آهي. چاڪاڻ ته مارئي ڪاري رنگ جي ڪتي پائيندي هئي، جيڪا ننگر لڳ خاص ڪري ڪاسبي ڳوٺ ۾ وينل ربباري عورتون هاڻي به پائين ٿيون.

ٻين ماڻهن جو چوڻ آهي، ته عمرڪوٽ واري رستي تي هڪ جاءِ آهي، جنهن کي ”ماتار“ چون ٿا، اهو مارئي جو تڙ آهي ۽ اتي مارئي جو کوهه به آهي ته قبر به آهي.

مارئي بابت ڪيترن ليکڪن لکيو آهي ۽ پنهنجي پنهنجي معلومات مطابق نتيجو ڪڍيو آهي. جڏهن ته سنڌ جي دانشورن جي هن موضوع تي ڪا هڪ راءِ ناهي. پريتم پياسي ان ٿيوري کي رد ڪيو آهي ته ڪو مارئي ڪڇ جي راءِ ڦل جي پٽ لاکي جي ڌيءُ آهي. هن جو دليل آهي ته عمر سومري جو سنڌ تي راڄ 1355ع کان 1390ع تائين هو جڏهن ته لاکو 919ع ۾ ڄائو ۽ 987ع ۾ وفات ڪري ويو.

پنائي جي رسالي ۾ مارئي کي ڳوليندڙن لاءِ مسئلو اهو آهي ته اتي

مارئي کي"ماڙيچي" بہ سڏيو ويو آهي،"مارو" بہ ڪوٺيو ويو آهي ۽ پنهوار بہ چيو ويو آهي. اسان واري نسل جو الميو اهو آهي، تہ اسان پٽائي جيتري سنڌ گهمي نہ ڏٺي آهي، ان ڪري مونجهارو ٿئي ٿو، باوجود ان جي تہ پٽائي هڪ هنڌ لکيو آهي تہ:

سرتين سنجڻ چڏيو، ستين ڳالهہ سئي
ماڙيچي ماڙين ۾، ڪڏهن ڪا نہ هئي
عمرا آءٌ نہ مئي، ان اوياليان اڳهين.

ماڙيچا مينگهواڙن جي نک آهن ۽ پنهنجي مزاج ۾ مينگهواڙ صوفي قسم جا ماڻهو آهن. سيني ديوتائن ۽ درويشن جي پوڄا ڪندا آهن ۽ ٽر ۾ هن وقت لوهاڻن، هندن ڪانسواءِ ٻين هندو جاتي جيَ ماڻهن جهڙوڪ: ڪولهي ۽ ڀيل جي مقابلي ۾ وڌيڪ ترقي ڪري ويا آهن. هنن ۾ تعليم گهٽي آهي ۽ نياڻين جي تعليم پڻ موجود آهي. جنهن ڪري مينگهواڙن جون نياڻيون سلام ڪوٽ، مٺي ۽ ڪراچي ۾ بہ ماسترياڻيون آهن.

هن موضوع تي ڪنهن برجستي تحقيق لاءِ ٿر جي ماڻهن ۽ خاص ڪري ٿر جي اصلوڪن رهاڪن کي ملوث ڪرڻ ضروري ٿيندو. ثقافتي لحاظ کان ٿر ڏاڍو وسيع علائقو ۽ علمي لحاظ کان اٿاهہ ذرتي آهي. ٿر جي ائنٿروپالاجي مڪمل ڪرڻ لاءِ ڪنهن انسائيڪلو پيڊيا جي ضرورت محسوس ٿيندي آهي ۽ ٿر سان هڪ زيادتي اها بہ آهي تہ ان تي مهارت رکڻ جا لقب سرڪاري توڙي غير سرڪاري حلقن پاران اترادي اديبن کي ڏنا ويا آهن. ٿر تي لکندڙ يا ٿر جي ڄاڻ رکندڙ ٿرين جا اسان نالا بہ ڪين ٻڌا آهن. اسان کي رڳو اها خبر آهي تہ عبدالواحد آريسر، عبدالقادر جوڻيجو، ڄام ساقي، الهداد جهنجهي ۽ نواز علي ڪوسو وغيره ٿر جا ڄاڻو آهن. پر هنن همراهن جو تہ تعلق رڳو ٿر آبادي جي صرف هڪ حصي يعني مسلمانڪي آبادي سان آهي. ٿر جا لوهاڻا هندو ڏاڍا پڙهيل ۽ ڄاڻو آهن. ٿر جا ڪي ڪولهي، ڀيل ۽ مينگهواڙ بہ وڏا ماهر آهن.(ننگرپارڪر جي مهرو ڪولهي اسان کي اهو ٻير جو وڻ ڏيکاريو هو، جنهن ۾ ٽنگي روپلي ڪولهي

کي انگريزن ڦاسي ڏني هئي.) ان سان گڏ پٽائي جي حافظن وٽان بہ اهڙي معلومات ملي سگهي ٿي. اهڙا ماڻهو ٿر مان بہ ملن ٿا. مثال حاجي سوڀو ڪپري، جيڪو عمرڪوٽ جي ڪنري شهر لڳ پنهنجي ڳوٺ ۾ رهي ٿو.(خدا ڪري هو حال حيات هجي سندس ٻيت مون اڄ کان ڏهہ سال اڳ ڪنري ۾ ٻڌا هئا. ان وقت هن جي عمر 75 سال هئي. هو پٽائي پڙهڻ وقت اڪين مان ايئن ڳوڙها ڳاڙي رهيو هو، ڄڻ ٿر تي وسڪارو ٿيندو هجي.)

اهڙي طرح لاڙ مان جت ذات جا ماڻهو زالين مڙسين پٽائيءَ جا حافظ آهن. ٿر ۽ لاڙ جا سگهڙ بہ هن ڏس ۾ گهڻي معلومات ڏئي سگهن ٿا. پر اهو ڪم ڪيئن ٿئي، اچو تہ ان تي سوچون ۽ سوچڻ سان گڏ ڪجهہ عملي طرح ڪرڻ جي ڪوشش ڪريون.

# پيٽائيءَ کان انٽرويو

## ڪي رند پروڙن راز، قضيي ڪربلا جو

**پيٽائيءَ کان سوال:** سائين قضيي ڪربلا جو اهو ڪهڙو راز آهي جنهن جو اوهان ذڪر ڪيو آهي؟

**جواب:** انهيءَ ۾ آهي ڪا اونهي ڳالهه اسرار جي.

**سائين:** مهرباني ڪري توروڪولي سمجهايو؟

**جواب:** اها وڏاندري ويڙهه آهي، جهونجارڪو جهيڙو آهي.

ڪلها، ڪرنگهه، ڪنڌ، جهرن جهونهارن جا
هٿڻ، هڪلڻ هيلي سارڻ، مانجهين ايءَ مرڪ.

ايائي آهين، مهائي مرڻ تي.
يائن سانئين جئان جيءَ جوکو تئي.
وجهن تان نه فرق، رڪ رهندي راند ۾.
وجهن ڏڙ ڏڙن تي، هاڪارين، هٿن
ڪرن، ڪنڌ نچن، رڻ گجيو، راڙو ٿيو
گهوڙن ۽ گهوٽن جيئن تورا ڏينهڙا.

سو اهو راز شهادت جي سختي آهي:

**سائين:**سختي شهادت جي ڇا آهي؟

**جواب:** سختي شهادت جي مڙوئي ملهار، نسورو ئي ناز ڇڻ شاديءَ جو ڏينهن. ڪانڌ ڪلارين(ڳلن ڦلن سا ن پريل ڪپڙن ۾) ڪپڙين، ور وهانيو(شاديءَ لاءِ سنيريو) آءُ، جت سانگين(نيزن) جي سٽ وهيٰ. ات وک وڌندي پاءِ، تان تان پوءُ مرَ پاءِ ،پانءِ، جان جان نوڏين نه ڇڙهين. مرمرين آءُ روئين موٽي ڪانڌ ۾ آءُ. مڇڻ تو پٺاءِ(پڇاڙان)، ڪچا ڪن جيڏيون(طعنا ڏينم جيڏيون). ڪلي وير(جنگ جي وقت) ڪنڪ ۾سائو(بهادر) سپ نه هون. پڙ تي سيئي پون، موٽڻ جنين مهڻو.

ڪلي وير(جنگ جي وقت) ڪنڪ ۾ پاکر(زرهه) جو پائي. اجا ان کي جيئڻ جو آ سانگو(آسرو) آهي. سورهيه سو چائي(چوائي) جو رگو ئي رڻ گهري. سورهيه مرين سوڀ کي ته دل جا وهم وسار. ڳاهُ(ڳاهه، ڪاچ)ڳجهن جو ٿيءُ وينبي جن ورهيه ٿيا.

**سائين:** ڳجهه ته انتهائي بدصورت پکي آهي. ڍونڍ ڪائيندي آهي. ان جو ذڪر توهان پنهنجي شاعريءَ ۾ ڪيئن ڪيو آهي؟

**جواب:** نه بابا ايئن ناهي."ڳائو ڳجهه نه ڪاءِ، ميهي ماس نه هيرئين، تنين لئه واجهاءِ ،ڪلنگيون جن ڪپار ۾" ڳجهن وينبي ڳاڙيا ڏجها ڏک گهٽا. تنگي لتن توڻ(گذران) جي سورهيه ساماٽا. ڪندارا ماٽا(لڙايون). ڪنور ڪلي جا ڪوڏيا. ڳجهڙين ڳارو راتو ڏينهان روڻ ۾، پٽيو پڇن پاڻ ۾، ڪنهن پر ڪيڏارو(جنگ جو ميدان). ڪائين ڪڳمارو(ترار هٽندڙ) ڪائنر پيو ڪنو ٿئي.

**سائين:** گستاخي معاف ٿئي ته هڪ سوال ڪريان... سائين توهان شيعا آهيو يا سني؟

**جواب:** پنهي جي وچ تي.

**سائين:** پنهي جي وچ ۾ ته ڪجهه ڪين آهي.

**جواب:** ها آهيان به ڪجهه ڪين. جي بي شرڪ پانئين پاڻ کي ته عين شرڪ ايءُ، وجائي وجود کي، پاٽان پاسي ٿيءُ. هڏهن ڪونهي هيءُ، هو پڻ ڪينهي هن ري.

**سائين:**"هو" ڪير آهي ۽"هي" ڪير آهي؟

**جواب:**"هو" الله ۽"هي" انسان.

**سائين:** هي ته شرڪ آهي. اسلام ۾ ان جي منع آهي.

**جواب:** ساڳيو"جي بي شرڪ پانئين پاڻ کي، ته عين شرڪ ايءُ."

**سائين:**چون ٿا ته اوهان جي شاعري قرآن شريف جو سنڌي ۾ ترجمو آهي. بيت مَ پانئيو ماڻهان، آيتون آهين، نِيو مَنِ لائين، پريان سنڌي پار ڏي. (بيشڪ هست قرآن، ور زبان سنڌ وي،) چئبو ته سنڌي قوم به اهلِ ڪتاب آهه. اوهان پڌائيندا ته توهان وٽ خدا تعاليٰ جو تصور ڪهڙو آهي؟

**جواب:** سو هي، سو هو، سو اجل، سو الله، سو پرين، سو پساهه، سو ويري سو

واهرو.

**سائين:** اوهان جنگ جي شاعري ٻه ڪيڏاري ۾ ڪئي آهي يا ٻئي ڪنهن سر ۾ به؟

**جواب:** مون پنهنجو رسالو جيڪو ڪراڙ ڊنڊ ۾ اڇلايو هو تنهن جي ترتيب مون پاڻ ڏني هئي. ان جي ابتدا " سر سسئي" سان ڪئي هيم، ۽ ان جو پهريون بيت هو:" پر توو پرينءَ جو، جهڙ جان جهالا ڏئي، آءُ تنهن آريءَ کي رويو راهه ڏسان گهٽو." پر منهنجي مرڻ کانپوءِ کي پاڻ هرتڙيا محقق پيدا ٿي پيا، جن منهنجي رسالي جي شروعات"سر يمن ڪلياڻ" سان ڪئي. هي سر ان لحاظ کان ته ٺيڪ آهي، ڇاڪاڻ ته اسان صوفي راڳ سماع شام جو سج لٿي مهل شروع ڪندا آهيون، جيڪو باک ڦٽيءَ مهل تائين هلندو آهي.(پره ڦٽندي فال، وڌم ويڙهيچن لئه). سو جيئن ته سنگيت جي دنيا ۾ سر ڪلياڻ شام جو راڳ ليکيو ويندو آهي، ان ڪري رسالي جي سر وار ترتيب دوران پهريون"سر يمن ڪلياڻ" رکيو ويو. انهن خدشن جي ڪري ئي ته مون پنهنجو ترتيب ڏنل رسالو ڪراڙ ڊنڊ ۾ اڇلائي ڇڏيو هو، پر سنڌي ماڻهن ڪاڳرن بدران منهنجا بيت من جي ڦرهيءَ تي لکي ڇڏيا. جيڪي بعد ۾ ظاهر ٿي پيا. اهڙي طرح رسالي جي شروعات"سر يمن ڪلياڻ" ۾ منهنجو ڪلام 13 هين بيت کان شروع ٿئي ٿو ۽ هي پهريون بيت آهي:"سر ڊونديان، ڏڙ نه لهان، ڏڙ ڊونديان، سر نانهه. هٿ ڪرايون آگريون، ويون ڪپجي ڪانهه. وحدت جي وهانءِ جي ويا سي وڍيا." سو مون جنگ جي شاعري رسالي جي پهرين سر يعني"يمن ڪلياڻ"کان شروع ڪئي آهي. جيڪا سسئي وارن پنجن سرن کان ٿيندي"سر ڪاهوڙي"،"رامڪلي"،"سورٺ"،"مارئي"،"گهاتوءَ" تي ختم ٿئي ٿي."سنوريءَ سڌ ڪيو، ڪا هلندي جيڏيون، جي وڍيو هئين ته ويهه نه ته وٺي وات وانءُ تون. سر جدا، ڌڙ ڌار، دوڳ جنين جا ديڳ ۾، سي مرڪن پچار، حاضر جن جي هٿ ۾. ديڳئين دوڳ ڪڙهن، ڪڙئين ڪڙڪو نه لهي، تني طبيبن، چاڪ چڪندي ڇڏيا. ملهه مهانگو قطرو، سڪڻ شهادت، پا ٻوهيو پڇن، ڪٿي پاڻ نه ڪن. عاشق اجل سامهان، اوچي ڳاٽ اچن، ڪسڻ قرب جن، مرڻ تن مشاهدو.

رهي اچجي رانڙي، تن واڍوڙين وٺاءُ جن کي سور سرير ۾، گهڻ منجهاران گهاءُ، لڪائي لوڪاءُ، پاڻهين ٻڌن پٽيون."(ميڊيڪو ليگل ڪيس)

سو هي سڀ ۽ ٻيا انيڪ بيت مون"سر ڪلياڻ" ۽"يمن ڪلياڻ" ۾ لکيا آهن. جيڪا مڙوئي جنگ جي شاعري آهي. اوهان کي گهرجي تہ 1689ع کان 1752ع تائين واري عرصي ۾ ۽ ان کان اڳ سنڌ ۾ جيڪي وڏيون جنگيون وڙهيون آهن، انهن بابت پڙهو ۽ پوءِ منهنجي رسالي جو ان لحاظ کان مطالعو ڪيو تہ مون علامتي شاعري ڪئي آهي. ايتري تائين جو عمر مارئي، سسئي پنهون، سهڻي ميهار ۽ ٻيا سڀ جيڪي بہ روايتي ڪردار اوهان کي رسالي ۾ ملن ٿا سي سڀ علامت آهن انهن حقيقي ڪردارن جي جيڪي منهنجي دور ۾ سنڌ ۾ موجود هيا.

**سوال:** سائين، هڪ ذاتي سوال پڇڻ جي اجازت آهي؟

**جواب:** هائو.

**سوال:** سائين، چون ٿا تہ توهان جي مزارتي وڃي جيڪو پٽ ٿو گهري ان کي پٽ ٿو ملي. ڪنهن جو محبوب وڇڙي ويو آهي تہ دعا گهرڻ سان موٽي ٿو اچي، وغيره وغيره. ڇا توهان وٽ واقعي اهڙي ڪرامت آهي؟

**جواب:**"قبن ڪينهن پير، مرشد مساڻن ۾."

**سوال:** سائين، آخري سوال: سنڌي عوام لاءِ ڪو پيغام ڏيندا؟

**جواب:** لوءِ وڃي ڪو چوءِ، منهنجو ماروئڙن کي، ڇا ڳان ڇجي چيلڙو، سو جي ڪنهن جو هوءِ، صحيح وڙولجي سوءِ، آءُ ڪيئن وين وسري!!

# آنڊائون عميق مان

ريڊيي پاڪستان ڪراچي جي سنڌي ادبي پروگرام”رسالي“ لاءِ ڀٽائيءَ جي
شاعري جي موضوعوار اڀياس بابت لکيل ۽ پڙهيل هفتيوار سلسلو

تعارف:—————————————قسط : 1

سي پوچارا پُر ٿيا، سمونڊ سيويو جن
آنڊائون عميق مان جوتي جواهرن،
لڌائون لطيف چئي، لالون مان لهرن،
ڪانهي قيمت تن، ملهه مهانگو ان جو.

اوهان ۽ اسان ريل گاڏيءَ ۾ پينو فقيرن کان اوطاقن ۾ سگهڙن ۽ ٻين سريلن ماڻهن کان، صوفين جي اوتارن تي يڪتاري، چپڙين ڍولڪ ۽ تلين جي جهانجهه ۾ راڳين کان، توڙي ريڊيي ۽ ٽي ويءَ تي پڙهيلن ڪڙهيلن اديبن ۽ ليکڪن کان سنڌي ٻوليءَ جي لاثاني شاعر ۽ دنيا جي عظيم عالم شاهه عبداللطيف ڀٽائي جا بيت ڏاڍي پاٻوهه مان ٻڌندا آهيون ۽ عقيدت وچان ڪنڌ ڌوڻيندا آهيون، واهه واهه ڪندا آهيون ۽ بس.اسان گهڻو ڪري ڀٽائي صاحب جا بيت ٻڌي وساري ڇڏيندا آهيون ۽ ورلي بيتن جي معنيٰ تي سوچيندا آهيون، اها ٻي ڳالهه آهي ته ڀٽائي صاحب جا بيت اسان جي اندر ۾ لهي ويندا آهن ۽ اسان جي ڌڪندڙ رڳ ڪي تنبوري جي تارن جان ڇيڙي وجهندا آهن ـ پر اسان اهو نه سوچيندا آهيون ته آخر ڀٽائي صاحب جي بيتن ۾ اهو ڪهڙو جادو آهي جيڪو اسان جي دلين ڪي مانڊي وانگي منڊي وجهي ٿو.

حقيقت اها آهي ته ڀٽائي جي شاعري فن ۽ فلسفي جو هڪ سمونڊ آهي.هڪ گهرو عميق آهي، جنهن جي ٻاهرين سونهن کي ڏسي اسان متوالا ٿي ويندا آهيون پر ان عميق ۾ ٽٻيون ڏئي ان جي لڪل هيرن جواهرن، لالن ۽ موتين جهڙا نُڪتا تلاش ڪرڻ جي گهٽ ڪوشش ڪندا آهيون.

هن کان اڳ ريڊيي پاڪستان ڪراچي جي سنڌي ادبي پروگرام

”رسالي“ ۾ سنڌي ٻوليءَ جي هڪ نامياري ليکڪ ۽ ڀٽائيءَ جي شارح عبدالرحمان نقاش هڪ هڪ ڪري ڀٽائيءَ جي رسالي جي مڙني سرن جي مفهوم ۽ تفصيلي تعارف اوهان سان ڪرايو هو، هاڻي هن پروگرام ۾ منهنجي ڪوشش اها هوندي تہ ”آنڊائون عميق مان“ واري عنوان سان اوهان آڏو شاهہ جي رسالي جو معنوي پهلو ڪٽي ان راز کي پروڙڻ جي ڪوشش ڪريان جنهن جي ڪري ڀٽائيءَ جو ڪلام اوهان ۽ اسان لاءِ هر گهڙي ۽ هر پلڪ موهيندڙ تو لڳي ۽ سدا سهاڳڻ راڳڻي ييرويءَ جيان هر وقت ٻڌڻ سان روحاني سڪون تو بخشي ۽ بلڪل ايئن تو محسوس ٿئي جڻ هر بيت اسان جي دل تي رشيلن ڪنهن نہ ڪنهن ڦٽ تي ڀهو رکندو هجي.

منهنجو خيال آهي تہ ڀٽائي صاحب جي شاعريءَ ۾ جيڪا موهت پريل آهي ان جو هڪ سبب اهو بہ آهي تہ هو عوام جي اهڙن ڏکن ڏوجهرن دردن ۽ دانهن جي اپٽار ڪري ٿو جيڪي اسان ۽ توهان جي اندر ۾ برابر ولهوٽ ڪائي رهيا آهن پر اسان انهن جو اظهار ڪري نہ ٿا سگهون، عام طور تي سمجهيو ويندو آهي تہ ڀٽائي صاحب مومل راڻو، عمر مارئي، سسئي پنهون، نوري ڄام تماچي ۽ سورٺ راءِ ڏياچ وغيره وارا لوڪ قصا ۽ ڪهاڻيون ڳاتيون آهن ۽ بس۔جيڪڏهن واقعي ايئن هجي ها تہ پوءِ ڀٽائي صاحب کي سنڌ ۾ توڙي باقي دنيا ۾ ايڏو عظيم شاعر تسليم نہ ڪيو وڃي ها، ڇاڪاڻ تہ سنڌ جون اهي لوڪ ڪهاڻيون ڀٽائي صاحب جي ڏورڪان سوين سال پراڻيون آهن ۽ هن کان اڳ بي شمار سنڌي شاعرن انهن کي چڱي طرح ڳاتو آهي. اصل ڳالهہ اها آهي تہ دنيا جي ٻين عظيم شاعرن وانگي ڀٽائي صاحب جي شاعري پڻ تمثيلي ۽ علامتي آهي. علامتي شاعري جي نشاني اها آهي تہ ظاهري ڳالهہ ڪا ٻي هوندي آهي ۽ ان جي ڍنيان راز ڪو ٻيون سمايل هوندو آهي. اهڙي شاعري ڪرڻ جي ضرورت پڻ اهڙي دور ۾ پيش ايندي آهي جنهن ۾ سچ چوڻ تي بندش هجي ۽ سچي سنواٽي ڳالهہ وقت جي حاڪمن کي نہ وڻندي هجي۔ شايد اهو ئي سبب هو جو ڀٽائي صاحب ايئن چوڻ تي مجبور ٿيو هو تہ: اڳهيو ڪائو ڪچ، ماڻڪن موٽ تي۔ پلئہ پايو سچ، آ چيندي لڄ مران ـ ۽ جيڪڏهن ڏٺو وڃي تہ واقعي ڀٽائي

صاحب جي دور ۾ بي انتها گهٽ ۽ ٻوسٽ هئي. سنڌ ۾ تنگ نظر مذهبي حڪمران ڪلهوڙن جو راڄ هو ۽ دهلي سلطنت جنهن جو سنڌ ان وقت هڪ ننڍڙو حصو هئي. ان تي ڪلهوڙن ڪان بہ وڌيڪ ڪٽر مذهبي مغل گهراڻي جا حڪمران حڪومت ڪندا هئا. ڀٽائي صاحب 1689 عيسوي ۾ پيدا ٿيو هو ۽ جڏهن 28 ورهين جو ٿيو هو تہ سنڌ ۾ شاهہ عنايت صوفي پاران هلايل پيڙهيل هارين جي تحريڪ ڪي 1718ع ۾ چيڀاٽيو ويو هو ۽ شاهہ عنايت سميت بي شمار صوفي منش ماڻهن کي ڦاسي ۽ جيلن جون سزائون ڏنيون ويون هيون. انگريزن جي ايسٽ انڊيا ڪمپني جون سنڌ ۾ سرگرميون في الحال تہ بند هيون پر ملڪ جي ٻين حصن ۾ انگريزن جون ڏاڍايون جاري هيون. ڀٽائي جي سنڌ کي نڌڻڪي ڌرتي سمجهي 1739ع ۾ نادر شاهہ جي حملي ڪان پوءِ 1747ع ۾ احمد شاهہ ابدالي جي ڪاهہ جي ڪري دهلي سلطنت مان ٻاهر ڪڍي ڪابل سلطنت جي اثر هيٺ غلام بڻايو ويو. ڪلهوڙن ۽ ٽالپرن جو ٽڪر جاري هو ۽ مقامي توڙي ٻين الاقوامي ڏاڍاگيري ۽ دهشتگرديءَ جي ان دور ۾ ڪو بہ عقل ۽ انسانيت جي ڳالهہ ٻڌڻ لاءِ تيار نہ هو. ان ڪري ئي ڀٽائي صاحب لکيو هو تہ: ڏک لڳو، ڏونگر ڀريو، ڀينٽر ڪاٽين پون _ مَنان لاٿو مون، سندو جيئڻ آسرو"

ٻنو سائين، اهڙيءَ ڏکيءَ صورتحال ۾ ڀٽائي صاحب عوام جا مسئلا، فصلن جي تباهي، معصوم ماڻهن جا قتلام، ڌارين جا حملا، سنڌ جي جهنگلن جي تباهي، ان، مڇي، لوڻ، ڪپهہ ۽ معدني وسيلن جي ڦرلٽ سان گڏ حڪمران نجي ڏاڍائيءَ خلاف آواز اٿارڻ جي سلسلي ۾ اهو ئي بهتر سمجهيو تہ اهو سڀ ڪجهہ قديم سنڌي لوڪ ڪهاڻين جي اوٽ ۾ ئي ڪري سگهجي ٿو. اهڙي طرح هن سسئي پنهون جي پنجن داستانن ۾ اشارن رمزن سان ٻين ڳالهين ڪان علاوه پنهنجي دور جي درد ۽ ان جي پيڙا کي نروار ڪيو. اهڙي طرح سسئي وارن سرن ۾ ڀٽائي صاحب جي شاعريءَ جا جيڪي اهم موضوع نظر اچن ٿا انهن ۾ مقصد کي رسڻ لاءِ جدوجهد، سسئي جو عزم، پنهنجي دور جو درد، ڏک، ڳوندر ۽ پيڙا توڙي عام ماڻهوءَ جي حالت بيان ڪئي اٿس ۽ اهڙي طرح هڪ غير روايتي

ڪردار تخليق ڪيو اٿس جنهن ڪي پاڻ "ڏکي" ڪوٺي ٿو.

سو، هن پروگرام ۾ پٽائي جي رسالي بابت اوهان سان جيڪا ڪچهري ٿيندي ان ۾ مختلف موضوعن تي لکيل پٽائيءَ صاحب جا بيت پڙهيا ويندا ۽ انهن جي مختصر معنيٰ ۽ سمجهاڻي هوندي. شروعات جنهن موضوع سان ڪنداسون اهو هوندو ڏک جنهن جو "گوندر" ۽ "سور" جي نالن سان بہ رسالي ۾ ذڪر مليل ٿو. ان ڪان پوءِ "ڏکيءَ" جي ڪردار تي پٽائي صاحب جي شاعري پڙهنداسون جنهن مان معلوم ٿيندو تہ اهو ڪردار ان وقت جو ماڻهو آهي، ان سان گڏ پيا بہ موضوع بحث ۾ ايندا جهڙوڪ موت، سونهن، جنگ، شهيد، پورهيت، ڏڪار، وسڪارو، سنڌو درياءُ، سنڌ جا جبل، قيد جي شاعري، سنڌ جون رسمون ۽ رواج، سنڌ جون اقتصادي حالتون، حياتي، ڦوڙائو/ فراق، وصال، انسان ۽ الله تعاليٰ توڙي پکي، پسون ۽ جانور وغيره ايندڙ پروگرام ڪان اسان مڙني وچورن سميت شاهہ جي رساليءَ جو موضوعاتي مطالعو ڪنداسون جنهن جو پهريون موضوع هوندو "ڏک" سور يا گوندر.

ڪنهين ڪنهين ماڻهئين، گوندر وڏي وٽ
ٻڌي گوڏ گرٽ، ساٿو ڪجي سور جو.

يعني ڪن ماڻهن لاءِ سور درد يا گوندر وڏي شي هوندو آهي، اهڙي شي ڪي هٿ ۾ يا گوڏ ۾ ناٿو سمجهي ٻڌي ان جو واپار ڪجي. ان ڪچهريءَ ۾ ڏک جو فلسفو جيئن پٽائي ان کي سمجهيو آهي، ان جي اپٽار ڪئي ويندي ۽ سکن توڙي ڏکن جو پاڻ ۾ ناتو پڻ تفصيل سان بيان ڪيو ويندو.

ڏک، سکن جي سونهن، گهوريا سک ڏکن ري
جنين جي ورونهن، سڄڻ آيو مان گري.

## پٽائيءَ جي شاعريءَ ۾ ڏک

قسط: 2

اڳئين پيري اوهان سان پٽائي صاحب جي شاعريءَ بابت جيڪا ڪچهري ٿي هئي ان ۾ رسالي جي موضوعوار ترتيب جي سلسلي ۾ جيڪو

ڦهريون موضوع شروع ڪيو ويو هو. سو هو گوندر، درد، ڏک يا سور " مقصد اهو هيو ته رسالي جي مختلف سرن مان انهيءَ موضوع تي چيل بيت چونڊي هڪ جاءِ تي رکي ان موضوع تي ڀٽائي صاحب جي فلسفي ۽ فڪر بابت اوهان سان اورجي. اوهان کي اها ڀليءَ ڀت پروڙ آهي ته ڀٽائي صاحب جي قديم رسالن کان وٺي گنج تائين ۽ گنج کان وٺي"اَمُل اڻ توريا"تائين مڙني رسالن جي ترتيب سر وار آهي ۽ سريمن ڪلياڻ کان وٺي رسالو شروع ٿئي ٿو جنهن ۾ سرن جي ترتيب سنڌ جي قديم لوڪ قصن جهروڪ عمر مارئي، سسئي، پنهون، سهڻي ميهار، نوري ڄام تماچي وغيره توڙي هند ۽ سنڌ جي موسيقي جهڙوڪ ڪلياڻ، ڪوهياري، ڪنيات، راڻو، ڪاموڏ وغيره تي ٻڌل آهي. هن پروگرام ۾ منهنجي ڪوشش اها ٿي هوندي ته ڀٽائي صاحب جي شاعريءَ کي هڪ مختلف ڏس ۾ پڙهڻ جي ڪوشش ڪجي ته ڏسجي ته جن موضوعن تي دنيا جي عظيم شاعرن طبع آزمائي ڪئي آهي، انهن تي اسان جي مها ڪويءَ ڇا چيو آهي۔جي سچ پڇو ته "موت"، "حسن" ۽ "زندگي" وغيره جهڙن عالمگير موضوعن تي دنيا جي مڙني شاعرن برابر گهڻو ڪجهه لکيو آهي پر جڏهن انهن موضوعن تي ڀٽائي جي فلسفي ۽ سوچ کي پرکجي ٿو ته سندس ٿي لفظن ۾ چوڻو پوي ٿو ته: "آسڻ جن اَريج، تن جي وِهَه جو وَرَنُ پيو۔"

سو اچو ته هاڻي اڄوڪي موضوع ڏانهن اچون ۽ ڏسون ته ڏُک، سور، درد يا گوندر بابت مختلف سرن ۾ ڀٽائي صاحب ڇا چيو آهي. ان حوالي سان اڳئين پروگرام ۾ اوهان ٻه بيت ٻڌا هئا جن ۾ ڀٽائي صاحب چيو هو ته، ڏک، سکن جي سونهن هوندا آهن يعني سک ڏکن کانسواءِ ٻُسا ۽ ڦُسا، ڪوجها ۽ ڪُوڙا ٿيندا آهن ۽ ٻئي بيت ۾ هن واضح ڪيو هو ته ڪن ڪن ماڻهن لاءِ ڏک وڏي وَٽُ هوندا آهن. ڇاڪاڻ ته هو ڏکن کي ڏوري ۽ دک درد ڀوڳي ڪاميابيءَ جي منزلن کي رسندا آهن۔۽ اها هڪ آفاقي، سچي ۽ سماجي حقيقت آهي ته جدوجهد کانسواءِ منزل نه ملندي آهي:"ڪڏهن ڪا نه سئي ته ڪا سَکِهي گڏي سڄڻين"
بک کانسواءِ مانيءَ ۾ مزو نه هوندو آهي ۽ اڃ کانسواءِ پاڻي مٺو نه لڳندو آهي پر

هتي سوال اهو آهي تہ ڇا پٽائي صاحب ڇاٽي واٽي، ڏکن کي پسند ڪيو آهي ۽ سکن کي پاڻ کان پري رکيو اٿس ـ اصل ۾ ايئن ناهي. پٽائي ۽ هن جي عوام تي جڏهن سور پالوٽ ٿي اُٿا آهن. تڏهن هن پنهنجي شاعريءَ وسيلي عوام کي ان لاءِ تيار ڪيو آهي تہ هو سکن جا هيراڪ ٿيڻ بدران دکن دردن جي پوڄنا جي پاڻ ۾ همت پئدا ڪن.

ڏک لڳو، ڏونگر ڀريو، پيئر ڪاٽي پون
منان لاٿو مون، سندو جيئڻ آسرو.

پٽائي جي ديس ۾ ٿيل اهڙا ڪلور سندس ڪيترن ئي سرن ۽ بيتن ۾ نظر اچن ٿا جڏهن هو چوي ٿو تہ "ڪاڪ ڪڙهي، وڻ ويا، لوئو لڏاٿو، "ڪي ڏر تتي ماءِ، ڪي ڄر سنڌي سڄٽين، نہ ڪتا نہ ڪوڪار، نہ سي سڏ شڪارئِن جهنگل ڪڍي پار، اپو آهيڙين ڪي، " نہ ڪا بوءِ بازار ۾، نہ ڪا چلر ڇٽ نہ سي ووڻ وٽن ۾ نہ سي ڪا تاريون، ڏسي بازاريون هينئڙو مون لوڻ ٿئي." يا بکيءَ کل مرَ اڇهي، ڏکيءَ ڏمر نانهہ، اگهاڙيءَ وهانءُ، ويو ونچاريءَ وسري وغيره ۽ اهڙين ٻين ڪيترن ئي بيتن ۾ اهڙي صورتحال بيان ڪيل آهي جنهن مان پتو پوي ٿو تہ پٽائي جي پونءِ تي ڏکن ڏوجهرن ۽ دکن دردن جا ڪڪر ڇانيل آهن.

ان حالت ۾ پٽائي صاحب، سنڌي عوام کي ٻہ سبق ڏنا آهن: هڪ تہ ڏک برداشت ڪري جدوجهد کي جاري رکيو وڃي ۽ ٻيو تہ ڪاميابيون ۽ ڪامرانيون گهر ويٺي نہ ماڻي سگهبيون آهن، اهو ئي سبب آهي جو پٽائي صاحب ڏکن کي دعوت ٿو ڏئي، گوندر وسيلي گذران ٿو ڪري ۽ پيڙا سان پيار ڪرڻ جو درس ڏئي ٿو. سندس فلسفي مطابق ڏک ۽ درد انسان جي رهنمائي ڪَنِ ٿا ـ اِنهيءَ منزل ڏانهن جتي سکن جي سڌ ڪندڙ رسي نہ ٿا سگهن. چئي ٿو: ڏيکاريس ڏکن، گُوندر گس پرين جو ـ سونهائي سورن کي هيڪاندي هوت سين." سَئو سکن ڏيئي، وِرهہ وِهايم هيڪڙو ـ مون کي تنهن نيئي، پير ڏيکاريو پرينءَ جو. سورن لڌو سَجُهہ، پاڙهي پيهي آئيا. ڪنهن کي ڏيان مَنجهہ، مَر تان ڇٽڪن ڇتَ ۾." اهو ئي سبب آهي جو پٽائي سورن کي سڏ ٿو ڪري، جدوجهد ۽ جاکوڙ محنت ۽ مامري جو شوق ٿو رکي: "سورمَ منج ساءُ، آءُ نہ وکني آهيان"(يعني آءُ

سورن کان بيزار نہ ٿي آهيان)"وجج مَ ويل ڪهين، ورهَ مون وٽانءُ، تون پڻ تڏهن جاءِ، جڏهن ٿيان هيڪاندي هوت سين." يا وري هيءَ هنڌ چوي ٿو تہ:

پيڙي پيڙي ٻڌ، سورائتي سندرو،
ڪَيَج اڳاهون پنڌ، متان لڪن سين لڳي مرين.

پيڙا سان پيار ڪي جاکوڙ ذريعي منزل تي رسڻ جو ذريعو سمجهي پيٽائي سورن کي ہِڪ وجهي ويهي ٿو ۽ چوي ٿو: سورَ مَ وڃيجاءِ، سڄڻ جيئن سانگ ويا. پرين پڇاڙاءِ آئون اوهان سين اوريان." اهڙي طرح پيٽائي جو وجود خود هڪ"سُور"بڻجيو وڃي ۽ ان ڪري هو جنهن سان بہ اوري ٿو سو انهيءَ نعمت سان نوازجي وڃي ٿو: ڪنهن جنهن ڏکان ڏي"پارانيا ڪي پانڌئين، سور پريائين سي، ڳالهہ ڪيائين جن سين." هن جي نظر ۾ خود منزل جو پرتوو"درد"ٿيو پوي، چئي ٿو: هر دم هوت پنهون جون ڏسڻ پانئج ڏک. ور هوءِ پنهونءَ سان پلڪ ـ ٻَنِ ٻارهن ماهَ ٻين سان." اهو ئي سبب آهي جو پيٽائي جا آدرشي ڪردار ـ سور کي پنهنجي لاءِ قوت قرار ڏين ٿا. وڳر اڪيري، سر ساريو سور چري ـ جهري جهڄندي ڏي، سنيها ڪي سڄڻين." يا، ڏک ٻڌائين سندرو، سر رکيائين پيٽ" ڪامون ٿيندي ڏيٽ، پيهر ٻاروچن سين."

هتي ڏک جي موضوع تي گهٽو ڪري اهي بيت پڙهياسين جيڪي پيٽائي صاحب سسئي جي پنجن سرن ۾ چيا آهن. هنن بيتن ۾ شاعر سسئي کي "سور" جي علامت ڪري پيش ڪيو آهي: پنهون ٿيس پاڻ، سَسئي تان سُور هئا."پر ان موضوع تي پيٽائي صاحب رڳو سسئي جي پنجن سرن" ۾ ئي ذڪر نہ ڪيو آهي. سور وارو موضوع پيٽائي جي هر سر ۾ اوتيل آهي.۽ خاص ڪري سر سامونڊي، ڏهر، يمن ڪلياڻ ۽ ٻين سرن ۾ بہ ڀرپور انداز ۾ ملي ٿو. جنهن جو مفهوم پنهنجي جاءِ تي انوکو ۽ سوچڻ تي مجبور ڪرڻ سان گڏ "سکن واري سڌ "جي تڪميل واري راز تان پڻ پردو کڻي ٿو. سر يمن ڪلياڻ جنهن کي عام طور تي پيٽائي جو مذهبي سر سمجهيو ويندو آهي ان ۾ سوري، واڍوڙ ـ سري جا پياڪ: متارا، ڳچين جا ڳچ قربان ڪرڻ وارا پتنگ ۽ انداونڌا ويچ وغيره خاص موضوع ملن ٿا ۽ انهيءَ سر ۾ سور واري موضوع کي پيٽائي صاحب،"چڪيم

چڱائي سورانگهي سوري کي"واري مفهوم سان بيان ڪيو آهي.

"ڀهرئين ڪاتي ڀاءِ، پڇج پوءِ پريتڻو-ڏک ڀريان جو ڏيل ۾، واڇٽ جيئن وڃاءِ، سيخن مِاهِہُ پچاءِ، نالو ڳٽڙئي نينهن جو" واڍوڙ ڀٽائي صاحب جا اهي ڪردار آهن جيڪي وڏيل چڃريل ۽ گهايل آهن جوڏا آهن:"رهي اڃج راتڙي تن واڍوڙين وٽاءَ، جن کي سور سرير ۾ گهڻ منجهاران گهاءِ لڪائي لوڪاءَ، ڀاٽيهي ٻڌن ڀٽيون" هنن ڪونڌر ڪردارن جي تصوير، چٽيندي ڀٽائي پنهنجي شاعريءَ جي ڪئنواس تي جيڪو ريٽو رنگ هاري ٿو اهو ڏک جو اهڃاڻ آهي، ڳوندرُ آهي ۽ سور جي تصوير آهي؟ ويچارا واڍوڙ سدا شاڪر سور سين: تاڻين متي توڙ اوري ڪن نہ آسرو." يا وري چوي ٿو:"سدا آهي سور جي واڍوڙين وائي، جيڪا اُٿن من ۾، سَلن نہ سائي، اوڙڪ اهائي، ڳوليو لهن ڳالهڙي" واڍوڙين لاءِ سورڪهڙي معنيٰ رکي ٿو ان کي چڱا ڀلا، تلها متارا ۽ سُکي ماڻهو سمجهي نہ سگهندا. اِن حقيقت کي بيان ڪندي ڀٽائي صاحب چوي ٿو: سَگهن سَڌ نہ سوز جي، تا رُنڪَنَ رنجوري- ڀيا آهن ڀٽ ۾ متن ماموري لڳين لنوَ لطيف چئي، سدا جي سوري- پرت جن پوري، تن رويو وهامي راتڙي. سگهن سُڌ نہ سور جي، تہ گهايل ڪيئن گهارين- ڀيل ڀاسو ڀٽ تان، واڍوڙ نہ وارين، پر ۾ ڀچن ڀرينءَ لئہ، هئہ هنجون هارين- سڄڻ جي سارين، تن رويو وهامي راتڙي.

سوَ سائين، ايندڙ ڪچهري ۾ ڀاڻ سور جي نفسياتي ڪيفيت ۽ ايذاءَ جو جائزو ڀٽائي صاحب جي ڪجهہ وڏيڪ سرن جيٰ روشنيُ ۾ وٺنداسون جن ۾ سر ڏهر، سامونڊي، مارئي، ڪاموڏ وغيره شامل هوندا. پنهنجي ايندڙ ڪچهري ۾ ڏکن سورن جي سماجي ڪارج ۽ پرماري ڪردار واري ڪيفيت تي بہ حال احوال ڪنداسون ۽ رهنمائي ڏيندو اسان جو سدا حيات عظيم فيلسوف ۽ شاعر شاهہ عبداللطيف ڀٽائي.

نڪي رئڻ واريون، نڪي او سارين
مُنهين ڪي مارينُ، منهين سندا ڏکڙا.

قسط: 3

رسالي جي موضوعاتي مطالعي جي سلسلي ۾ گذريل ڪچهري کان

ونئي اسان جو موضوع گوندر، سور يا ڏک رهيو آهي، اڄ هن پروگرام ۾ پٽائي صاحب جي ڪجھ وڏيڪ سرن مان ان موضوع تي بيت ۽ انهن جي ڪيفيت بابت اوهان سان رهاڻ ٿيندي.

"گوندر هَٿَ نہ پيس، وِرهُ منجھئين وَهٽو، ڪُڙَهہ ۾ قطارون ڪري، سورن لايا سيس، مون جيئن گھاري ڪيس، هيڪلي ريءَ سڄڻين."

پٽائي صاحب، سرِپَ جي هن بيت ۾ بحث هيٺ آيل موضوع جي وصف بيان ڪئي آهي تہ گوندر کي هٿ پير نہ ٿيندا آهن. سور هڪ ايذائيندڙ ڪيفيت جو نالو آهي ۽ اندر ۾ اڏمي جي صورت وٺي ولهوٽ ڪائيندڙ هڪ وِرهُ آهي. ڏکن ۽ سورن جي پالوٽ پٽائي ۽ هن جي ڪردارن جي من تي ڪهڙي انداز سان ٿئي ٿي. اچو تہ ان جو مشاهدو ڪريون:

"سانگھارو سورن، ڪڏهن تان ڪين ڪيو۔آيل اويارو پاڙودو پوڙ وهي۔" سور پاڻي مثل آهن جيڪي ان ڪوهہ مان سکي نہ ٿا سگهن جنهن ۾ نار وهي ٿو. سانگھارو سورن ڪڏهن تان ڪو نہ ڏنو۔ پاڻڙ پوڙ وهن، ڪالهوڻا اڄ گھٽا." سانگھارو نار واري ڪوهہ مان پاڻي جي سڪيءُ وڃڻ واري حالت کي چٽبو آهي، پر پٽائي صاحب جي اندر واري ڪوهہ ۾ سورن پوڏ آٽي چڏي آهي۔"سور نہ ساڱاهين، ڏين اڏما اوچتا، مون کي مون پرين جا آميا آهين، لڄون جي لاهين، سي ئي ٿيم سامهان." هتي درد اڏمي وانگي سينو چيري پاهر نڪرندي ڏيکاريو ويو آهي جيڪو شاعر کي ڏونڏاڙي ۽ چيچاڙي وجهي ٿو، سور مَ ڏي ڏوڻ، آءٌ اڳهين ڪاهري، جيئن پر پاڻيءَ لوڻ، تيئن پر منهنجو جندڙو۔" سور بہ پتون يَتِ هي چٽڪيو ڪي پيو پريتڻي پرينءَ جي، ماءُ منجهايم مت۔پينر پليءَ پت، لڳم پاڻ پروچ جو ۔هتي درد جو تسلسل تہ ڏسو: اجا رات رتوم، ڪوڏ ڪوهياري ڪنجرو۔ پينر پڄايوم، سياٽي سورن سين." رات جو اجا پنهنجو چولو رت سان ڳاڙهو ڪيو اٿم ۽ ڏينهن ٿيندي ئي ان کي سورن سان ڏوتو اٿم ۽ اهو سڀ ڪجهہ ڪوهياري جي قرب جي ڪري ٿيو آهي،"نڪو سنڌو سور جو، نڪو سنڌو سڪ، عدد ناهہ عشق، پڄاڻي پاڻ لهي۔" "ڏني ڏينهن ٿيام، ڪهہ جاڻان ڪهڙا پرين ۔ولين جيئن

وريام، گوندر غم پرين جا" هاٺي ڏک، وڻ ويڙهيءَ جان وجود کي وڪوڙي ويا آهن ۽ هانوَ ۾ تنگ ڪرڻ لڳا آهن: اڏوهيءَ جيئن ڏکڙا، چڙهيا چوتيءَ سين آيل ڪريان ڪيئن، منهنجو نينهن اپليو نا رهي." درد جي هيءَ ڪيفيت پيٽائي لاءِ، هن جي ڪردارن لاءِ، هن جي ڌرتي ۽ عوام لاءِ اڻ ڪٽ، اڻ مٽي ۽ لاڳيتي آهي، جنهن جو ذڪر هن رسالي ۾ بار بار پيئي ڪيو آهي: سر ڏهر جي پهرين داستان جو 16 بيت آهي:"ڪُنڌي ڪَلين وچ ۾ جڏهن هنياڻون۔ موت نہ مارياڻون، ڏور ڏٺي ويا ڏک جي۔" اهو عوامُ سان عشق، مارن سان ميٺ ۽ پنهوارن سان پريت جو منطقي نتيجو آهي جنهن ۾ موت جو مزو ۽ شهادت وارو اعزاز لڪل آهي، ان ڪري ئي پيٽائي سورن کي آسيس ڪري قبوليو آهي ۽ منزل ماڻڻ لاءِ انهن کي سونهون سمجهي ڪين دعوت ٿو ڏئي: سور مَ وڃيجاءِ، سجڻ جيئن سانگ ويا۔پرين پڇاڻئاءِ، آءُ اوهان سين اوريان." چئي ٿو: هيڪليائي هيل، پورينديس پنهونءَ ڏي، آڏا ڏونگر لڪيون، سُوريون سُجن سَيل۔ڪر ٻيلي آهن ٻيل، جي سور پرين جا ساڻ مون۔" يعني جيڪڏهن پرين جا سور مون سان گڏ آهن تہ مان اڪيلو ناهيان، اسان بہ چٽا آهيون ۽ اهڙي طرح اها مجموعي صورتحال جيڪا سندس لاءِ، سندس ڌرتي ۽ عوام لاءِ 17 عيسوي جي پوئين اڌ ۽ ارڙهين صدي عيسوي جي پهرين اڌ دوران موجود هئي ان جو ذڪر ڪندي اسان جو مُهان قومي شاعر چوي ٿو:"سرجيس تہ سور، ساماڻيس تہ سک ويا، اهي هئي پور، مون نماڻيءَ نصيب ٿيا." پر پيٽائي صاحب انهن ڏکن ڏوجهرن کي، ڏکن دردن کي ۽ تڪليفن کي منزل تي رسڻ واري مقصد لاءِ فائدي مند ٿو سمجهي ۽ جدوجهد جي ڪشالن کي گهر ۾ ملندڙ آرائش کان بهتر ٿو سمجهي، چئي ٿو: وَرُلڪن جي لوڏ، گهوريا سک پنيور جا۔امڙ جي تون آڇئين، سي ڪم نہ اچن ڪوڏ۔هنئين منهنجي هوڏ، ٻڏي ٻاروچن سين." زندگي کي زندهہ دليءَ سان گهارڻ لاءِ هي سڀ ڪجهہ ضروري آهي:"ڏنا جيئڻ لئہ جيڏيون، ڏيرن مون کي ڏکَ پڳس جان پنيور کان، تان سورمڙوئي سک۔ لٿي مون تان لُڪَ، پنهون تيس پاٺهي، ڏکون، ٻکون، ڏاڪڙا، ڪارڻ جن ڪيام۔ موٽي ماءِ پنيور ۾، اگڻ سي آيام،"هاٺي منزل تائين رسائي ممڪن ٿي آهي چاڪاڻ تہ ڏکن جو ڏونگر اڪاريو ويو آهي." آيا آس ٿيام، ٻاروچا

پنيور ۾۔ پسي پهر پنهونءَ جي، ننهن سنين نيڻ ٺريام، گوندر وسريام، سُکن شاخونُ مکيون۔" مارئيَ جي سر ۾ فتح ۽ ڪامرانيءَ جي اها ڪيفيت ڏسو ته ڪيئن ٿو بيان ڪري: چئي ٿو مارو ملُيران: پکي پيهي آئيو۔ چُناسون سُوران، هاٿو سپ هيٺا ٿيا."

دنيا جي ورلي ڪنهن شاعر درد، سور ۽ جاکوڙ کي زندگي ۾ ڪامرانين ۽ ڪاميابين جو راز ڄاڻي اهڙي پيار سان ڳاتو هوندو جيئن پٽائي صاحب پنهنجي رسالي ۾ ڪيو آهي، اهو ئي سبب آهي جو هو سورن جي سبق کي عشق جي امتحان لاءِ لازمي سمجهي ٿو. چوي ٿو:"جي پانئين پرينءَ مڙان، ته سِکُ چوران ڪي ڏات، جاڳڻ جشن جن ڪي، سُک نه ساري رات۔اڃهي پڄهي آئيا، وائي ڪن نه وات۔سلي سوريءَ چاڙهيا، بيان ڪن نه بات، توڻي ڪُسن ڪات، ته به ساڳي سلن ڪين ڪي۔" يا وري چوي ٿو: جن کي دور درد جو، سبق سور پڙهن، فڪر ڦرهي هٿ ۾، ماٺ مطالعو ڪن، پنو سو پڙهن، جنهن ۾ پسن، پرينءَ کي۔"

اهو ئي انقلابي فڪر آهي جنهن پٽائي کي دنيا جي عظيم شاعرن جي سٽ ۾ آڻي بيهاريو آهي ۽ سنڌ جي ماضي، حال ۽ مستقبل جو اڻ مٽجندڙ ترقي پسند ۽ انقلابي اڳواڻ بڻائي ڇڏيو آهي: سندس انقلابي شاعري سندس ئي ڪردارن مان بکي رهي آهي:"ڪيم ڪاپڙين جي، پهرين ڏينهن پروڙ ۔سگها ساعت نه هيڪڙي، چارئي پهر چور۔سدائين سيد چئي، سنياسي ۾ سُور۔جوڳي ساڻ ضرور لڪا پٽن لوڪ ۾۔ پٽائي جا اهي انڊر گرائونڊ ڪم ڪندڙ ڪردار عوام سان به رابطي ۾ آهن ۽ مظلوم انسانيت جي حالت سنوارڻ جي پڻ فڪر ۾ آهن:"ڪنهن جنهن پُور پچائيا، پنجين ڏينهن پئي۔اندر آديسين کي سورن شاخ ڪئي۔محبت جي ميدان ۾ لاشڪ پيا لهي، ساري رات سيد چئي تن گوندر منجهه گئي۔ڪريو سڻ سهي، لڪا پٽن لوڪ ۾.

پٽائي جي انهن انقلابي ڪردارن ڪڏهن سهڻي جي روپ ۾ پئي ڏک ڏٺا،"ڏاڍو دور درياءَ جو۔ سڪڻ وڏو سُور، ته ڪڏهن مومل وانگي محبت جي مچ ۾ پئي سڙيا:"سودا تنهنجي سور۔اندر آڳيون لائيون۔" ۽ ڪڏهن مارئي وانگيءَ

هٿئين هٿ ڪڙول، ڇنگهون ٻانهون ڪاٽ ۾ـ" هئڻ واري حالت ۾ پوڳي رهيا هئا:"مون ماڙيءَ جو سومرا ٻنهي پارين ڏک، هٿ عمر جو اُهُک، هٿ مارو ڏينم ميهڻا." پر انهن ڪردارن جي عظمت جو راز ۽ اهڙن ڪردارن جي تخليقڪار جي فلسفي جو نچوڙ اهو هو ته"ڏک سکن جي سونهن_ گهوريا سک ڏکن ري ـ" سماجي توڙي سياسي حقيقت جو بنياد اهو هو ته: "ڏيکاريس ڏکن. گوندر گس پرين جو." جي ايئن نه هجي ها ته ڀٽائي هئين نه چئي ها ته:"سو سکن ڏيئي، ورهه وهايم هيڪڙو_مون کي تنهن نيئي، پير ڏيکاريو پرينءَ جو_"

سو سائين، ڏکُ_ڏيا ڏئي ٿو ۽ سک روڳي بڻائي ٿو_ ايندڙ ڪچهري ۾ پاڻ ڏکن جي ڏيا سان سينگاريل ڀٽائي جي هڪ غير روايتي ڪردار بابت رهاڻ ڪنداسون جنهن کي پاڻ پيار ۽ پاڀوهه وچان،"ڏکي" ڪري پيش ڪيو اٿس اهڙي طرح اسان جي ايندڙ ڪچهريءَ جو موضوع هوندو"ڏکي."

منهنجو خيال آهي ته هن ڪردار جي اوٽ ۾ ڀٽائي صاحب سنڌ جي سيني ڪان وڌيڪ مظلوم ماڻهوءَ، مرد توڙي عورت، پورهيت ۽ پاڻياري جو ڪردار پنهنجي ذات جي مڙني رنگن سان پنهنجي شاعريءَ جي ڪئنواس تي چٽيو آهي، ان عالمگير ڪردار جي هڪ جهلڪ هن سٽ مان اوهان کي محسوس ٿي سگهندي.

"ڏکي توءِ ڏڪار، توڻي وسن مينهڙا"
ته پوءِ هاڻي، ايندڙ ڪچهري تائين موڪلاڻي ناهي.

## ڀٽائيءَ جو غير روايتي ڪردار"ڏکي"

قسط: 4

ڏکي، ڀٽائي جي رسالي جو هڪ لاڳيتو موضوع به آهي ۽ سندس غير روايتي ڪردار پڻ_مارئي، سسئي، سهڻي، نوري، سورٺ، مورڙو، ميهار، پنهون، عمر، راءِ ڏياچ ۽ وڳند توڙي لاکو ڦلاڻي يا ڄادم جکرو، رسالي جا اهڙا ڪردار آهن جيڪي سچا پچا آهن ۽ جن جو سنڌ جي تاريخ ۾ ذڪر ملي ٿو. ان ڪري اهڙن ڪردارن کي ڀٽائي صاحب جا"روايتي"ڪردار ڪري ڪوٺجي ٿو پر رسالي ۾ ڪي

اهڙا بہ ڪردار ملن ٿا جيڪي ڀٽائي صاحب پاڻ تخليق ڪيا آهن ۽ سنڌي شاعريءَ ۾ سنڌس دور ڪان اڳ يا تہ بلڪل ڳاپا نہ ويا آهن يا وري اهڙي تفصيل سان نہ چٽيا ويا آهن. اهڙو هڪ ٻيو غير روايتي ڪردار جنهن جو رسالي ۾ ذڪر ملي ٿو سو آهي "وَهُون" يعني زالون، جنهن جا بہ مختلف روپ اسان جي شاعر سر سامونڊي ۽ سر ڪيڏاري ۾ پيش ڪيا آهن، سر سامونڊيءَ ۾ ان ٻئي غير روايتي ڪردار بابت هڪ بيت ٻڌو: "اپيون تڙ پوچين، وَهون وڻجارن جون، آٽيو اڪا ڏين- ڪٿوري سمونڊ ڪي" -اهو ساڳيو ڪردار ساڳي سر ۾ ڇُرِپُر ۾ ڏيکاريندي ڀٽائي چوي ٿو: جر ٿَرِ ڏيا ڏئي، وڻ ٽڻ ٻڌي وانئٽيون-آلا، ڪانڌ اچي، آسائتي آهيان."
ڀٽائي جو هيءُ ڪردار معصوم عام ۽ سچائي توڙي مظلوميت سان ٽمٽار هڪ ڏکويل عورت جو ڪردار آهي-پر سر ڪيڏاري واريون وهون انقلابي ۽ جهيڙيندڙ عورت جو ڪردار پيش ڪن ٿيون، ڇپر جيئن پهون تيئن رڻ ڳجهن رانئيو.(يعني جيئن جبل تي ٻڪريون چڙهنديون آهن، تيئن جنگ جو ميدان ڳجهن ساڻ ڀرجي ويو آهي.) ونڪا ونڪن گڏيا، ڊوڙيو ڏين ڊَهون- مُهاين وَهون نير مهانگو ڪنديون." هنن بهادرن جون زالون پنهنجن مڙسن جي شهادت خلاف احتجاج طور پنهنجا ڪپڙا نير مان ڪارا ڪنديون ۽ ان ڪري نير واري واپاري جنس مهانگي ٿي ويندي. هن بيت مان ان تاريخي حقيقت جو اندازو ٿئي ٿو تہ ڀٽائي صاحب جي دور ۾ سنڌ اندر ايڏا وڏا قتلام ٿيا آهن جو نِيرُ مهانگو ٿي ويو آهي، هتي ياد رکڻ گهرجي تہ نيرُ سنڌ جي انهن تمام اهم اقتصادي جنسن مان هڪ هو، جنهن جو ايسٽ انڊيا ڪمپني واپار ڪندي هئي.

سو ڳالهہ ٻئي هلي ڀٽائي صاحب جي غير روايتي ڪردارُ ڏکيءَ" جي جيڪو اڄ جي ڪچهريءَ جو موضوع آهي، ان سلسلي ۾ آءٌ هڪ ٻي ڳالهہ ڪندو هلان تہ قابل انگريز مصنف ۽ ڀٽائي جي پارکو ڊاڪٽر ايچ ٽي سورلي، پنهنجي مشهور ڪتاب،"شاهہ عبداللطيف آف ڀٽ" ۾ ڄاڻايو آهي تہ هو خاص طور ٻن ڳالهين جي ڪري هن سنڌي شاعري ڪان متاثر ٿيو آهي- هڪ تہ جنهن دور ۾ ڀٽائي صاحب شاعري ڪئي هئي، ان وقت عظيم شاعريءَ لاءِ ٽي ٻوليون مشهور

هيون. هندي، عربي ۽ پارسي، پر اها حيرت جي ڳالهه آهي تہ پٽائيءَ پنهنجي شاعري لاءِ هڪ اهڙي غير مروج مقامي ٻوليءَ جي چونڊ ڪئي جيڪا ان وقت هڪ لهجي طور سڃاتي ويندي هئي ۽ ٻي ڳالهہ جنهن ڊاڪٽر سورلي کي بيحد متاثر ڪيو هو تنهن بابت هن لکيو آهي تہ پٽائي پنهنجي شاعريءَ لاءِ موضوع بہ اهڙا چونڊيا جيڪي ان دور جي عظيم شاعرن عام طور تي نظرانداز ڪري ڇڏيا هئا ۽ انهن ٻنهي حقيقتن جي باوجود پٽائي دنيا جي عظيم شاعرن جي سٽ ۾ شمار ٿي ويو. سو موضوعن جي اعتبار کان واقعي پٽائي صاحب"واٽ جي وِرڪَ" کان وٺي سنڌ جي سري، وچولي، لاڙ، ٿر ۽ جابلو علائقن جي ٻي شمار ٻوٽن، گلن ۽ وڻن، توڙي پکين، پَسُن ۽ ڪارن، ڪوجهن، ڪُوڙن مهاڻن کي پنهنجي شاعريءَ جو موضوع بڻائي ادب جي دنيا ۾ ٿرٿلو مچائي ڇڏيو آهي. اجا تہ هن شاعر جي ذات کي ڳولڻ ڦولهڻ لاءِ تحقيق ۽ ريسرچ جو گهڻو بندوبست نہ ڪيو ويو آهي، جڏهن سندس شاعري جو مهين وارو دڙو کوٽبو تہ علم جي دنيا اچرج ۾ پئجي ويندي،"ڪتو رڙڪي هڏيون، اسين ڪُتي ڪيڙ" جڏهن يورپ ۽ ايشيا جي حسن پرست شاعرن کي سڏ پئي تہ ڪتي جي ڪن ۾ جو چچڙ چنبڙيل آهي، تنهن کي بہ پٽائي شاعريءَ جو موضوع ٺاهيو آهي ۽ يورپي قزاقن يعني"ڦلنگين"کان وٺي ان دور جي بالادست قومي ٻولي"پارسي" خلاف لکڻ سان گڏ هن سنڌي شاعر اهڙن ماڻهن جي ڪوجهي چهرن ۽ گدلن جسمن مان سونهن کي ڳولي ظاهر ڪيو آهي جنهن بابت هن چيو آهي تہ:پانڌُ جنين جي پانڌَ سين، لڳو ٿئي لج تہ هو پريشان ٿيڻ کان بچي نہ سگهندا.

اهڙيءَ ئي فنڪاري ۽ تخليق سان پٽائي صاحب پنهنجي غير روايتي ڪردار ڏکيءَ جي تصوير چٽي آهي، ڏکيءَ جو ذڪر هوندئن تہ گهڻو ڪري پٽائي صاحب سسئي وارن پنجن سرن ۽ خاص ڪري سر معذوري ۾ ڪيو آهي ۽ سسئي کي ڏکي ڪري پيش ڪيو اٿس پر سوال اهو آهي تہ سندس اهو ڪردار جنهن جو نالو سسئي، هو ان کي ٻيو نالو ڇو ڏنو ويو؟ ان جو سبب اهو آهي ڏکيءَ جي نالي ۾ هر پٽريل عورت ۽ هر آزاريل مرد، جوان توڙي ٻڍي جو ذڪر ڪرڻ پئي چاهيو پٽائي صاحب ۽ ان سان هن جو موضوع وسيع ٿيڻ سان گڏ عالمگير ٿي ويو.

اهڙي طرح ڀٽائي صاحب سنڌ ۽ هند توڙي ايشيا جون سرحدون اورانگهي سڄي دنيا جي ڏکويل، آزاريل، درمندن ۽ غم جي ماريل ڪردارن کي پنهنجي شاعريءَ جي دائري ۾ آڻڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو. ۽ اهو ئي سبب آهي جنهن اسان جي سنڌي شاعر کي آفاقي شاعر بڻائي ڇڏيو.

هاڻي اچو ته ڏسون ته پنهنجي غير روايتي ڪردار ڏکيءَ کي ڀٽائي صاحب ڪيئن ٿو کولي بيان ڪري ۽ ڪيئن ٿو ان ڪردار جا وصف بيان ڪري چئي ٿو: ڏکوين اهڃاڻ، ڪلهي ڦاٽو ڪنجرو_ وڃن گوندر گڏيا، لوڪ نه آڇن پاڻ سورن اسان ساڻ، ننڍي ٿي نينهن ڪيو." سو ڀٽائي جي ان ڪري جون اُهي نشانيون آهن. هي ڪردار انهن ماڻهن جو آهي جن جا لٽا ليڙون ليڙون آهن. ٽڳڙين ۾ اوڍيل غريب، مفلس ۽ ڳوٺاڻا ماڻهو، ڪلهي ڪان چولا ڦاٽل اندر ۾ سورن جي آڳ ٻريل، ڏک سان ڀريل ۽"ڪلهي ڦاٽل ڪنجرو متو اگهاڙو"_ اوهان کي خبر آهي ته ان ڳوٺاڻي سنڌي عورت ڪان وڌيڪ ڀيو ڪو به انسان غريب ٿي نه ٿو سگهي جنهن جو متو اگهاڙو آهي يا جنهن کي متي ڍڪڻ لاءِ ڪو چاپوٽو به ڪونهي. اها ٻي ڳالهه آهي ته اڄ شهرن ۾ رهندڙ سنڌي عورتون غربت ڪري متو اگهاڙو نه ڪنديون آهن پر اهو فيشن هئڻ سان گڏ جاگيرداري سماجي ۽ ثقافتي قدرن خلاف بغاوت جو پڻ اهڃاڻ آهي، اڄ جي سنڌي عورت ايترو سجاڳ ٿي چڪي آهي جو هوءَ مرد کي ان ڳالهه جي اجازت ڏيڻ لاءِ تيار ناهي ته هو ان کي پنهنجي پير جي ڦٽ وانگي اڳڙين سان ايترو ويڙهي ٻاهر ڪڍي جو هن جو پنهنجو سماجي وجود ئي ختم ٿي وڃي. بحرحال اڄ کان 3 سو ورهيه اڳ واري سنڌي عورت ۽ خود اڄ جي سنڌي ڳوٺاڻي عورت کي"ڏکيءَ" جي نالي ۾ ڀٽائي صاحب بيان ڪري رهيو آهي ۽ ان تمثيل جي روشنيءَ ۾ دنيا جي پيڙهيل، غريب ۽ مفلس انسانيت جو حال اوري رهيو آهي چوي ٿو:"جڏائيءَ جو جام، ڏنائون ڏکيءَ کي. يعني انهيءَ ڪردار کي ڏڌو مُڏو ۽ جَڏو ڪيو ويو آهي. هن کي صبر ۽ شڪر ڪرڻ جي تلقين ڪري هن جو استحصال ڪيو ويو آهي:"صبر ۽ شڪر کي وٺي آءُ ويني، ڏکيءَ کي ڏيني، ڪا ڪَج اچي ڪڏهين." مظلوم انسانيت جي ڏکن

ڏولاون جي هي تصوير ڏسو: ڏانجهن تي ڏانجها، ڏنائون ڏکيءَ کي_" يا هي بيت ڏسو: ڏونگر ڏکوين کي، ڳَل نہ سَّکا ڳوڙها_ڳوندر جا گهوڙا وجن جان جدا ڪيو. اهي ڪهڙيون طاقتون آهن، اهي ڪهڙا ظالمَ ڪردار آهن جن ڏکيءَ کي مظلوم بڻائي ڇڏيو آهي، انهن جو ذڪر پٽائي صاحب علامتي انداز ۾ هنئين ڪيو آهي، چوي ٿو: ڏاگهن،ڏيرن، ڏونگرن تنهي ڏنم ڏک _ سي سيپ پانئيان سُک، هيڪاند ڪارڻ هوت جي." وري ٿو چوي:"ڏُکي تي ڏڏور، لهسي لنئن پنهونءَ جي." هتي ڏڏور لفظ جي معنيٰ آهي."ڏڏل،" يا اڏسڙيل، ڏکي ڏيهاٽي، مُنيءَ متي هتڙا_تنهن پر نہ ڪاٽي، جنهن پر جٽي جيڏئين_" معذوري سر جو هي ۽ ٻيا بہ ڪيترا بيت ان نپوڙيل انساني روح جي تصوير پيش ڪن ٿا جن کي پٽائي صاحبُ ڏکي ڪوٺيو آهي:" ڏکيءَ سنديون ڏونگرين، آڏيءَ آهونِ پونِ_ڏاري جو ڏونگر کي، سوڪي ڇيو ڇونِ. آريءَ جي افسوس ۾ ماڻهو مرونِ رونِ_ان پر سيئي هونِ، هينئڙا جن هڇي ويا"_ڏکيءَ سنديونَ ڏونگرين، پسو پٿونڻ پونِ، مٿي پڇاٽان منڌ کي، روجهہ رڙن ۾رونِ، پٿان مرونِ چونِ، مٿيءَ اسان کي مارِيوُ_ هاڻي هي بيت پڙو ان ۾ ڏکي لفظ استعمال ٿيلَ ڪونهي، پرَ ڪردار اهو ساڳيو آهي جنهن جو مٿي ذڪر ڪيو اٿم، سپر سيءُ پيونَ تہ مون سوڙ نہ ڳنبروَ_ نہ مون ڪانڌُ نہ قوت ڪي، جوين وهي ويو، تنين حال ڪهو بڌرَ جنين نِجُهرا_

هن ڪان پوءِ اسان پٽائي صاحب جي ان علامتي ڪردارِ ڏکيءَ تان پردو ڪڻنداسون تہ ڏکيءَ جي نالي ۾ اسان جي شاعر رڳو مفلس ۽ مظلوم عورت جو ئي ذڪر نہ ڪيو آهي، پر ان ڪردارَ جي اوٽ ۾ جوڳين، سامين، ڪاهوڙين ۽ انيڪ انقلابي ڪردارن جو ذڪر ڪيو اٿس جيڪي رڳو مظلوم ئي ناهن ۽ رڳو اوسارڻ ۾ ئي مشغول ناهن پر پنهنجي ڏکويل حيثيت کان پوري ريت واقف آهن ۽ ان سماجي حالت کي تبديل ڪرڻ واري جدوجهد جا سرواڻ ڪردار بہ آهن."ڪنهن جنهن ڪُنا ڪات، جيئن سامي مُور نہ سنرا_ ڏينهان ڏکي ڏيل ۾، سور سجائي رات_سندي جوڳيان ذات، جيجان هوءَ جڏائڙي،" مطالعي جي ان مرحلي تي اسان کي محسوس ٿيندو تہ پٽائي صاحب هڪ سماجي طبيب يا ڊاڪٽر وانگي سور مرض کان متاثرُ ڏکيءَ نالي مريض کي تپاسي، هن جو مرض سڃاڻي، دوا

تجويز ڪري، هن جي سموري درد ۽ پيڙا کي هن جي جسم مان ڪڍي ٻاهر ڪرڻ جا نسخا تجويز ٿو ڪري ۽ پوءِ ئي اسان کي محسوس ٿيندو ته واقعي ڀٽائي صاحب رڳو لفظن جو جادوگر شاعر ئي نه هئو پر هڪ سماجي فيلسوف هئڻ سان گڏ سماجي تبديلي جو انقلابي اڳواڻ پڻ هو.

سو پاڻ اها ڪچهري ٻئي ڀيري ڪنداسون، هن ڀيري پروگرام آخر ۾ صرف ان ڪيفيت جي پچار ڪنداسون جنهن ۾ ڀٽائي صاحب انهن ماڻهن تي جُلَهه ڪئي آهي جيڪي هڪ ته مظلوم ماڻهن کي ڏکي بڻائي انهن کي پيڙي آزار ۾ وجهن ٿا ۽ الٽو وري انهن مٿان ٺٺول ڪن ٿا. اهي ڪردار جيڪي سُکي آهن جن حرام ڪائي پنهنجا پيٽ وڏا ڪيا آهن، اهي وري مظلومن جي ڦٽن تي لوڻ ٻرڪڻ خاطر هنن جا هڏ ڏوکي ۽ همدرد ٿيڻ جي ڪوشش ڪن ٿا. ڀٽائي صاحب اهڙن ڪردارن جي مذمت ۾ چوي ٿو: اڻ ڏُکويون، ڏُکين جي ڪوهِ ٿيون پتر پونِ. نانهه اوِراتو ان کي، ٿيون لوڪ رَيا ڪئون رونـ پنڻ پيٽيون هون، پار تنين جا پڌرا“ـ يا وري ٻئي هند چوي ٿو”سي هُنئين هٿ هٽن رئنديون رئڻ واريون“ـ چاڪاڻ ته جن سندا تن سامهان“ هوندا آهن، ڏک جي پروڙ ڏکيءَ کي هوندي آهي ۽ سوريتيءَ کي ئي خبر هوندي آهي ته سور ۾ ڪيتري اذيت آهي.

ته پوءِ ايندڙ پروگرام تائين سدائين گڏ

قسط: 5

ڀٽائي صاحب جي رسالي جي ترتيب سر وار آهي پر اسان ان جو مطالعو موضوعوار ڪري رهيا آهيون. اسان جو پهريون موضوع هو”ڏُک“ان سلسلي ۾ اسان رسالي جي مختلف سرن مان اهڙا بيت چوندي پڙهيا هيا جن ۾ ڏک؛ سور، گوندرَ غم ۽ ورهه وارو فلسفو اوتيل هو. ان کان پوءِ جيڪو ٻيو موضوع چونڊيو هئو سو هئو”ڏکي“اڳئين پروگرام ۾ ان تي تفصيل سان ڪچهري ٿي هئي ته ڏک ڀٽائي جي شاعريءَ جو هڪ اهڙو ئي موضوع آهي، ان ڪردار جي وصف، اهڃاڻ ۽ سڃاڻپ تي اوهان اڳئين پروگرام ۾ بيت ٻڌا هئا: مثال ”ڏکوين

اهڃاڻ، ڪلهي ڦاٽو ڪنجرو“ وغيره ۽ ان سان گڏ مون عرض ڪيو هو ”تہ“ هن“ ڪردارڪي علامتي ۽ تمثيلي طور دنيا جي ڏڪويل، ڏتڙيل، مسڪين، مفلس ۽ مظلوم ماڻهن توڙي طبقن جو روپ ڏيئي ڀٽائي صاحب ان ڪي عالمگير ڪردار بڻائي ڇڏيو آهي. البت اڳئين پروگرام ۾ جيڪي بيت پڙهيا هئاسون، انهن مان ڏکيءَ واري ڪردار جي مظلوميت جو اندازو وڌيڪ ٿيو هو. هن پروگرام ۾ اسان اهڙا بيت پڙهنداسون جن سان اندازو ٿيندو تہ هي ڪردار پنهنجي ڏک، سور، مظلوميت ۽ مفلسي کي تبديل ڪرڻ جي پڻ سگهہ رکي ٿو ۽ ڀٽائي صاحب اهڙي سماجي تبديلي جي سلسلي ۾ هن ڪردار جي کهڙي فلسفياڻي نموني رهنمائي ڪري ٿو.

” ڏکيون جان نہ مڙن، تان تان پنڌ نا ٿئي.“ هي پهريون نسخو آهي جيڪو اسان جو فلسفي شاعر غريب ۽ مسڪين ماڻهن ۽ طبقن جي نجات لاءِ تجويز ڪري ٿو ـ اسان جي شاعر کي پليءَ پيٽ پروڙ آهي تہ بکيءَ ڪِل مَ اچهي، ڏکيءَ ڏمر نانهہ اگهاڙيءَ وهاڻُ، ويو ويچاريءَ وسري“ ۽ هو اهو بہ ڄاڻي ٿو تہ سندس ڪردار ايڏو ستايل ۽ محرومين جو شڪار آهي جو تر ۾ مينهن جو وسڪارو بہ ٿئي ٿو تڏهن بہ هو ڏتڙيل رهي ٿو جنهن ڪري پاڻ چوي ٿو: ڏکي توءِ ڏڪار، توٺي وسن مينهڙا“ پر پنهنجي بيت ۾ ٻيءَ سٽ ۾ پنهنجي ڪردار جي پيڙا جو حل بہ کيس ٻڌائي ٿو، چوي ٿو: پورهئي هٿ سُڪار، تو وس آهن هتڙا“ ـ يعني تنهنجي نجات وري بہ پورهئي ڪرڻ ۽ محنت سان من ڳنڍڻ ۾ آهي ـ هن بيت جي آخري سٽ جي هڪ ٻي پڙهڻي بہ آهي: صاحب هٿ سُڪار، تو وس آهن هتڙا“ ـ ان سلسلي ۾ منهنجي معلومات مطابق پهرين پڙهڻي وڌيڪ مستند آهي ڇاڪاڻ تہ اها بمبئي واري نسخي ۾ ملي ٿي جيڪو 12 صدي هجريءَ ۾ لکيو ويو آهي. پورهيو ڀٽائي صاحب جي رسالي جو هڪ الڳ موضوع آهي ۽ ان سلسلي ۾ هن تمام واضح اندازسان پورهئي جي اهميت ۽ پورهيت جي عظمت جو ذڪر ڪيو آهي جنهن تي اڳتي هلي پاڻ جدا ڪچهري ڪنداسون. في الحال ان موضوع تي هيءُ بيت ٻڌي ڇڏيو: سون ساريڪا هتڙا، ڪوهُ نہ ڪَتين رَڏِ ـ ويهي ڪُنبُ ڪاپو ڪَڍُ گهتون گوهيون ڇڏ. ـ تہ صرافاڻي سڏ، مرڪي هوند

مٽائين."

سو ڳالهه پٺي ڪئي سون تہ پٽائي صاحب سنڌ ۽ دنيا جي مسڪين ۽ مظلوم عوام کي ڏکيءَ تمثيل جي اوٽ ۾ پنهنجي نجات جي راهه ڏيکارڻ جي ڪوشش ڪندي پنهنجي ان ڪردار کي جدوجهد ڪرڻ جو درس ڏئي ٿو ۽ ان جدوجهد جي هر اوکي سوکي مرحلي تي هن جي رهنمائي ڪري ٿو، چوي ٿو: پنهون ڇڏيو پوءِ جانب جبل ڳولين_تيلاهن تنگون ڪرئين جيلانهن تون جوءِ _ساڄن سُڃ نهارئين، ڏکي، ڏوهه ڪيوءِ _هاڙهي هوت نہ هوءِ، وري پڇ وينين کي" پٽائي صاحب جو هيءُ ۽ ڪجهه بيا بيت اهڙا آهن جيڪي پڙهندڙ کي منجهائي وجهندا آهن، ٺنڊي ڪنڌ جي هڪ ٻئي عظيم شاعر ڪبيرداس جي شاعريءَ ۾ پڻ اهڙيون "اُلٽ بازيون" يا قلابازيون آهن جن کي ڏسي فلسفي جا شاگرد منجهي پوندا آهن پر منهنجي خيال ۾ ٻنهي شاعرن جي سماجي فلسفي جو هي اهم عنصر آهي ۽ ان ۾ ڪو بہ مونجهارو ناهي، مٿئين بيت ۾ پٽائي سسئي کي ۽ ڏکيءَ کي سمجهائي ٿو تہ رڳو جبل ۾ پنڌ ڪرڻ، صرف سڃ _وسائڻ ۽ هاڙهي جبل تي چڙهڻ سان منزل تي رسڻ نہ ٿيندو_جدوجهد ضرور ڪرڻي آهي پر ان جي ڏِسَ صحيح طئي ڪرڻ پهريون ڪم آهي، هلڻ کان اڳ ۾ وات معلوم ڪرڻ ضروري آهي، ڇاڪاڻ تہ جيڪڏهن صحيح رستو ماڻهو پلجي ويو تہ پوءِ ڪيڏو بہ ڊگهو پنڌ ڇو نہ ڪري ۽ ڪيڏيون ئي ڊگهيون منزلون ڇو نہ لتاڙي، پر مقصد حاصل ڪري نہ سگهندو_هن فلسفي جو هڪ اهو مقصد بہ آهي تہ انسان کي گهرجي تہ پنهنجي اندر کي ٺيڪ ڪري، جيڪڏهن اندر ۾ کوٽ آهي ۽ نيت صاف ناهي تہ پوءِ مراد حاصل ٿي نہ سگهندي: پائيون جان نہ ڪجن، روئي ڏوئي اکيون_جر ڪَجُر جن اکين ۾ سي ڪيئن پرين پسن"_سو ان ئي سلسلي ۾ جدوجهد جي وات جو ڏس ڏيندي پٽائي صاحب پنهنجي ڪردار ڏکيءَ کي سمجهائي ٿو تہ، وري پڇ وينين کي، سدا پنهونءَ پار، ساڄن سپ ڄمار، ڏکي ڏورج ڏيل ۾ يعني پنهنجي منزل کي پنهنجي اندر ۾ ئي ڳول_ هي اشارو فڪري پهلوءَ ڏانهن آهي جنهن جو مقصد آهي تہ جدوجهد ڪرڻ کان اڳ ۾ پنهنجي ذهن ۾

گهري سوچ وسيلي جدوجهد جو نمونو، طريقہ ڪار، جاءِ ۽ وقت طئي ڪرڻ ضروري آهي، جيڪو ايئن نہ ڪندو ان سان جيڪا حالت ٿيندي سا هن بيت ۾ ڄاڻايل آهي: ڪنهن پر رئان پرينءَ کي اديون نانهہ اوسات_لوهوڪا لڪن ۾، ويري مٿي وات_ڇپر ۾ چونچات(يعني اوچنگارون) ڏنمر ڏکوين جا.“ سو اڳ ۾طريقہ ڪا رءِ وات ڳول ۽ پوءِ ۔جدوجهد ڪر_ پٽائي صاحب اهڙو درسِ ڏيندي وڏيڪ سمجهاڻي ڏئي ٿو ۽ چوي ٿو: ڏکي ڏک وسار، سيج ڦٽي ڪر سسئي_ پَٽيُن پير نهار، تہ آرياڻي اتان لهين“ هاڻي پٽائي جو ڪردار ڏکي پنهنجو ڏڳ طئي ڪري، وات سمجهي، پنهنجي جدوجهد شروع ڪئي آهي، ڇاڪاڻ تہ سندس سونهون هن کي ٻڌائي ٿو تہ: ڏکي ڏک مٿي ڪري ونءُ ڇپر پيهي_ ملندي ٿي ڏيهي، سوڏيون ڏيندءِ خبرون“ هاڻي پٽائي صاحب پنهنجي ڪردار کي تلقين ٿو ڪري تہ انهن ڏکن، سورن، گوندرن ۽ غمن تي ويهي اوسارڻ بي معنيٰ عمل آهي، انهن ڏکن جي ڳنڍ ٻڌي رک مٿي تي ۽ انهن جبلن ڏانهن رواني ٿي وڃ. هتي جبل جدوجهد جي علامت طور ڪم آيل آهن ۽ ان منزل تي پٽائي صاحب ٿو چوي تہ اهڙا ئي ستايل ۽ ڏکايل ماڻهو ملندئي جيڪي توکي صحيح خبرون ۽ سچي وات ڏيکاريندا. اهڙي طرح ڏکيءَ جو ڪردار پنهنجي جدوجهد شروع ٿو ڪري جنهن جي تصوير پٽائي صاحب هيٺين بيتن ۾ چٽي ٿو: ڏکيءَ ڏورڻ پاڻ تي، ويچاريءَ وڏو، ڏيل تنهنجو ڏک سين سيوئي سَڏو، هُيڙس اڳ لڏو، پوءِ ٿي ڪَرِي پنڌڙا.“ ٻئي ويئا رون، ڏکي ڏونگر پاڻ ۾ _ڪنهن کي ڪين چون، منجهن جو پريتڙو_ اڄ پڻ وينو روءِ، ڏکي ڏونگر پاڻ ۾_ ڪوهياري جو ڪوءِ، اڇي سور اڏميو_“ ڪي جو ڪڏي پار، ڏکي ڏونگر پاڻ ۾ سٽي سان تنوار،مرون پيا مامري،“ ڏونگر ڏکوين کي دلاسا ڏجن، گهڻو پڇجي تن کان، جن وٽان هوت وجن،تون ڪيئن سندا تن، پهڻ پيرپٽون ڪرين _“

هاڻي جدوجهد جي مرحلي ۾ اچڻ کان پوءِ پٽائي صاحب جو ڪردار ايڏو مضبوط ۽ موهيندڙ اتساهہ ڏيندڙ ۽ انقلابي بڻائيندڙ ٿي وڃي ٿو جو جيڪو بہ ان سان ساڃهہ رکي ٿو، ان جو اندر بہ اجارجي وڃي ٿو.“ڪو جو وڏيءَ وڏَ، جيئن وڻ وڏيائين وڌ سين_ ڏک ڏکيءَ ڏڍَ، جن ڏٺي سي ڏکي ٿيا_“هي انقلاب لاءِ

اتساهہ ڏيندڙ ڪيفيت هن بيت ۾ وڏيڪ واضح ٿيو پوي: چوي ٿو:
"وڍيئي سي واڍوڙيا، رت نہ ڏنو جن-موت قبوليو تن ڏنو جن ڏکيءَ کي" -هاڻي
هي ڪردار پنهنجي جدوجهد جي ڪري مهنداريءَ جي منزل تائين ٿو رسي ۽ اهڙو
سرواڻ ٿيو پوي جنهن لاءِ لکين مظلوم ماڻهو پنهنجو سر ڪٽائڻ لاءِ تيار ٿيو
پون.

سو سائين ڏکيءَ واري ڪردار کي منزل تي رسائي پاڻ ايندڙ پروگرام
۾موت واري موضوع تي پيٽائي صاحب جي شاعريءَ جو مطالعو ڪنداسون
جنهن مان اسان کي خبر پوندي تہ انسان موت کي ڪهڙين حالتن ۾ زندگي کان بہ
عزيز سمجهندو آهي.

## پيٽائيءَ جي شاعريءَ ۾ "موت"

قسط: 6

موت، ادب جو هڪ عالمگير موضوع آهي، دنيا جو ورلي ڪو اديب
هوندو جنهن موت کي پنهنجو موضوع نہ بڻايو هوندو. ان جو هڪ سبب اهو بہ
آهي تہ موت انسان کي ماري ٿو ۽ ماڻهو جنهن کي حياتي ڏاڍي پياري هوندي
آهي. موت ان جي پڄاڻي آڻي ٿو-ان ڪري قديم دور ۾ جڏهن انسان موت جي
طبعي ۽ مادي توڙي فطري سبب کان واقف نہ هو، تڏهن موت کي وڏيڪ
هيبتناڪ ۽ خوفنائتو عمل ڄاڻايو ويندو هو. بعد ۾ جڏهن انسان جي ساهہ جي
ڏاڍي تنڻ واري عمل کي ڪنهن مشين جي خراب ٿي بيهي وڃڻ جي معنيٰ ۾
تصور ڪيو ويو ۽ انساني جسم واريءَ انجڻ جي مڙني ڪل پرزن جو پڻ اڀياس
ڪيو ويو، موت پوءِ بہ هڪ درد ناڪ ۽ المناڪ حقيقت تي ليکجڻ لڳو، ڄاڪاڻ تہ
هڪ انسان جو موت رڳو هن تائين ئي محدود نہ ٿي رهيو پر ڪيترن ئي سماجي
رشتن جو الميو بڻجي ٿي پيو. بهرحال جيئن تہ موت هڪ تلخ ئي سهي، پر هڪ
اٽل حقيقت ثابت ٿي ويو. ان ڪري دنيا جي ڏاهن ان بابت پنهنجي ويچار ڏنا،
فيلسوفن موت جا مختلف فلسفا پيش ڪيا ۽ اديبن، شاعرن، فنڪارن توڙي

چترڪارن ان سماجي ۽ مادي حقيقت تي ورور ڏئي پٽي لکيو آهي.

اسان جي مها ڪويءَ به ان موضوع تي پنهنجو ڀرپور فلسفو پيش ڪيو آهي ۽ رسالي جي ڪيترن ئي سرن ۾ موت واري موضوع تي ڪيترائي بيت ملن ٿا جن ۾ پانت پانت جون ڪيفيتون سمايل هجن ٿيون. بهرحال پٽائي صاحب جي شاعري جيئن ته هر لحاظ کان انوکي ۽ فنائتي آهي. ان ڪري موت جي عنوان تي پڻ سندس شاعري حيران ڪندڙ آهي ـ هن عالمگير موضوع تيٰ پٽائي صاحب جيڪو لکيو آهي ان ۾ هڪ خاص ڳالهه اها آهي موت بابت سندس بيت پڙهڻ سان موت جو خوف پڙهندڙ جي ذهن تان لهي وڃي ٿو. ڇاڪاڻ ته موت کي هن ڊيڄاريندڙ يا دهشت ڦهلائيندڙ حقيقت ڪري پيش نه ڪيو آهي، پر ان کي حياتيءَ وانگي هڪ فطري عمل سمجهندي ان سماجي ڪارج جي ڇنڊڇاڻ ڪئي اٿس، سماج ۾ موت ڪهڙي ڪم اچي سگهي ٿو. يا سماجي تبديليءَ ۽ اٿل پٿل آڏو موت ڪهڙي حيثيت رکي ٿو. عشق جي آڏو موت ڪيڏي نه معمولي شيءِ آهي، ڪنهن عظيم مقصد جي تلاش ۾ ايندڙ موت ڪيئن منزل کي ويجهڙو ٿو ڪري وجهي ۽ منزل تي رسڻ لاءِ جدوجهد جي راهه ۾ موت ڪيڏو ضروري آهي، اتي پٽائي صاحب کي پڙهي ڏسجي ٿو ته موت جو ڏهڪاءُ ڪافور ٿيو پوي ۽ محسوس ٿئي ٿو ته دنيا جي ڪنهن ورلي شاعر موت تي اهڙي جارحاڻي انداز ۾ سماجي ڪارج کي ذهن ۾ رکندي لکيو هجي.

ته ڪر ڪين سُئي، جي سير نه گهڙي سُهڻي،
هت حياتي ڏينهڙا، هڏهن تان نه هئي،
ڇڪيءَ تنهن چري ڪئي، جو ڏنس اُن ڏهي،
سهڻيءَ کي سيد چئي، وڌو قرب ڪُهي،
هنئين هوند مئي، پر ٻڏيءَ جا ٻيٽا ٿيا.

چئي ٿو ته جيڪڏهن سهڻي سِر نه گهڙي ها، موت جي منهن ۾ وڃڻ جو فيصلو نه ڪري ها ۽ پنهنجي جان جوکم ۾ نه وجهي ها ته سهڻي اڄ ڪنهن کي به ياد نه هجي ها. گذريل سوين سالن کان وٺي سنڌ ۽ هند جو ٻچو ٻار سهڻيءَ کي هڪ بهادر ۽ سرفروش سورميءَ طور ياد ٿو ڪري ۽ ميهار کان به وڌيڪ سهڻيءَ جي

ڪردار ڪي تعريفي انداز سان ياد ڪري ان ڪي پنهنجو آدرش ٿو ڀاهي، ان جو سبب صرف اهو آهي تہ هن حياتيءَ جي پرواهہ نہ ڪري پنهنجي مقصد ڪي ماڻڻ لاءِ سر جي قرباني ڏئي ڇڏي ۽ شهادت جو اعزاز حاصل ڪري ورتو. وري بيت جي آخري سٽ ۾ ٿو چئي تہ مري تہ هوءَ هئين بہ وڃي ها، پر ٻڏيءَ جا ٻيڻا ٿيا، هن جي ٻڏي مرڻ ڪري سر ترڙيءَ تي رکي درياءَ ترڻ ڪري هن شهادت جو ٻٽو اعزاز حاصل ڪري ورتو.

پتائيءَ صاحب، هونئن تہ پنهنجين مڙني سورمين کي وڏا اعزاز ڏنا آهن ۽ خاص ڪري سسئيءَ تي تہ پنج ڏکيا سُر لکيا آهن پر سڀ کان اعليٰ مقام سهڻي جي عزم، جدوجهد ۽ سر جي قربانيءَ کي ڏنو اٿس: چئي ٿو،

سياري، تهہ رات ۾، جا گهڙي وسندي مينهن،
هلو تہ پڇون سهڻي، جا ڪر چاڙهي نينهن،
جنهن کي راتو ڏينهن، ميهار ٿئي من ۾.

۽ اهڙي طرح سهڻي جي موت جو ذڪر ڪندي سنڌي ٻوليءَ جو عظيم شاعر ٿو چوي تہ:

جيسين هئي جيئري، ورچي نا وينئي،
وڃي پيون پيئي، سڪندي کي سڄڻين،

ٻئي بيت ۾ چوي ٿو:

جانِ جان هئي جيئري، ويئي نہ ويساند،
لڙهي لهرن پاند، ميائي ميهار ڏي.

عشق آڏو موت ڪيڏي نہ معمولي شيءِ آهي ۽ منزل تي رسڻ لاءِ جدوجهد جي وات ۾ ايندڙ موت وارو سودو ڪيڏو نہ سستو آهي، ان جو اندازو هن بيت مان ڪري ڏسو:

پرين پر پرت مان، تو ساهڙ سڏ ڪري،
نہ گهڙان، موٽي وڃان، تہ ڪي ساهہ سري،
مَر جان پرت پري، گهڙان گهوري جندڙو.

ان سلسلي جو هڪ ٻيو بيت پڙهو:

تَران تان مران، وران تان وَهُ وترو،
هينئڙي ۾ هوتن جا، اچن گهور گهٽا،
پسيو پاڙي واريون، ڏسيو ڏوهہ ڏران،
وچان ڪيئن وران، ڪنڌيءَ منهنجو ڪارڻي.

اجا بہ هڪ بيت ۾ ڀٽائي صاحب موت ۽ حياتي وچ ۾ عقل جي اڻ تڻ جو احوال سهڻي جي حوالي سان هينئن ٿو بيان ڪري:

چڙن چوري آهيان، سک تي سمهان ڪيئن،
ساريان ساهڙ چام ڪي، ڏهہ ڏهہ ڀيرا ڏينهن،
ميهار مرڻ سين، نير پاتم نينهن جو،

۽ هاڻي ڏسو تہ ڀٽائي صاحب پنهنجي سورميءَ ڪي پاڻ کهڙو ڏڳ ٿو ڏسي:

مَرجُ وٽ ميهار، متان موٽين سهڻي،
ساهڙ جا سينگار، متان ڏم ڏيکارئين.

سهڻيءَ کي اهڙو درس ڏيندڙ شاعر سهڻي جي منزل کي حق ۽ سچ جي راهہ ثابت ڪرڻ لاءِ ههڙو بيت لکي ٿو، چئي ٿو:

ڪنهن جنهن گهيڙي، جيئن اوتڙان تڙ تئوس،
سالم لنگهي سهڻي، ڪُنن ڪين ڪيوس،
حقان حق ٿيوس، هئي طالب حقن جي .

۽ درياءَ کي پاراتا ٿو ڏئي جنهن سندس سورميءَ کي ٻوڙي ماريو آهي، هن بيت ۾ پهريون دفعو ڀٽائي صاحب موت تي ماتم ڪندي نظر ٿو اچي:

سانوڻ گهڙي سيڪا، هيءَ سَرهي سياري
تن وڏائين تار ۾، ارواح جي آري،
محبتي ماري، ڪونهي داد درياهہ ۾.

محبت ڪندڙ روحن کي موت جي اوڙاهہ ۾ ڏيندڙ قوتن کي درياءَ واريءَ تمثيل جي اوٽ ۾ پاراتا ڏيندي ڀٽائي صاحب چوي ٿو:

واهڙ وهين مَ شال، سُکي ٻيلاٽيون ٿئين،

پيپاڻ تنهنجي پيٽ ۾، لاٽا، لوٽ، ليار،
ڀاڻ تو سڀ چمار، آسائتيون ٻوڙيون.

سو حق ۽ سچ جي راهہ ۾ مرڻ کي ٻڌائي صاحب معراج ٿو سمجهي:

مَرُ تہ موچاري ٿئين، جيئڻ آڏو جَت،
هاري ڪر همت، تہ دم ڏئي دوست لهين.

چئي ٿو:

مرُ مرين، آءُ زئين، موتي آءُ مرَ ڪانڌ،
ڪڇن وڏا پاند، جيئڻ تورا ڏينهڙا.

عام ماڻهو ملڪ الموت کان ڏجندا آهن، عزرائيل جو نالو ٻڌي لڳ ڪانڊارجي ويندا اٿن پر اسان جو انقلابي شاعر موت جي اکين ۾ اکيون وجهي ان کي للڪاري ٿو ۽ جدوجهد جي راهہ ۾ ايندڙ موت کي شهادت سمجهي ملڪ الموت سان ملاقات کي معراج ماڻڻ جي برابر ٿو سمجهي: چئي ٿو:

مَرُ تہ موچاري ٿئين، اجلان اڳي اڄ،
جان کي هئينءَ جيئري تہ منڌ پنيوران پڄ،
پنهونءَ ساڻ پهنج تہ ملڪ الموت ماڻئين.
(يعني اجل جي اچڻ کان اڳ ۾ مري وڃ)

ٻڌائي صاحب پنهنجي شاعريءَ ۾ موت بابت هڪ ٻيو اهم فلسفو بہ ڏنو آهي جنهن ۾ موت کي علامتي طرح جي اندر مان انا، تڪبر ۽ وڏائي جي مڪروهہ احساس کي ڪڍي ٻاهر ڪرڻ جي معنيٰ ۾ استعمال ڪيو اٿس، هي ڏاهپ جو ڏس ماڻهوءَ کي اعليٰ درجي جو انسان ٺاهي ٿو.ڇاڪاڻ تہ جيستائين ماڻهو مفاد پرست آهي، آڪڙيل آهي، پاڻ کي ٻين کان اتم ٿو سمجهي، اندر ۾ انا کي پالي ٿو ۽ خود پرست آهي تيستائين هو مڪمل انسان ٿي نہ ٿو سگهي، ان ڪري ئي ٻڌائي صاحب چيو تہ:

مرٽا اڳي جي مٺا، سي مري ٿيا نہ مات،
هوندا سي حيات، جيٽا اڳي جي جيئا.

جيئڙي ئي مري وڃڻ واري پيٽائي صاحب جي فلسفي ۾ جيڪا گهرائي ۽ عقل، دانش ۽ عمل جي جيڪا اونهائي سمايل آهي ان جو اندازو صرف انهن ماڻهن کي ٿي سگهي، ٿو جيڪي بين جي فائدي لاءِ پنهنجا فائدا قربان ڪري سگهندا آهن ۽ عوام کي جيئرو رکڻ لاءِ پاڻ کي موت جي منهن ۾ ڏيڻ جي همت رکندا آهن، وجود وڃائڻ، پاڻ کان پاسي ٿي وڃڻ، پاڻ کي ڪجهه نه سمجهڻ ۽ بين کي سڀ ڪجهه مڃڻ، پنهنجي لاءِ ڪجهه نه ڪرڻ ۽ بين لاءِ سڀ ڪجهه ڪرڻ اهڙو عمل آهي جنهن کي پيٽائي صاحب فلسفياڻي انداز ۾ علامتي طريقي سان پنهنجو پاڻ کي جيئري ئي مارڻ ۽ عوام جي مفاد لاءِ ۽ قوم جي ڀلي لاءِ عوامي ۽ قومي وحدت الوجود جو نظريو اختيار ڪرڻ جو سبق ڏئي ٿو، اهڙي طرح پنهنجي وجود کي سماج ۽ قوم ۾ فنا ڪرڻ واري عمل کي جيئري ئي موت ماڻڻ واري منزل سمجهڻ کان پوءِ موت کي سڏ ڪندي پنهنجي وجود کي مخاطب ٿي چوي ٿو:

تو سگ ساهه ڪٽڻ سين، جيئڻ گوشي جاءِ،
مرڻ مون سين آءِ، ته پٺيءَ تو پنڌ ڪيان.

يا وري پٺي بيت ۾ چوي ٿو:

اونچو اڳاهون گهٽو، جيئڻ کي جبل،
مرڻ مون سين هل، ته پٺيءَ تو پنڌ ڪريان.

۽ جڏهن جيئري هوندي مرڻ کي پيٽائي صاحب انسان جي اندر مان انا کي ڪڍي ٻاهر ڪرڻ جو وسيلو ٿو سمجهي ته پوءِ انسان جي تڪميل واري منزل اوڏڙو اچي وڃي ٿي، ان ڪري اهڙي منزل تي رسڻ لاءِ پيٽائي صاحب چوي ٿو ته:

جي تون ڪالهه مئي، ته ڪالهه ئي گڏي پرينءَ کي،
ڪڏهن ڪا نه سئي، ته ڪا سگهي گڏي سڄڻين.

موت ته نيٺ اچڻو آهي، جيڪو ڄائو آهي تنهن کي مرڻو آهي اڄ ـ سڀاڻي پرينءَ يا تنهن پرينءَ پوءِ جيڪڏهن پرينءَ کي رسڻ لاءِ مرڻ ضروري آهي ۽ انسان جي تڪميل جيئري ئي پاڻ کي مارڻ سان ملٽي آهي ته پوءِ پيٽائي صاحب سچ ٿو چوي ته:

ويٺو پڇين پَرُ ڪر ڪاهنئارَ هلڻ جي،
آديسي اڄ مِر سيان مرندو سيڪو.

قسط: 7

اڳئين پروگرام ڪان وٺي اسان پناڻي صاحب جي شاعريءَ مان جنهن موضوع تي بيتن جي چونڊ ڪري مطالعو ڪري رهيا آهيون سو آهي"موت" _اوهان ڪي ياد هوندو ته گذريل ڪچهريءَ ۾ پاڻ اهڙا بيت پڙهيا هئاسون جن ۾ سنڌي ٻوليءَ جي عظيم شاعر عشق ۽ جدوجهد جي راهه ۾ موت کي معمولي اهميت ڏني هئي ۽ اسان کي اهو ئي درس ڏنو هو ته منزل تي رسڻ لاءِ جيڪڏهن مرڻ ضروري ٿي پوي ته اهو سودو مهانگو ناهي.

سر ڏني ساڄن مليِ ته ٻنهي هٿن سين ڳنيج

۽ ان سان گڏ اسان پناڻي صاحب جي انهيءَ فلسفي جي پڻ اپٽار ڪئي هئي، جنهن ۾ هڻ جيئري ٿي مرڻ" جو ڏانءُ سيکاريو آهي. اهڙي طرح اسان ڪجهه اهڙا بيت پڻ پڙهيا هئا، جن ۾ موت کي للڪاريو ويو هو ۽ اکيون اکين ۾ وجهي اجل کي مخاطب ٿيندي پناڻي صاحب چيو هو ته:

"مرڻ مون سين هَلُ، ته پُنيءَ تو پند ڪريان."

هن پروگرام ۾ ساڳي ريت ڪجهه اهڙا بيت پڙهيا هئاسي جن ۾ موت بابت پناڻي صاحب پاران بيان ڪيل ڪجهه نيون ڪيفيتون محسوس ٿينديون، انهن ڪيفيتن مان هڪ اهڙي صورتحال آهي جنهن ۾ پناڻي صاحب جو ڪردار موت ۽ زندگي جي وچ واري حالت ۾ پوڳنا جو شڪار نظر اچي ٿو:

نڪي مئي آهيان، نڪي تي جيئان
ساڄن ساهه ڏيان، توکي ساري سپرين.

هڪ لحاظ کان سڪرات واري حالت آهي، پيڙا جي انتها آهي ۽ سور جو معراج آهي. جيئڻ ۽ مرڻ جي سرحد تي بيهارڻ واري هن فلسفي جو وري هي روپ ڏسو:

سڪين ٿئي مرُ سنري، پسي ڏک مرَ ڏر،

پٽي ڪر نہ پانهنجو، گهوري اڏ مَ گهر.

هنن بيتن ۾ پٽائي صاحب مرڻ ۽ جيئڻ ٻنهي کان منع ٿو ڪري، سکن کي ڏسي خوش ٿيڻ ۽ ڏکن کان گهبرائڻ کي ناپسند ٿو ڪري ۽ جنهن ڳالهہ تي زور ڏئي ٿو سا آهي سپرين جي سار_مقصد جي تانگهہ ۽ منزل تي رسڻ جي اڻ تڻ. ان جو شايد مقصد اهو آهي تہ موت ۽ زندگي، ڏک توڙي سک ۾ رڳو وسيلا آهن ڪنهن مقصد کي ماڻڻ جا_بَي مقصد زندگي ۽ بي معنيٰ موت جڻ تہ پٽائي صاحب جي نظر ۾ هڪڙي ڳالهہ آهي. موت ۽ زندگي تي ڪيل شاعري جو اهو سماجي ڪارج آهي جنهن کي اسان جي مهان شاعر بي مثال خوبصورتيءَ ۽ لاثاني فنڪاريءَ سان پيش ڪيو آهي.

ڪُنڊي ڪَلين وچ ۾، جڏهن هنيائون
موت نہ مارياٺون، ڏور ڏئي ويا ڏک جي.

مرڻ ۽ جيئڻ جي وچ ۾ ڇا هوندو آهي، ان ڏک واري ڏور ۽ سورن جي سامان واري ڪيفيت جو اندازو هن بيت ۾ بہ ڏسو ٻَلر لڳو پاڻ، پسيو جوءِ جرا ٿئي.

هتي لفظ ٻلر جي معنيٰ آهي معصومڙي ۽ جوءِ جرا ٿئي جو مقصد آهي، عورت زرا زرا ٿي وڃي. هي اهو لهجو آهي جيڪو تر ۾ دراوڙي نسل جا ماڻهو اڃا تائين استعمال ڪندا آهن ۽ ترڪان پاهر، باگڙي جهبيرءِ ٻيا اهڙا ماڻهو ايئن ڳالهائيندا آهن جن کي ڪم ذات، ڪاسبي ۽ اڇوت ڇيو ويندو آهي. سو پٽائي صاحب چوي ٿو تہ:

ٻلر لڳو پاڻ، پسو جوءِ جرا ٿئي
سامنڊ مري نہ جيئي، پئي پڇاڙي پاڻ
سسئي سورن ساڻ، سنيوڙي سيد چئي.
(هتي سنيوڙي معنيٰ سنيري يا تيار ٿي.)

هاڻي اچو تہ موت جي موضوع کي ڪيل پٽائي صاحب جي شاعريءَ ۾ هڪ ٻي ڪيفيت جو جائزو وٺون. اوهان کي سنڌي ٻولي جو هڪ خاص چوڻي تہ ياد هوندي تہ "مرڻ ناهي مهڻو پرڻون ناهي گار" پر پٽائي صاحب جي فلسفي ۾ مرڻ هڪ مهڻو آهي پر ان حالت ۾ جڏهن منزل تي رسڻ کان اڳ ۾ يا مقصد کي

حاصل ڪرڻ واري رستي جي اڏ ڪان موٽي اچڻ ڪانپوءِ موت ٿو اچي:

موٽي مران ماءِ، موٽڻ ڪان اڳ مران
لُڇي لالڻ لاءِ، شال پونديس پير تي.
"چُڪيس سپ چئي، ماڻهو شهر پنيور جا
سا موٽي ڪيئن مئي، جنهن جو جانبُ جت وٺي ويا ـ
قافئون ڪاهينداياس، موٽان تان ڪَرَ مهڻو
ٻانهي ٻاروچن جي، سگ ؑ نہ ساهينداياس
الفراق اشد من الموت، هتي نہ هونداياس
آهَ نہ لاهينداياس، جيئري جت ڏسي مران. "

هنن بيتن ۾ موٽڻ کي مهڻو ۽ مارڳ ۾ مرڻ، پنڌ ۾ پٽون ٿيڻ ۽ جدوجهد جي راهہ ۾ شهادت ماڻڻ واري ڪيفيت سمايل آهي.

"پريتڻو پاري، مارڳ ۾ مُنڌ مئي"

پٽائي صاحب مقصد جي تلاش دوران موٽي اچي مرڻ ڪان مارڳ ۾ يعني پنڌ ۾ مرڻ کي يا فنا ٿي وڃڻ کي اهميت ڏئي ٿو. شاعريءَ ۾ انهيءَ انقلابي سوچ کي اڳتي وڌائيندي اسان جو سدا حيات شاعر چوي ٿو تہ:

"عمر سپ عشق سين، پرين جي پسن
ريس ريڏاليون تن سين، ڪجاڙي کي ڪن
مارڳ جي مرن، وڏا طالع تن جا.

انهن جا ڀاڳ وڏا آهن جيڪي جدوجهد ڪندي مري کپي وڃن ٿا ۽ شهادت ماڻين ٿا، چاڪاڻ تہ:

سي مَرُ ٻڏن سندرا، ونڊر جي وڃن
پيون ڪوهُ ٻڏن، چوڙي جي ڇڏينديون.

يعني جيڪي ونڊر جبل تي چڙهڻ جو عزم رکن، انهن کي ئي سندرا ٻڌڻ سونهن ٿا ۽ جيڪي واٽ تي ويهي رهن ۽ سندرا چوڙي ڇڏين، انهن کي اهڙي جاکوڙ شروع ڪرڻ ئي نہ جڳائي جو متان هو جدوجهد جو نانءُ بدنام نہ ڪري وهن.

وڏو طالع تو، جو لڳينءَ پير پنهونءَ جي
سسئي ان سُتون کي، رويو، رويو، رو
وينِي هٿ مَ هو، هلين ته هوت لهين.

هاڻي موت جي هڪ ٻي ڪيفيت ڏسو جڏهن انسان زندگيءَ کان به وڌيڪ مرڻ مان حاصلات ماڻي ٿو:

اندا اوندا ويچ، ڪل ڪچاڙئو ڪانئين
اسين ڏُکي ڏيل م، تون پيارين پيچ
سوري جنين سيج، مرڻ تن مشاهدو.

جن جوڌن لاءِ سوريءَ جو تختو شاديءَ جي سيج پلنگ وانگي هجي، موت انهن لاءِ زندگيءَ جي وڏي ۾ وڏي حاصلات آهي.

سوري آهِ سينگار، اڳهين عاشقن جو
مُڙڻ، موڙڻ، ميهڻو، ٽيا نظاري نروار
ڪُسڻ جو قرار، اصل عاشقن کي.

سوريءَ چڙهڻ، سيج پسڻ، ايءُ ڪمُ عاشقن
پاهون ڪين پسن، سائو هلن سامهان.

سو پٽائي صاحب جا ڪردار موت تي حاوي ٿيو پون ۽ موت انهن جو ڳيجُهو ٿيو پوي. هي اهڙا ڪونڌر ڪردار آهن جيڪي موت کان نه ته ڏڄن ۽ حق سچ جي راهه ۾ ڪند ڪپائڻ انهن لاءِ ايتري تڪليف به ناهي جيتري ٿُڪَ اڇلائڻ ۾ ماڻهوءَ کي محسوس ٿيندي آهي:

"اکيون اوڏانهين کڻي، جيڏانهن قاتل کُل
متو ڪن نه مل، پڪ برابر پنهنجي "

ظلم ۽ انياءَ خلاف جهيڙيندي مرڻ پٽائي صاحب جي فلسفي مطابق مشاهدي جو معراج آهي ۽ وڏو شان ۽ مانُ آهي:

هڻ حبيب هٿ کٽي، ٽيڪ مَ، ٿورو لاءِ
(يعني ٿوري دير لاءِ به هٿ نه هٽاءِ)

پريم تنهنجي گهاءِ، مران تہ مانُ لهان.

۽ اهڙي طرح هڪ بيت ۾ ڀٽائي صاحب موت کي پيار جي هڪ ڪيفيت ڪري پيش ڪيو آهي:

پاٻوهيو پڇن، ڪٿي هٽ حبيب جو
نيزي هيٺان نينهن جي، پاسي پاڻ نہ ڪن
عاشق اجل سامهان، اوچي ڳاٽ اچن
ڪُسڻ قرب جن، مرڻ تن مشاهدو.

ان سلسلي ۾ سريمن ڪلياڻ جي داستان پنجين جي آخر ۾ هڪڙي وائي آهي جنهن ۾ ڀٽائي صاحب مقصد جي رسائيءَ لاءِ موت کي نہ رڳو قبول ڪري ٿو، پر ڏاڍي پاٻوهہ وچان ان جي تمنا پڻ ڪري ٿو:

مَرُ مران، مارين مون، پرزا پرزا ڪن
آءٌ مُياٽي گهوري، جي مان محب ملن
ونڙيو هوت وڃن،
آءٌ جهليان پليان
هينئڙو نہ رهي.

سو سائين، موت واري موضوع تي اسان جي عظيم شاعر بي شمار بيت لکيا آهن جن ۾ انيڪ ڪيفيتون، عجيب فلسفو ۽ انسان جي تڪميل جا اڻ ڪت اسرار بيان ڪيا اٿس. ان ڪري پنهنجي ايندڙ ڪچهري پڻ ساڳي موضوع تي ڀٽائي صاحب جي بيتن جي حوالي سان ٿيندي، تيستائين موڪلاڻي ناهي.

قسط: 8

جيئڻ ۽ مرڻ، جيئري ئي مري وڃڻ، مري جيئڻ، موت کي للڪاري ساهہ ڏيڻ ۽ معصوميت ۾ مري شهيد ٿيڻ جهڙيون انيڪ ڪيفيتون اوهان گذريل ٻن پروگرامن دوران ڀٽائي صاحب جي بيتن جي روشني ۾ محسوس ڪيون هونديون، هن پروگرام جي شروعات اسان هڪ اهڙي بيت سان ڪيون ٿا جنهن ۾

”موت“ جو هڪڙو انوکو تصور ملي ٿو، اهڙو تصور جنهن ۾ موت غائب ٿيو وڃي ۽ انسان آڏو اچي وڃي ٿو:

پائي ڪان ڪمانِ ۾، ميان مارِمَ مون،
مون ۾ آهين تون، متان تنهنجو ئي توکي لڳي.

ڀٽائي صاحب جي شاعري جي موضوعوار مطالعي جي سلسلي ۾ موت واري موضوع تي بيت چونڊي ۽ انهن جو مختصر اڀياس ڪندي شروع ۾ ئي مون عرض ڪيو هو تہ اسان جو شاعر دنيا جي تمام اهڙن ٿورن عظيم شاعرن مان هڪ آهي جنهن موت جهڙي هيبتناڪ موضوع تي اهڙا بيت چيا آهن جن کي پڙهندي ۽ ٻڌندي موت جو ڊپ ئي لهي ٿو وڃي ۽ ماڻهو حق سچ جي راه ۾ سر ڏيڻ لاءِ ڪيبائڻ ڇڏي ٿو ڏئي. هيٺئر اوهان جيڪو بيت ٻڌو ان مان اندازو لڳائي سگهو ٿا تہ مارڻ وارو ۽ مرندڙ هڪ ڳالهہ آهن، ٻئي هڪ هستي آهن، نالا جدا جدا آهن، پر آهي اهو ئي انسانِ جيڪو ڪمان مان تير هٽي پاڻ کي ئي ماري ٿو ڇڏي، جيڪڏهن ڀٽائي صاحب جي ان فلسفي کي هنئين سان هنڊائي اڄ جو انسان ان تي عمل ڪري تہ هوند دنيا مان خونريزي، رتوڇاڻ، قتل عام ۽ انساني بربادي جو انت اچي وڃي.

پر متان سوچيو تہ ڀٽائي صاحب جو فلسفو اڄاترو آهي ۽ ”موت“ تي ڪيل پنهنجي شاعريءَ ۾ قاتل ۽ مقتول جي تميز ئي نہ ٿو ڪري، چئي ٿو:

ماريءَ ميرا ڪپڙا، بغل ۾ بندوق،
ماريو مرگهہ ملوڪ، لتاڙيو لڪ چڙهي،
ماري مرين شال، ڊپ وڃني ڊيئون،
جيئن تو اچي ڪالهہ، وڏو وڃ ورهن جو.

هنن بيتن ۾ ڀٽائي صاحب ماريندڙ کي ننديو ٿو، موت جي سوداگرن جي مذمت ڪري ٿو ۽ انساني جياپي جي آس رکي ٿو، زندگي کي موت کان وڌيڪ اهميت ڏئي ٿو ۽ تشدد توڙي رتوڇاڻ جي مخالفت ڪري ٿو، ماريندڙ کي سمجهائي ٿو تہ اهو وار تون پاڻ تي ئي ٿو ڪرين، ان ڪري اهو عمل انسان ذات لاءِ هاڃيڪار آهي پر جڏهن انسان پنهنجي وحشي جيوت مٿائڻ نہ ٿو گهري ۽ پنهنجي ئي انت

آڻڻ لاءِ آتو تئي تو تڏهن پنائي صاحب هن جي واضح لفظن ۾ مذمت ڪندي اهڙي وحشي عمل جو ڇيد ٿو ڪري ۽ مرندڙ توڙي ماريندڙ وچ ۾ فرق ڪي ظاهر ڪندي چوي ٿو:

وڍيئي سي واڍوڙيا، رت نہ ڏنو جن،
موت قبوليو تن، ڏنو جن ڏکيءَ کي.

هتي پنائي صاحب معصوم انسان جي موت تي ماتم ڪري ٿو ۽ شهادت جي فلسفي کي نروار ڪندي ٻڌائي ٿو تہ ماري جيڪو ظلم، تشدد ۽ دهشتگرديءَ جي علامت آهي، اهو اهڙن پرامن ماڻهن کي موت جي ننڊ ڏئي ٿو، جن ڪڏهن نہ رت وهايو آهي ۽ نہ رتو چاڻ ئي ڏني آهي البت اهي پرامن ماڻهو مرڻ لاءِ ان ڪري تيار ٿي وڃن تا چاڪاڻ تہ اهي ڏکويل انسانيت جي اذيتناڪ سماجي جياپي جي خلاف آهن ۽ ان ظالماڻي روش جي مخالفت ڪن ٿا. پنهنجي دور واري سنڌ ۽ 18/17 صدي عيسوي دوران ۽ پنهنجي ڌرتي جي ڏکهي تاريخ جي حوالي سان بي گناهہ ماڻهن جي قتل عام تي هڪ ٻئي بيت ۾ چيو اٿس:

نہ ڪنهن ماريا جنگ ۾، نہ ڪنهن سُور ٻري،
رُئان ڪيئن ڪري، مادر ملاحن کي "

اي منهنجي ماءُ، مان اهڙن ماڻهن جي موت تي ڪهڙا پار ڪڍي رئان، جيڪي نہ تہ هٿيار ڪٺي ڪنهن سان جنگ وڙهڻ ويا هئا ۽ نہ ڪنهن بيماري وگهي مري ويا آهن، هن ۽ ٻين اهڙن بيتن ۾ پنائي صاحب مظلوم ماڻهن ڏانهن جانبداريءَ وارو رويو رکي ظالم کي نندي توبي هٿيار ۽ پرامن عوام جي قتل عام جي مذمت ڪري ٿو ۽ ماريءَ سان اٿاهہ نفرت ڪري ٿو. پنائي صاحب، اهڙن ڪردارن جي موت کي تسليم ئي نہ ٿو ڪري جيڪي جدوجهد جي راهہ ۾ سر ڏين تا ۽ هڪ لحاظ کان ايئن ٿو چئي تہ شهيد مرندا ناهن، جيئرا هوندا آهن، سر سسئي آبريءَ جي آخر ۾ سندس چيل هڪ وائيءَ جون هي سٽون تہ ٻڌو:

سَسئيءَ سگهر پنئين، ڪير چوندو مُئي؟؟
ڪا جا ڳالهہ هئي

سا جي لوڪ سئي
ٻاروچي جي من ۾."

اهڙي ريت ڀٽائي صاحب جا بهادر ڪردار موت کي شڪست ڏين ٿا، موت کي مِهٽي هاب ڪن ٿا ۽ بي لوث جدوجهد ڪندي حق سچ جي سگهر ۾ پنهنجو سِر قربان ڪري موت کي منهن تي دانگي ملي ڇڏين ٿا ۽ اهڙي طرح سدا حيات روح سڏجڻ ۾ اچن ٿا:

"تو ساماٽي سسئي، مرڻ ڪيئي مُردار"

اي سسئي، تو ساماڻجي، وڏي ٿي، جدوجهد ڪري، سچ جي راهه وٺي اهڙي عظمت سان پنهنجو سر ڏنو جو تنهنجو جياپو امر ۽ موت مردار ٿي ويو.

سو ڀٽائي صاحب جي فڪر واري ڦرهيءَ تي فلسفي جو اٿاهه سمونڊ ۽ سندس سوچ جي اندلٺ تي بي انداز رنگ ۽ اڻ ڳڻيا روپ نظر اچن ٿا پر مقصد پنهنجي جاءِ تي اٽل، ارڏو ۽ اڙٻنگ اٿس. موت سان اتي پيار ڪيو اٿس جتي ڪنهن وڏي مقصد لاءِ جيئڻ کي قربان ڪرڻ ضروري آهي ۽ وري موت ڪان بي انتها نفرت ان وقت ڪئي اٿس جڏهن ان جو پاڇو محبت ڪندڙ دلين جي روشني کي ڍڪي ٿو ڇڏي يا وري بي گناهه ۽ بي هٿيار امن پسند انسانيت ان جو شڪار ٿئي ٿي.

آءُ نہ گڏيس پرينءَ کي، مٿان آيو موت
واجهائيندي ورهيہ ٿيا، هَڏِ نہ گڏيم هوت
جيڪس ٿيندس فوت، فنا هن فراق ۾.
آءُ نہ گڏيس پرينءَ کي، هي پڻ ڏينهن ويو
نهوڙي تاڻين سين، مون کي نينهن نيو
("ناڻن" لفظ جي معنيٰ آهي"نيزن")
مُنيءَ موت ٿيو، پيُ پيُ ڪندي پنڌ ۾.

(يعني پرين پرين ڪندي، مارڳ ۾ منيءَ جو موت ٿيو آهي.)

اهڙي طرح سُر ديسيءَ جي هڪڙيءَ وائيءَ ۾ درديلي دانهن ڪندي ڀٽائي صاحب، سسئي جي موت تي هيءَ سٽ چئي آهي:

سِڪي جنهن سڱ ڪيو
تنهن معذور. ڪي مرَ، ماريو.

هي ڪردار جنهن کي پيٽائي صاحب معذور ڪوٺيو آهي سو علامتي لحاظ کان ڏجهايلُ، سورن جو سٽيل ۽ محبت جو ماريل ڪردار آهي، محبت جي ماريل کي مارڻ واري ماريءَ کي پيار ۽ ڏوراپي سان مخاطب ٿيندي سنڌيءَ ٻوليءَ جو عظيم شاعر چوي ٿو:

ڪوهيارو ٿي ڪات، مُيون مارڻ آئيو
هوءِ مَرُ هوت حيات، آءٌ مُياٽي گهورئي.

اهڙا ڪردار جيڪي اڳي ئي مئل آهن انهن کي اجا به مارڻ ۽ جن جو جيئڻ جنجال آهي انهن کي اجا به جياپي جي ٿارچر ۾ رکڻ واري هيءَ ڪيفيت به محسوس ڪرڻ جهڙي آهي:

ماريو جي معذور ته هيڪاري هَور لهي
ساڄن اهنجي سُور، ڪيئن جيان ٿي ڪيڇئا؟؟

سو محبت جي ماريل ڪردارن کي ماري جڏهن انهن جا سيڻ انهن ڪٺن جا ڳيت ٿا ڳائن، تڏهن اسان جو ڪوي ٿو چوي:

ڪنهن جنهن نينهن نتڏاهه، جيئن مون واجهائيندي ناورو
جيڪي مئي ڪنداهُ، سو جانب ڪريو جيئري.

پر مرڻ ته محبت ڪندڙن جو مَرڪُ آهي، چاڪاڻ ته اهڙا ڪردار اجل سامهون اوچي ڳاٽ هلندا آهن، موتي نه مرندا آهن ۽ موت کان به ڊڄندا ناهن، چاڪاڻ ته مرڻو ته هڪ ڏينهن آهي، پوءِ چو نه مارڳ ۾ مري امر ٿي وڃجي:

واڪيو، واڪيو وڪ، پاٻوهيو پير ڪٽي

(يعني وڏي واڪ، عليٰ الاعلان وڪ وڌائيندي ٿي وڃي ۽ هڪ هڪ پير پيار ۾ پاٻوهه سان ڪٽي رهي آهي)

واڪيو، واڪيو، وڪ، پاٻوهيو پير ڪٽي
سي نه چڙهنديون ڏِڪَ، موڙي پير مرن جي

اهي سيج ماڻي نہ سگهنديون جيڪي پوئتي موٽي، منزل کان هٽي موت جي حوالي ٿين ٿيون، چاڪاڻ تہ مرڻ هڪ اٽل حقيقت آهي، اڳي يا پوءِ هر ڪنهن کي مرڻو آهي، اُن ڪري پٽائي صاحب چئي ٿو:

اڳي پوءِ مران، مر مران مارڳ ۾
متي پوءِ پِريان، ُخون منهنجو جيڏيون.

پلي تہ منهنجو خون محبوب جي ڪاتي ۾ اچي وڃي، چو نہ اهڙو موت مرجي!! پر شهادت جو هي اعزاز صرف محبت ۾ فنا ٿيندڙ روحن کي نصيب ٿيندو آهي ۽ انهن ڪونڌر ڪردارن جي حصي ۾ ايندو آهي جيڪي پيار جي پروڙ ڪري سگهندا آهن.

سچڻ ڏٺو جن، موٽڻ تنين مهڻو
ايءُ مَرَڪُ معذورين، جيئن مرن پريان جي پير تي.

سو سائين، هِن موت واري موضوع تي پٽائي صاحب جي ٻين بہ ڪيترن ئي سُرن مان ڪيترائي بيت ملن ٿا جن بابت ايندڙ پيري لکنداسين.

قسط: 9

جڏهن شاعر هجي پٽائي جهڙو، ڪردار هجي، مارئي جو ۽ موضوع هجي موت، تہ پوءِ پاڻ سمجهي سگهو ٿا تہ جيڪو ان موضوع تي قلم کڻندو ان جي حالت اها ئي ٿيندي تہ، "لڙڪ نہ لکڻ ڏين، ڪريو پون قلم تي." چاڪاڻ تہ ڪردار اهڙو آهي جيڪو، "راڄ رئاري، هنجون هاري، هيءَ هُتي جي هِتِ ۽ موضوع اهڙو آهي جنهن بابت اسان جي مهان شاعر چيو آهي تہ: ماڻهو سڀ مئا وڃن۔ تون نہ مئين سُوَرَ ۽ جيڪو شاعر آهي تنهن لاءِ مان تہ ايئن چوندس تہ، "چارڻ تنهنجي چنگ جو عجب آهر ايءُ ۔ ايو هٽين هٽن سين جيئرو رکي جيءُ." يعني اها حيرت جي ڳالهہ آهي تہ تون اهڙو ساز وڄائيندي پاڻ کي زنده ڪيئن ٿو رکي سگهين جنهن کي ٻڌندي ماڻهو سر قربان ڪرڻ لاءِ تيار ٿي ٿا وڃن ۽ چون ٿا تہ: ڪِ ڪلهين ڪوريان، ڪِ جا جڪ جُسي سين ڏيئين؟"

سو بهرحال پاڻ کي بہ ايئن ئي ڪرڻو پوندو ۽ رئڻ راڙي کي ڇڏي پٽائي

صاحب جي شاعري جو موضوع وار اڀياس ڪندي سر مارئي مان اهڙن بيتن جو جائزو وٺڻو پوندو جن ۾ موت جو ذڪر آيل آهي ۽ بهتر ايئن ٿيندو ته پٽائي صاحب جي سورميءَ يعني مارئي جي ڪردار جي پرک هن جي جمڻ واري منزل ڪان ڪجي ۽ پوءِ ڏسجي ته هن دنيا ۾ پئدا ٿي، جمي نپني وڏي ٿي مارئي چوٿي قيدياڻي بڻجي:"ڪونئين وهان ڪيئن جي نظربندياڻي نہ هئان." مارئي جيڪڏهن مرد هجي ها ته هن کي نظربند چئجي ها، پر هوءَ عورت هئي ان ڪري هن جي جيل وڃڻ واري حالت ۾ پٽائي صاحب هن کي"نظربندياڻيّ" يا قيدياڻي ڪوٺيو آهي. البت انگريزي ٻولي ۾ مرد توڙي عورت جي نظربنديءَ يعني -DE TENTION لاءِ هڪڙو ئي لفظ DETENUE استعمال ڪيو ويندو آهي. سو اهڙي طرح مارئي هڪ قيديءَ جو ڪردار آهي ۽ سر مارئي سڄو سارو قيد جي شاعري آهي. رات لڌم سُهنو، ڪٽيءَ ۾ خاصو، اٺا مينهن ملير ۾، ٿيو تڙ تڙ تماشو۔ چوريان جو پاسو، ته جسو زنجيرن ۾." جن ماڻهن کي جيل وڃڻ جو ڪڏهن موقعو مليو هوندو آهي هن بيت پڙهڻ سان ان ڪيفيت کي محسوس ڪري ويا هوندا جيڪا جيل ۾ بند ڪنهن بانديءَ جي ٿي سگهي ٿي ۽ انهن کي ان ڳالهہ جو پڻ اندازو ٿي سگهي ٿو ته اهو بيت اهڙو ئي ڪو شاعر لکي سگهي ٿو جيڪو پاڻ جيل ويو هجي." چوريان جو پاسو ته جسو زنجيرن ۾." واري ڪيفيت تصوراتي طريقي سان محسوس ڪري لکڻ ڪان ڳري آهي.

سو هاڻي اچو ته مارئيءَ جي حوالي سان اهڙا بيت پڙهون جن ۾ پٽائي صاحب موت جو ذڪر ڪيو آهي،جيئن نہ جاياس، ٻيو جاپندي جي مران،

ڳهنگهر ڳهٽو ٿياس، چاپي ماروئڙن ڪي.

هڪ ته يا ته چمان ئي ته هان، پر جي جائي هيس ته جيڪر جلد پوءِ مري وڃان هان چاڪاڻ ته جمي ڪري پنهنجن مارُن کي مونجهاري ۾ پريشاني وجهي ڇڏيو آهيم.

مَر سَپني مارئي مُئي، مَر جائي

جنهن اچي عمر ڪوٽ ۾ لوئي لڄائي

جا سانگين سيڏائي، سا ڪيئن مرڪي ماڙئين.

پر مارئيءَ ڪي تہ چمٽو هو، وڏو ٿيٽو هو ۽ پنهنجي ڌرتيءَ ۽ عوام، ملير ۽ مارن جي مفاد ۾ وڙهڻو هو ۽ ان جي نتيجي ۾ عمر سومري جي قيد ۾ ويٺو هو، مارئيءَ جي ان عزم آڏو موت ڪا شيءِ ناهي ۽ هن جي جدوجهد واريءَ منزل جون حدون حياتي جي ليڪي کي اورانگهي وڃن ٿيون، پتائي صاحب اها ڪيفيت سر مارئي جي ڇهين داستان ڪانپوءِ ايندڙ وائيءَ جي هڪ سٽ ۾ هيئن بيان ڪئي آهي: چوي ٿو:

عمرا! آءٌ مري تان نہ ڇڏيندي لو
مِٽي ماروئڙن جي
هميراڻا هتڙا، مهري ڪين مجيندي،
عمرا! آءٌ، مري تان نہ ڇڏيندي لو
مٽي ماروئڙن جي –

ٿورو سوچي ڏسو تہ جنهن قيديءَ جو نالو مارئي آهي ان جون پاڙون پنهنجي ڌرتي جي مٽيءَ ۾ ڪيڏيون پختيون کُتل آهن ۽ هاڻ ڏسو تہ جڏهن اهو ڪردار پنهنجي ڌرتي ۽ ان تي رهندڙ ماڻهن لاءِ جهيڙيندي ۽ انهن جي حقن لاءِ وڙهندي وقت جي حاڪم وٽ قيد ٿو ٿئي تہ متس ڇا ٿو گذري.

ڇُٽن ڇڙڪن چت ۾، وساريان ڪين وَري،
ڪنان عهد الست جي، ڪِ تهائين پَري،
لم يلد ولم يولد، مارئي ڪوهہ ڪري،
اڄ ڪِ ڪال مري، ساري سانييئڙن کي.

جن ڪرائنُ ڪچ جا، وَرُ ساهيڙيون سي
ات اُڪندي آهيان، منهن ماروءَ جي،
پکن سين نہ پاڙيان، هنڌ هتي جا هي،
اهل اباڻن کي، مري شال ملهائيان.

ماروئڙن جي اڪير ازل کان يا ان کان بہ اڳي مارئيءَ جي چِتَ ۾ چڙڪي رهي

آهي_اها سارۓ ان اڪيرڪي ڪي نہ ڪنهن ڇٽيو آهي نہ اها ڪنهن جي جائي آهي ۽ هاڻي صورتحال اِها آهي تہ مارن سان پريت نباهڻ لاءِ ڦاسي تي چڙهي وڃڻ جي نوبت اچي پهتي آهي.

واجهائي وطن کي، آۓ جي هتَ مياس،
گور منهنجي سومرا، ڪِج پنهوارن پاس،
ڏِج ڏاڏاڻي ڏيهہ جي، منجهان ولڙين واس
ميائي جياس، جي وڃي مڙهہ ملير ڏي.

واجهائي وطن کي، ساري ڏيان ساهُ،
هي سِرَ ساڻيهہ سامهون، منهنجو نج ميان،
مقامياڻي مارُئين،(يعني مارن جي مقام ۾) وڃي ٿر ٿيان،
مُيائي جيئان، جي وڃي مڙهہ ملير ڏي.
واجهائي وطن کي، ساري ڏيان ساهُ،
بت منهنجو بند ۾، قيد مَ ڪريجاءِ،
پرڏيهياڻي پرينءَ ري، ڏار مَ ڌريجاءِ،
ٿڌي وسائج ٿر جي، متي مُئي مٿان،
جي پويو ٽئي پساھ، تہ نجان مڙهہ ملير ڏي.

آۓ بندياڻي بند ۾، ڪِ ڪِي پيس بندِ،
مُنهين لڳو مهڻو، ڪِ مينهن ڪڙو ڪنڌ،
مران جي هن هنڌ، تہ نجانءِ مئٽ ملير ڏي.

هاڻي مارئي پنهنجي وطن جي جب ۽ مارن جي محبت رکڻ جي ڏوهہ ۾ ايندڙ موت کي آجيان تہ ڪري چڪي آهي پر سوچي ٿي تہ اهو موت قيد ۾ بهتر آهي يا ماروءَ وٽ وڃي ساهُ ڏجي،

الا ايئن مَ هوءِ، جيئن آۓ مران بند ۾،

جسو زنجيرن ۾، راتو ڏينهان روءِ،
پهرين وجان لوءِ، پوءِ مر پڇنمر ڏينهڙا.

ماروءَ پاس ملير ۾، ڏوئي مر مران،
پاٽي واري پنهنجو، ويندياڻي وران،
ٿورو منجهه ٿران، هوند لڳي لوئڙيارئين.

بهرحال پٽائي صاحب پنهنجي ليکي نه ٿو چاهي ته سندس سورمي وقت جي ظالم بادشاهه جي قيد ۾ مري وڃي، هو ان قيديءَ جي آزادي گهري ٿو ۽ چئي ٿو: شل اهڙا قيدي پنهنجن ماڻهن سان ملڻ کان اڳ ۾ نه مرن:

جت پنگا، پٽون، پيٽيون تنهين کنوڻ کنون،
پائر سپ پسائيو، وسي وڄڙين،
ماروءَ ريءَ مر مرن، الا، هي آسائتيون.

هاڻي شاعر پنهنجي ڪردار سان ڳالهائي ٿو. سندس ڪردار جيڪو جيل ۾ آهي ان جي پرگهور ٿو لهي ۽ ان کي جدوجهد جي راهه ٿو سيکاري_هڪ مرحلي تي مارئي محسوس ٿي ڪري ته مليران ڪو ماڻهو ڪو نه آيو. پنيان ڪا واهر ڪا نه ٿي آهي ۽ ٻڌائي ٿي ته جيل هن کي هيٺو ڪري نه سگهيو آهي پر هن کي مارن جو مونجهارو ٿو ماري.

لنگڙياري لوءِ ۾، جنين لاءِ ٿياس،
(يعني جن لاءِ لتا ليڙون ڪري فقيرياڻي ٿي پئي آهيان.)

تنين تر جيترو، پلڪ نه پڇياس،
جهروڪن جهوريو هنيون، ڪونئين آءُ ڪنياس،
(هتي جهروڪا لفظ جي معنيٰ آهي ماڙيون _ ياد رهي ته هر جيل کي هڪ ماڙي ٿيندي آهي جيڪا جيل جي آڏو واري لنگهه وٽ تعمير ڪئي ويندي آهي.)

مارن مُنجهه مياس،ناته ماڙين ماريس ڪينڪي."

ساڳي ڪيفيت هن بيت ۾ موجود آهي، مارئي چئي ٿي:

ماڙين ماريس ڪينڪي، مُيس مارن لاءِ،

ڀٽائي

کر لهندا ڪڏهين، منهنجي اچي ماءِ،
سانيڻن سنداءِ، ويٺو واجهہ وجهي هنيون.

البت مارئي پاڻ بہ محسوس ڪري ٿي تہ مارو ماڻهو پنهنجي ڪمين ڪارين ڏاڍا مصروف رهندا آهن. ان ڪري هو منهنجي سنڀال ڪيئن لهندا: چئي ٿي:

”ڪيئن لهندم ڪر، جيئن مارو پاڻ اپاريا.“

بهرحال ڀٽائي صاحب پنهنجي ڪردار جي ان ڪيفيت کي ڏسي هن کي دلداري ٿو ڏئي ۽ چئي ٿو تہ:

اتان اوٺي آئيو، خبر اي ڪري،
وسارج م ور کي، پئج م منڊ مري،
ويندينءَ ات وري، ڪو ڏينهن آهين ڪوٽ ۾.

قيديءَ سان عوام جي رابطي ٿيڻ ڪري قيديءَ جي همت ٻيڻي ٿي وڃي ٿي ۽ هو محسوس ڪري ٿي تہ:

مليران مارو، پَڪي پيهي آئيو،
وريا واهرو هاٺو سڀ هيٺا ٿيا.

سو واهر ڪرڻ وارا اچي پهتا آهن ۽ حملي آور هاٺو هيٺا ٿي ويا آهن ۽ عوام جو مطالبو آهي تہ مارئي کي قيد مان آزاد ڪري ملير پهچايو وڃي.

پنهوارن پاٻوهيو، ڪي وس واهندن،
لٽو سيءُ لطيف چئي، ٻڌو ڦڻ ڦرن،
اوءِ تا ڪورڻ ڪئنري، سرتيون متان سَسَن (گهيٽن تان)
عمر ان اگوندري، پاسي ڪانڊ ڪتن،
پاٽر ڏنيون پُنيون، ننڍن نوراپن،
ڪاٽر ڪتيون خاصيون، اوچيون ات اُڇن،
ڪڍيو پيڻ ڪهن، ملير گهرجي مارئي.

ان صورتحال ۾ قيديءَ جو حوصلو وڌي وڃي ٿو، هوءَ عمر جو مڪمل بائيڪاٽ ٿي ڪري، نہ هن جو تيل ٿي جسم تي هڻي، نہ هن جا ڪپڙا ٿي پائي، نہ ئي منهن

ڏوئي ۽ جڏهن عمر هن کي آڻ مڃڻ لاءِ ٿو چوي ته مارئي ڪيس للڪاري چوي ٿي:

سرتين سنجڻ ڇڏيو، ستين ڳالھ سُئي
ماڙيچي ماڙين ۾ ڪڏهن ڪا نه هئي
عمر، آءُ نه مئي، ان اوياڻان اڳهين؟؟

ٻيٽائي صاحب پڻ پنهنجي قيدي ڪردار کي وارننگ ڏيندي ڪنهن به قسم جي سمجهوتي ڪرڻ کان روڪي ٿو ۽ چوي ٿو:

هي مُنهن ڏيئي ٻن، تون وهه کائي نه مرين،
تان جي مِلير ڄائيون، تو سين سڳ نه ڪِن
ڪيئن منجهان تون تن، پاڻ ڪوٺائين مارئي؟؟

اهڙي طرح وقت جي ظالم بادشاهه خلاف ڌرتي ۽ عوام جي مفادن لاءِ وڙهندڙ قيديءَ جي سوڀ ٿئي ٿي ۽ عمر سومرو هٿيار ڦٽا ڪري مارئي کي غير مشروط طور آزاد ڪرڻ لاءِ تيار ٿي وڃي ٿو ۽ مارئي جي وارثن پنهوارن سان صلح واري ٿو جنهن ڪري عوام جي فتح ٿئي ٿي ۽ وقت جي ظلمت جي مات ٿي.

اُٺي ٿي وراڻ، ڪين واڏائيون آئيون،
لٿي لوئڙ ٻارئين، مڙني منهن ڪاڻ،
صلح واريو سومري، ڇٽي پنهوارن پاڻ،
همير نئون هاڻ، مُهت لهنديءَ مارئي.

حق سچ لاءِ هلايل جدوجهد جي ڪاميابيءَ تي انقلابي امنگن ۽ خوشين سان ڀريل هي گيت ٻڌو، ٻيٽائي صاحب جي هيءَ وائي سر مارئي جي داستان نائين جي آخر ۾ ڏنل آهي:

ويڙهيچن ڏي ويندي، عمر!
آءُ ماروئڙن ڏي ويندي،
ڏيهه ڏاڏاڻي پکڙين......

سو سائين پنهنجي ايندڙ ڪچهري سورٺ جي موت واري فلسفي، سر ڪيڏاري ۾ موت جي موضوع تي ٻيٽائي صاحب جي چيل بيتن ۽ ڪجهه ٻين سرن مان ان موضوع تي بيتن جي روشني ۾ ٿيندي.

قسط 10

راءِ ڏياچ جيستائين پنهنجي من ۾ سورٺ کي نہ ماريو، هو تيستائين سر ڏيڻ لاءِ تيار ٿي نہ سگهيو هو. تيستائين چارڻ لڳاتار پنهنجو چنگ وڄايو هو. مڱڻو پنهنجو سرندو کڻي بادشاهہ جي محلات ٻاهران جوڪ ٻڌي ويهي رهيو هو ۽ جاجڪَ سريلا سُر ڇيڙي بادشاهہ کي بي چين ڪري ڇڏيو هو. ان ڇڪتاڻ ۾ ڪافي وقت لڳي ويو هو. ڇاڪاڻ تہ مڱڻي سرَ جي صدا هڻئي هئي، مٿو گهريو هو. سرَ جو سوالي ٿي آيو هو. بادشاهي ڇٽ جو مطالبو ڪيو هئائين جنهن تي بادشاهہ سوچي رهيو هو تہ جاجُڪ کي ڪيئن راضي.ڪجي ۽ هن جيڪو دان گهريو آهي، سو ڪيئن ڏجي. درحقيقت راءِ ڏياچ جنهن ٻڌتر ۾ قاتل هو، سا اها هئي تہ سر ڪيئن ڏجي؟ ۽ سر ڏيڻ رڳو سسي ڪپائڻ جو ئي نالو ناهي هوندو. بادشاهي ڇڏڻ، تخت تاج قربان ڪرڻ، مال ملڪيت تان هٿ کڻڻ ۽ سورٺ جهڙي پٽ راڻي کان پاڻ کي جدا ڪرڻ علامت آهي، سر ڏيڻ جي، ڪنڌ ڪپائڻ جي ۽ مڱڻي کي انهيءَ دان ڏيڻ جي جيڪو هن گهريو هو.

مڱ ٻيو ڪي مڱڻان، جو گهُرئي سو گهوريان،
گهرِ سورٺ نہ پڙي، جي تند برابر توريان،
ڳجهي آهيم ڳالهڙي، آءٌ اوري تان اوريان،
ڪِل ڪلهنئون ڪوريان، ڪ جاجُڪ جسي سين ڏئين.

اي مڱڻا، تو جيڪو گهريو آهي سو آءٌ، گهورڻ لاءِ تيار ٿي ويو آهيان، ڇاڪاڻ تہ تنهنجي تند جي جيڪا تنوار آهي ان جي ڀيٽ منهنجي محلات گهر ۽ خود سورٺ ڪجهہ بہ ناهن. هاڻي ٻڌاءِ تہ توکي پنهنجو سر ڪهڙي صورت ۾ ڏيان، ڪنهن کان ڪپي ڏيانءِ يا هن جسم سميت ٿو ڪپئي؟؟ هي فيصلو راءِ ڏياچ ان وقت ڪري سگهيو هو، جڏهن هن پنهنجي ذهن ۾ پنهنجي اندر ۾ ۽ پنهنجو پاڻ کان سورٺ کان الڳ ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو هو. علامتي طور تي ۽ تمثيلي لحاظ کان "سورٺ" جملي دنوي لڳ لاڳاپا آهن جن ۾ مال ملڪيت، گهربار، حرص، هوس لالچ، مفاد ۽ جنهن کي "پنهنجو پاڻ" ڪوٺجي ٿو، شامل آهن،

جڏهن انهن سيني مادي ۽ روحاني رشتن کي ڪنهن عظيم مقصد لاءِ قربان ڪرڻ جو فيصلو ڪجي ٿو تڏهن من جي اندر جا سورٺ وينئي آهي. اها مري وڃي ٿي ۽ انسان آزاد ٿي تڪميل جي منزل کي رسي ٿو:

سورٺ مئي، سڪ ٿيو، خيما ڪنيا ڪنگهار،
نه ڪو راڳ نه روپ ڪو نه ڪا تند تنوار،
تٿان پوءِ مڱڻهار، ڏنو سر ڏياچ کي.

سو جڏهن راءِ ڏياچ جي دل ۾ سورٺ مري وئي. هن پنهنجا مادي ۽ غير مادي مفاد ڪنهن وڏي مقصد لاءِ قربان ڪري ڇڏيا تڏهن سر ڏيڻ هن لاءِ سولو ٿي پيو ۽ اها فيلسوفياڻي ڪيفيت ڪجهه اهڙي قسم جي آهي، جنهن ۾ منزل ۽ منزل جي راهيءَ وچ ۾ فرق متجي ٿو وڃي، طالب ۽ مطلوب هڪ ٿيو پون ۽ راءِ ڏياچ پنهنجو سر مڱڻي کي ٿو ڏئي يا جاجُڪ پنهنجو سر وڍي سورٺ ورَڪي ٿو حوالي ڪري، سا ڳالهه مڙيو ئي هڪڙي ٿيو پوي ۽ "راجا راڳائي، هر دوئي هيڪ ٿيا" واري صورتحال ظاهر ٿيو پوي، موت جي موضوع تي ڀٽائي صاحب فلسفي جو مطالعو سورٺ جي جي موت مان ملندڙ تمثيل جي روشنيءَ ۾ واقعي حيران ڪندڙ آهي:

تيئي پرتا پاڻ ۾، تند، ڪتارو ڪند،
تنهن جهوئي ناهه ڪو، جوتو چارڻ ڪيو پند،
ايءُ شڪر الحمد، جو مٿو گهريو مڱڻ.

هتي انسان جي زندگي جي مقصد ۽ موت سان سنگم ڏيکاريو ويو آهي، هي اهڙي منزل آهي جنهن کي ماڻڻ لاءِ سر جي قرباني ڏيڻ ضروري ٿيو پوي ڇاڪاڻ ته جيستائين ڪنهن ماڻهوءَ ۾ وڏائي ۽ تڪبر موجود آهي ۽ جيستائين ڪو ماڻهو پاڻ کي جيئري ئي نه ٿو ماري، تيستائين هن جو ڪامل انسان ٿيڻ ممڪن ناهي.

اهڙي ڪامل انسان جي وصف بيان ڪندي ڀٽائي صاحب سر سورٺ جي هڪڙي بيت ۾ چوي ٿو ته اهڙو ماڻهو موت کي پٺيءَ تي کنيو ٿو وتي ۽ حق سچ جي راهه ۾ مرڻ لاءِ هر وقت تيار ٿو رهي:

ڳجهہ پنهنجي ڳجهہ سين،رندا رساڻي لاءِ(يعني تو وٽ جيڪو ڳجهہ آهي، سو مخفيٰ طريقي سان وِجي پهچائيٰ اچ اي فقيرا!)

ڳجهہ پنهنجي ڳجهہ سين، رندا رساڻي لاءِ،
اجل اپو آهہ، پنيءَ تبو پلاڻيو.

هاڻي اهڙو ڪردار جنهن وٽ وڏائي ناهي، جيڪو پنهنجو پاڻ وڃائي ٻين جي ڀلائي لاءِ پاڻ کي وقف ڪري ڇڏيو آهي ۽ ان منزل تي پهچڻ لاءِ هن پنهنجي سر کي بہ قربان ڪري ڇڏيو آهي، سو ايڏو طاقتور ڪردار ٿي اڀري ٿو جو جيڪو بہ ان سان لهہ وچڙ ۾ اچي ٿو، سو هن ڪان قائل ٿيو پوي ۽ هن جي ڏسيل راهہ تي هلڻ لاءِ تيار ٿيو پوي، ايستائين جو مقصد واري مارڳ ۾ مرڻ کي پنهنجو ڀاڳ ٿو سمجهي، وڏو طالع ٿو ڄاڻي:

سر مڱي،سر گهري، سر ريءَ، ٿئي نہ صلاح،
غريبنئون نہ گذري، ٿو ماري مير ملاح،
نايو نوابن جا، سوريو ڪڍي ساهہ،
خالق سُنجهہ صباح، ڪو نہ ڇڏيندو ڪٽ هين.
جاجُڪ جهونا ڳڙهہ ۾، ڪو عطائي آيو،
تنهن ڪامل ڪڍي ڪينرو، ويهي وڃايو
شهر سڄو ٿي سر سين، تندن تپايو،
دايون درمانديون ٿيون ـ ٻائن ٻاڏايو
چارڻ تي چايو، تہ ماري آهي مڱڻو.

ان جي باوجود تہ مڱڻو ماڻهوءَ کي مڪمل انسان ٿيڻ لاءِ جيئري مرڻ جي دعوت ٿو ڏئي تہ جيئن اهو ماڻهو ذاتي مفاد کي اجتماعي ڀلي لاءِ قربان ڪرڻ جو درس حاصل ڪري سگهي ۽ ڪنڊ ڪپائڻ کان ڪيٻائڻ ڇڏي ڏئي، پڻائي صاحب، ان کي هڪ آدرشي ڪردار سمجهي، پاڻ ڏانهن سڏ ٿو ڪري ۽ هن کي سر جو دان ڏيڻ جي دعوت ٿو ڏئي چئي ٿو:

موٽي مڱڻهار، شال ۾ اچين ڪڏهين،

انئي پهر اجل جو، ڪُنڊو منجهه ڪپار،
جيئن ٿو سپ چمار، هنيا چٽ پٽن تي.

پوءِ جڏهن اهو ڪردار عام ماڻهوءَ وٽ اچي ٿو، جيڪو دنيا جي مادي توڙي روحاني پنجوڙن ۾ جڪڙيل آهي، ان کي ان پڪڙ جڪڙ مان آزاد ڪرائڻ لاءِ هن ڪان سر ڏيڻ جي صدا ٿو هڻي، تڏهن پٽائي صاحب وائي ٿو ڳائي، سر سورٺ جي هڪ وائيءَ ۾ چئي ٿو: "هي جو آيو مڱڻو، سو متارا ماري." ٻيءَ واريءَ ۾ان موهت جو ذڪر ٿو ڪري جيڪا سر ڏيڻ جي فلسفي ۾ ڪٿوريءَ جيان ڦهلجي وئي آهي:

تنهنجيءَ تند تنوار،
مون من موهيو، مڱڻا.

سو سائين، انسان جي اندر ۾ جيڪو ابليس ويٺو آهي، ماڻهو جي وحشي جيوت جا جيڪي نشان اجا منجي نہ سگهيا آهن، لکين ڪروڙين ڇڳاين سان گڏ بديءَ جو جيڪو بار انسان پنهنجي ڪلهن تي کنيو، پيو گهمي جنهن جي ڪري دنيا ۾ رتو چاڻ جي راند عام ٿي پئي آهي ۽ ماڻهو ماڻهوءَ بوءِ ڪرڻ لڳو آهي، ان سموري صورتحال ۾ ماڻهپي کي تحفظ ڏيڻ لاءِ ماڻهوءَ کي انسان بنائڻ لاءِ سماجي حيوان کي جهنگلي جانورن کان اتم ڪرڻ ڪارڻ ۽ سماج مان بربريت ۽ دهشتگرديءَ کي ناس ڪرڻ جي مقصد خاطر پٽائي صاحب جيڪو نسخو تلاش ڪيو آهي، تنهن جو محور انسان آهي، هو ماڻهوءَ سان مخاطب آهي ۽ سمجهي ٿو تہ انسان جيڪڏهن پنهنجي اندر مان ابليس ڪڍي ڇڏي تہ جيڪر سڄو سماج صاف ۽ سترو ٿي پوي، ماڻهوُ جيڪو خونخوار جانورڪان بہ وڌيڪ ظالم، جابر ۽ دهشتگرد ٿئي ٿو، اهو دراصل پنهنجي اندر ۾ پاليل مانگرمڇ کي ماري نہ ٿو سگهي ۽ ان اندر جي آدمخور جي پيٽ واري دوزخ کي پرڻ لاءِ هو جيئرا جاڳندا انسان ڳڙڪائي ڪائي ڪپائي ٿو ڇڏي. اهڙي گمراهہ انسان کي ڏڳ لائيندي پٽائي صاحب ڊگهي جدوجهد جو ڏس ڏئي ٿو ۽ سر گهاتوءَ جي هڪ بيت ۾ چوي ٿو:

جئن جهڳا پائين جهول ۾

(يعني جيئن نندي پاڻي ۾ نندڙو چارٿو وڃائين)

جيئن جهڳا پائين جهول ۾، ائين نہ مرن مڇ،

(يعني رنگيل ۽ مضبوط رڇ مانگر مڇ کي مارڻ لاءِ هٿ ڪري وٺ)

هي چاڙون ۽ ڇڇ، اجا اوڙاهہ اڳاهون ٽيو.

هي تہ اجا تانگهو ۽ اڄاترو پاڻي آهي، اُن ۾ سنهيون چاريون وجهڻ سان وڏا مڇ مري نہ سگهندا آهن، اجا اونهون سمونڊ ۽ مانگر مڇ گهڻو اڳتي آهي، جنهن کي مارڻ تمام ضروري آهي، ڇاڪاڻ تہ:

متو آهين مڇ، تلهو تيو ٿونا هٽين،

ٿو جا پائين اڄ، تنهن پاڻيءَ پنا ڏينهڙا.

وڏي مڇي، نندي مڇيءَ کي کائي تلهي ٿي پئي آهي ۽ مڇ ٿي پئي آهي، جيڪا طاقت جي زور تي هر ڪمزور جيءَ تي بربريت سان وار ڪري رهي آهي، اُن بديءَ جي قوت، مانگر مڇ، ميڪريا ماريءَ کي مارڻ گهور کي گهورٿو پوندو. مضبوط اوزار هٿ ڪرڻا پوندا ۽ طاقت جمع ڪرڻي پوندي، ڇاڪاڻ تہ جيستائين ائين نہ ڪبو تيستائين سماج ۾ موت جي سوداگرن جو مقابلو ڪري نہ سگهبو. سو پٽائي صاحب موتُ جي فلسفي تي پنهنجي شاعريءَ ۾ ماريءَ کي مارڻ جا ڏانوَ ڏسيا آهن ۽ انسان دشمن قوتن سان سر جو سانگو لاهي جنگ جوٽڻ جو سبق ڏنو آهي، اُن جنگ جي ڪاميابيءَ جو تصور ڪندي اسان جي مها ڪويءَ خوشيءَ شادماني ۽ ڪامراني جو هڪ گيت چيو آهي:

گهوريندي گهور پيا، اگهور گهوريائون،

ميڪر ماريائون، ملاحن منهن سنرا.

البت ظلم خلاف اُن جنگ ۾، سماج مان وحشپڻي کي ٻنجي ڏيڻ واري هلچل دوران ۽ ايندڙ نسلن کي موت جو منحوس ننڊ ڏيارڻ وارين قوتن خلاف سر جي بازي لڳائي وڙهندڙ ڪردارن جي شهادت تي پٽائي صاحب کين خراج عقيدت پيش ڪندي هي وائي لکي آهي، جنهن ۾ موت کان نفرت ۽ زندگيءَ سان محبت سمايل آهي:

گهاتو گهر نہ آئيا،
جيڪس جهليا مچ،
گهاتو گهر نہ آئيا.

سو اچو تہ هن پيري ڳالهہ ان نعري سان ختم ڪريون تہ موت مرده باد، حياتي زنده باد ۽ ايندڙ پيري ڀاڱي اهي بيت پڙهنداسين جيڪي سامين ۽ ڪاهوڙين جي حوالي سان ڀٽائي صاحب ساڳئي موضوع تي لکندي پنهنجي عظيم شاعراڻي فن وسيلي ساڳيو نعرو هنيو آهي.

قسط: 11

سوچ جي گهري سمونڊ مان ۽ فلسفي جي اونهي عميق مان سنڌي ٻوليءَ جي عظيم شاعر جيڪي هيرا ۽ موتي، ڳولي اسان لاءِ آندا آهن اهي بيتن جي صورت ۾ اسان وٽ موجود آهن. انهن بيتن جي تفصيلي مطالعي مان معلوم ٿئي ٿو تہ ڀٽائي صاحب رڳو شاعريءَ ڪرڻ لاءِ بيت نہ چيا هئا پر خاص ڪري سنڌي ٻولي ڳالهائيندڙن ۽ مجموعي طور تي سڄي دنيا جي آدمين لاءِ هن ڪو پيغام ڏيڻ پئي گهريو ـ هن جي اندر ۾ ۽ هن جي ذهن ۾ ڪا انوکي ڳالهہ هئي جيڪا هن انسانذات کي سمجهائڻ ٿي گهري، ان ڪري هن پنهنجن بيتن ۾ هڪڙا ڪردار تخليق ڪيا جن جي واتان هن اهڙيون ڳالهيون چورايون جيڪي عام طور تي چوڻ ممڪن ناهن هونديون. هڪ وڏي گيان ۽ فلسفي جي ڄاڻو هئڻ سان گڏوگڏ ڀٽائي صاحب هڪ بي مثال شاعر پڻ هيو ۽ اهو ئي سبب آهي جو هن هر ڳالهہ انتهائي فنائتي انداز سان ڪئي آهي ۽ اهي سڀيئي شاعراڻيون ڪاريگريون استعمال ڪيون اتس جيڪي دنيا جو ڪو عظيم شاعر ئي ڪري سگهي ٿو.

هن پيري اوهان ڀٽائي صاحب جي ڪجهہ غير معمولي ڪردارن ۽ انوکين علامتن ۽ شاعريءَ جي ڳٽن جو هڳاءُ محسوس ڪندئو. البت اسان جيڪي بيت پڙهنداسون انهن جو موضوع ساڳيو "موت" هوندو.

ڪوئي ڪُنائون، اچ پڻ اڪرين سين،

ماسُ وراهي هليا، ڪِرنگهل ڇڏيائون،
وَتَواسو باالحق، وتواسو باالصبر، ائين اتائون،
مُئي. مارِيائون، ڪلي گهايو سڄڻين.

هن بيت ۾ ڏسو تہ عشق ۾ اڳيئي ڪٺل ۽ محبت جي ماريل ڪردار کي موت جو مزو چکائڻ لاءِ ڪهڻ جا ڪهڙا اوزار استعمال ٿيل آهن، هڪ تہ ڪُهڻ جو ڪم اڪڙيون ٿيون ڪن ۽ ٻيو آهي مُرڪ جيڪا گهرا گهاوَ تي ڪري وجهي ۽ عاشق انهن گهاون جو تاب نہ سهي مري ٿو وڃي جڏهن تہ ويندي ويندي سندس محبوب کيس اها تلقين ڪندو ٿو وڃي تہ وَتَواصو باالحق، وتواصو باالصبر"يعني چُپَ چُپات ۽ صبر ۾ رهي حق سان ۽ پاڻ ۾ صلاح ڪندا رهو. سونهن ڀريون اکڙيون ۽ زهر ڀريل مرڪ اهڙا اوزار ثابت ٿين ٿا جيڪي عشق جي جسم تان ماس روڙي پوئتي رڳو هڏن جو ڪرنگهو ڇڏين ٿا.

ڪٺان سڪٺين سپرين، ڪاسائڪي ڪار،
تکي ڪاتي هٿ ۾، منيءَ سين مَ مار،
چوري چاڪ نهار، سُورن سانگهيڙا ڪيا.

هن بيت ۾ مڏي ڪاتيءَ سان ڪسجڻ واري معراج جو مزو آهي ۽ دِيدُن جي شهيد جي جسم تي آهن چهڪ ۽ ٻيا سانگهيڙا جن جي معنيٰ آهي سوراخ، تُنگ يا گهرا گهاءَ. هي بہ بيت سريروو سنڌيءَ مان چونڊيل آهن جيڪو سُر ڀٽائي صاحب برووراڳٽي کي سنڌي لهجي ۾ ڳائيندي ان ۾ انساني عشق ۽ سرمستي جو مواد ڏنو آهي. هتي ياد رکڻ گهرجي تہ عشق ۽ سرمستي اهڙيون ذهني ڪيفيتون آهن جن کان سواءِ سر ڏيڻ ممڪن ناهي هوندو."مَئي متي مهراڻ ۾ پئو ٽپو ڏيئي" وارو عمل عقل کان اڳاهون هوندو آهي، چاڪاڻ تہ"عقل، مت، شرم، ٽيئي نينهن نهوڙيا." واري ڪيفيت انسان کي قاسيءَ جي تختي تائين وٺي ايندي آهي ۽ شهادت جي سيَج تي سمهاري سگهندي آهي.

سو ڀٽائي صاحب جي شاعريءَ ۾ هڪڙا اهڙا انوکا ڪردار ملن ٿا جيڪي پاڻ کان بہ وڌيڪ انوکن ڪردارن سان عشق ڪن ٿا ۽ موت جي اکين ۾

اکيون وجهي ان کي مات ڏين ٿا:

مران، مٿو پِٽيان، نهاريان نيڻان،
سُخن جي سندانِ، آءٌ نہ جيئندي اُنَ ري.

سُر رامڪليءَ جي هن بيت ۾ جيڪو عاشق آهي اهو معشوق جي ”سُخن“ تي عاشق ٿي پيو آهي۔ اهو سُخن اهو ڏاهپ جو ڏانءُ، اهو فلسفو ڪهڙو آهي ۽ اهي معشوق ڪهڙي قسم جا ماڻهو آهن جَن کان سواءِ پٽائي صاحب جي گمنام سورمي جي نہ ٿي سگهي آهي؟

ٻَڪَ وڏائون ٻُڪرين، جوڳي ڪندا جُڄَ،
طلب نہ رکن طعام جي، اوتيو پيپن اُڄَ،
لاهوتين لطيف چئي، من ماري ڪيو مُڄَ،
سامي جهاڳي سُڄَ، وڃي وسئن کي ويجها ٿيا.

اهي معشوق آهن جوڳي، لاهوتي، سامي ۽ ڪاهوڙي جن پنهنجين گودڙين ۾ ڪاٺ جي شين بدران بک پري آهي، هنن کي لذيذ کاڌي ۽ طعام جي ڪا طلب ڪانهي، پيئڻ لاءِ هنن وٽ اُڄَ آهي جنهن کي اوتيو پيا اوتين ۽ پنهنجي من کي سٽي ڪٽي نرم ڪري وڏائي کي ماري ڇڏيو اٿن. اهي سامي سُڄَ جهاڳي رهيا آهن ۽ برپٽ، جبل، رڻ پٽ ۽ رڄ مان رڙهي سڙهي هاڻي ڪنهن وسئن کي اڇي ويجهو پهتا آهن.

مرڻ مُسلم جن، واحد تن نہ وسري،
مٿي سگهر ڪاپڙي، نانگا ننڌ نہ ڪن،
نيڻ سدائين تن، اوجاڳن اجاريا۔

هن بيت ۾ اجا ٻہ انهن ڪردارن کي وڌيڪ واضح ڪيو ويو آهي، جن کانسواءِ پٽائي جي سورمي ٿي چوي تہ” آءٌ نہ جيئندي اُن ري۔“ هن بيت ۾ انهن ڪردار جي جيڪا تصوير چٽي وئي آهي ان مان ان حقيقت جو اظهار ٿئي ٿو تہ انهن انقلابي ماڻهن مرڻ کي تسليم ڪري ڇڏيو آهي۔ هو حق سچ جي منزل ۾ جدوجهد دوران مرڻ کان نہ ٿا ڊڄن اهي ڪاپڙي ۽ نانگا رستي ۾ پنڌ ۾ ۽ جدوجهد دوران ننڊ جا هيراڪ ناهن ۽ سندن اکيون هميشہ اوجاڳن جون اجاريل آهن ۔ هونئن تہ عام طور

اوجاڳي ۾ ماٺِهوءَ جون اکيون ڏرا ڏئي وينديون آهن، سُڄي پونديون آهن ۽ سونهن وڃائي وهنديون آهن. پر اهو پيٽائي صاحب جي شاعراڻي فن جو ڪمال آهي جو اوجاڳيل اکڙين مان پنهنجي جمالياتي حُسنَ وسيلي اٿاهه حسن ڪڍي پڌرو ڪيو اٿائين ۽ ان سموري فنڪاريءَ جو مقصد صرف اهو آهي تہ اهي سچ جي راهه ۾ جدوجهد ڪندڙ ڪردار آهن ان ڪري انهن جي اوجاڳيل اکين مان بہ سونهن اوتجي رهي آهي.

سُر رامڪليءَ جي انهن انقلابي ڪردارن جي هيءَ تصوير بہ ڏسو ۽ پيٽائي صاحب جنهن شاعراڻي ڪماليت سان اها ڪردار نگاري ڪئي آهي ان تي بہ سوچيو:

تهڙا ڪڙچ ڪَڪرا، جهڙا جائُن ڦُل،

(يعني سامي جيڪي ڪاٺيون ۽ ڪانا ميڙي باهه ٻارڻ لاءِ نندييون ڍِڳيون ٺاهي رکن ٿا اهي ايئن ٿيون لڳن چڻ جائو ٻوٽي جا گل آهن.)

تن سامين جي سڏَ مران، جن جي گودڙين ۾ گل،
اندر مُلان مُلَ، ٻاهر ڪوجها ڪاپڙي.

اهي ڪاپڙي جن جو بدن مٽيءَ ۾ پيوت آهي ۽ ٻاهران ڪوجها ٿا لڳن سي اندر ۾ اجرا، بي بها ۽ اَمُل آهن. هاڻي سچ جا راهي، حق جي منزل ڏانهن ڏوڪيندڙ انقلابي روح، جيڪي ظاهر ۾ زاني پر "فڪر ۾ فنا" ٿيل آهن. اهي داہو ڪري اڳتي روانا ٿي ويا آهن ۽ انهن جا پوئلڳ ساٿي ۽ ان پروڙ جا پانڌيئڙا انهن جي فراق ۾ اوسارين ٿا:

سَتُر سِگَڙين سين، لحظي لاتائون،
ڪينر ڪُنِي آهيان، اُنين جي آئون،
مون کي مارياڻون، آءٌ نہ جيئندي ان ري.

اڄ نہ اوطاقن ۾ دُونِهَين، ڏُنڌُ، نہ لاٽ،
ويا ويراڳي نڪري، چِتَ چَڪائي چاٽ،
ماريس تنهين ماٽَ، جيجان جوڳيئڙن جي.

اڄ نہ اوطاقن ۾، طالب ٺنوارين،
آديسي اٿي ويا، مڙهيون مون مارين،
جي جيءَ کي جيارين، سي لاهوتيِ لڏي ويا.

سر رامڪلي جا اهي ڪردار جن کي ڀٽائي صاحب لاهوتي ٿو سڏي تن جي لڏي وڃڻ ۽ سر ڪارايل جي مورن جي مري وڃڻ هڪڙو ئي تاريخي پس منظر آهي جنهن تي اسان جي شاعر ۽ فلسفي ڀٽائي صاحب ماتم ڪيو آهي، ان ماتم جو ڪارڻ اهو آهي جو ڀٽائي صاحب جو وطن هاڻي ڳجهن جو ڳاهہ ٿي رهيو آهي ۽ ڪوڙن ڪانيرن جو آکيرو ٿي ويو آهي:

ويا مور مري، هنج نہ رهيو هيڪڙو،
وطن ٿيو وري، ڪوڙن ڪانيرن جو.

"ڪارايل" لفظ جي معنيٰ ئي آهي "مورُ" ۽ مور وسڪاري ۾ جڏهن ٽلندا آهن تہ ٽُڙ ٻرُ نہ هوندو آهي ڪشمير ٿي ويندو آهي " ۽ جڏهن ڀٽائي صاحب جي وطن مان مور مري ويندا آهن تڏهن اهو موت هنج پکين کي هنجون هارڻ لاءِ مجبور ڪندو آهي ڇاڪاڻ تہ مورن جي جاءِ اچي ڪانوَ وٺندا آهن ۽ جڏهن هنج هليا ويندا آهن تڏهن ڪنگ اچي اڇو پاڻي لڙياٽو ڪندا آهن:

اڇو پاڻي لڙ ٿيو، ڪالوَريو ڪنگن
اچيو لڄ مرن، تنهن سَرَ مٿي هنجڙا.

پر بهرحال اهڙو ظلم هميشہ نہ هلندو آهي ۽ "واريءَ" سندو ڪوٽ گهڻي وقت تائين اڏي نہ سگهبو آهي، نيٺ سچ جي فتح ٿيندي آهي ۽ ڪوڙ جي منهن ۾ ڏوڙ پوندي آهي، محبتي مڙي هڪ جاءِ ٿيندا آهن ۽ موت کي مات ايندي آهي ۽ پوءِ سرڏهر ۾ ڀٽائي صاحب هي بيت چوندو آهي:

لکي ۽ لاکو، ٻئي مُئا، پاڄهہ ٿي
قادر لاٿو ڪڇ تان، اديون اولاڪو
وانڍين ۾ واڪو، تہ ريبا ري رهي ويا.

(هتي لکي انهيءَ گهوڙيءَ جو نالو آهي جنهن تي لاکو چڙهي ڏاڙا هڻندو هو ۽

اوڏن پاران جيڪو ڏنگهر اڏيو ويندو هو سو ڏلو ٿي پوندو هو. پر پوءِ لاڪو ڏاڙيل جڏهن پنهنجيءَ سواريءَ سميت تباهه ٿيندو آهي ته پوءِ ظلم جا ماريل ماڻهو جيڪي لڏي وڃڻ جو سوچيندا آهن، اهي واپس پنهنجن وٿاڻن ۾ رهي پوندا آهن ۽ ڏکيا ڏينهن گذري ويندا آهن. تر ۾ ڏڪر ختم ٿي ويندو آهي ۽ وسڪاري کان پوءِ سڪار جا ڏينهن اچي ويندا آهن.

سو سائين، موت کي مات ڏئي، ڏک کي ڌهاڳ ڏئي، سورن کي سٽڪو ڪڍي، ڏکيءَ کي ڏِ ڪَ وهاري، ڀٽائي صاحب هاڻي پنهنجي هڪ ٻئي موضوع ڏانهن موٽي ٿو اچي جنهن بابت ايندڙ پروگرام ۾ ڪچهري ڪنداسون ـ تيستائين موڪلاڻي ناهي.

## ڀٽائيءَ جي شاعريءَ ۾ حسن، سونهن، جمال

قسط: 12

ڀٽائي صاحب جي شاعريءَ جو موضوعاتي اڀياس ڪندي اسان گذريل يارهن قسطن ۾ رڳو ٽن موضوعن جو مختصر مطالعو پيش ڪري سگهيا آهيون، اهي موضوع هئا ڏک، ڏکي ۽ موت ـ ان سلسلي ۾ اسان مختلف سرن مان اهڙا بيت چونڊي سمجهاڻي سان گڏ پڙهيا هئا جن ۾ ڏک، سور، ورهَ، درد، غم ۽ گوندر جو ذڪر ڪيل هو. ڏکيءَ جي ڪردار جا پار پتا ۽ ڳڻ اوڳڻ ڏيکاريل هئا ۽ موت جهڙي عالمگير موضوع تي بحث ٿيل هو ۽ موت کي مات ڏيڻ جا گس پيچرا ڏسيل هئا.

هاڻي ڪان وٺي اسان سنڌيءَ ٻوليءَ جي سيني ڪان وڏي شاعر جي ڪلام مان اهڙن بيتن جو اڀياس ڪنداسون جن ۾ هڪ ٻيو عالمگير موضوع بحث هيٺ اچي ٿو. جنهن کي دنيا جي هر ننڍي وڏي شاعر ڳاتو آهي ۽ جنهن کان سواءِ شاعري بي سواد هوندي آهي، اهو موضوع آهي حسن، سونهن ۽ جَمال. ان موضوع تي ڀٽائي صاحب جي چيل بيتن ٻڌڻ کان پوءِ اسان کي محسوس ٿيندو ته حسن رڳو سونهن جو ٻئي نالو ناهي هوندو ۽ سُونهن وڻندڙ جسماني بيهڪ کان

ڪنهن متاهين حقيقت جو نالو آهي. حُسن جو ذڪر جيڪو اسان ڪي ڀٽائي صاحب وٽان ملي ٿو سو عام رواجي فلسفو ناهي، ان جو دائرو جواني، سينگار، دولت، خوشحالي ۽ رنگ روپ جون حدون ٽپي هڪ اهڙي فڪري ڪيفيت تائين پهچي ٿو جنهن کي محسوس ڪرڻ لاءِ حساس جماليات جي ضرورت پوي ٿي. ڀٽائي صاحبؒ جنهن حسن، سونهن ۽ جمال جو ذڪر ڪري ٿو سو رڳو انسان ۾ ئي ناهي هوندو پر ڪائنات جي ذري ذري ۾ تجلا ڏيندي نظر اچي ٿو. ان موضوع تي ڪيل سنڌن شاعري جي علامتن ۽ تمثيلن جي ظاهري روپ تي ايشيا جي ثقافتي اثرن ۽ صوفي مت توڙي ويدانت جي گيان جا اولڙا برابر موجود آهن پر ان جي فڪري پهلوءَ تي فطرت جو گهرو اثر نظر اچي ٿو جيڪو پڻ هڪ عالمگير شاعراڻي روايت جي تخليق جو راز آهي. اسان جو شاعر جڏهن انساني حسن جو عڪس ڏيکاري ٿو تہ هندي شاعريءَ جا سورهن سينگار اوپائجي وڃن ٿا ۽ جڏهن فطرت جي حسن جو چِٽُ ٿو چِٽي تڏهن جپاني هائيڪي جا شاعر ۽ نيچر تي شاعري ڪندڙ يورپي ڪوي ڪومائجي وڃن ٿا_ دنيا جي عظيم شاعرن برابر بهار جي موسم مان سونهن کي محسوس ڪيو آهي ۽ خزان جي حسن جو بہ ذڪر ڪيو آهي، پر سنڌيءَ جي هن عظيم شاعر جي شاعراڻي فن ۾ جيڪا سونهن آهي ان تي بهار ۽ خزان جون ڪيتريون ئي موسمون قربان ڪري سگهجن ٿيون

آڪون، ڊاڪون، سرڪنڊ شاخون،
جت چوڪا چندن ڪنئُور،
مَئي سي ئي ماڻيا،
جت نہ پرن پئُونر،
ڪنواريون ۽ ڪنئُور،
ڪاهِ تہ پسون ڪاڪ جا. ..

هن بيت ۾ حُسن، سونهن يا جمال مان ڪو بہ لفظ استعمال ٿيل ناهي پر پوءِ بہ ايئن ٿو لڳي جيئن حسن ماڪيءَ جي لار جيان بيت مان وهي هليو هجي. لفظن، لفظن جي اندر ۾ سمايل ترنم، آڪون، ڊاڪون، سرڪنڊ شاخون، چندن، ڪنور ۽ ڪنواريون _ اهڙو حسن جو باغ جنهن ۾ پئُونر بہ داخل ٿي نہ ٿو سگهي ۽ اتي اٺ

جهڙو جانور ڇيڪ ڇري رهيو آهي. ڇاڪاڻ تہ اهو مَيو راڙي کي ڪٽي هٿ پهتو آهي، اهڙو ئي هڪڙو ٻيو بيت ڀڏو جنهن ۾ پڻ سونهن حسن ۽ جمال وارا ٽيئي لفظِ غائب آهن پرپوءِ بہ ان ۾ لفظن جو حسن اوتيل آهي:

جنهن تڙ ڏوٽُون ڏون، ڇوٽا چندن چڪ ڪيو
اچن پيئونر پنيوليا، تنهن پاٽيءَ مٿي پونِ،
رانول رَتو رون، ڪو وهہ لڳو واسئين.

هن بيت ۾ خوشبوءِ جي زهر جي سونهن جو ذڪر آهي، جنهن جي اولڙي سان پيئوترن جا هانوَ ڦاٽي تا پون ۽ سونهن پريا شهزادا رت جا گوڙها هاريندا هليا تا وڃن......

۽ هاڻي هي بيت ڀڏو جنهن ۾ ڀٽائي صاحب سونهن جو لفظ استعمال ڪيو آهي:

جهڙا گل گلاب جا، تهڙا مٿن ويس،
ڇوٽا تيل چنبيليا، ها ها، هو، هميش،
پسيو سونهن سيد چئي نينهن اچن نيش،
لالڻ جي لبيس، آتڻِ اکر نہ اڇهي.

سون ورنيون سوڍيون، رُپي رانديون ڪن،
اگر . اوطاقن ۾، ڪتورين ڪُٽن،
اوتياڻون عبير جا، مٿي طاق تڙن،
ٻاٽن ٻيلون ٻڌيون، پسيو سونهن سڙن،
ٽيا لاهوتي لطيف چئي، پسڻ لئہ پرين،
اڃهي ٿا اچن، ڪاڪ ڪڪوريا ڪاپڙي.

هي سڀ انساني حسن جا اولڙا آهن جيڪي ازل کان وٺي شاعراڻي دل رکندڙ هر انسان جي اندر ۾ لهي ويندا آهن. حُسن جيڪو اسم ذات آهي ۽ حسن جيڪو فلسفو آهي، فڪري ڪيفيت آهي ۽ سچ جي ساڃاهہ آهي ان تي بحث اڳتي هلي ايندو. هيٺئين بيت ۾ انساني حسن ۽ ڌرتي جو رشتو ڏسو تہ ڪيڏو نہ

گهائو آهي:

ناز منجهاران نڪري، جڏهن پرين ڪري ٿو پنڌ،
تہ پيون پڻ بسم الله چئي، راهہ چمي ٿي رند،
اڀيون گهٽي ادب سين، حورون حيرت هنڌ،
سائينءَ جو سوڳنڌ، ساڃن سينئان سهٽو.

سر بروو سنڌيءَ جي هن بيت ۾ حُسن ۽ نازڪي ڌرتي پڻ ادب وچان آڌرڀاءُ ڪري ٿي ۽ انهيءَ راهہ کي چمي ٿي جتان سونهن جو پاڇولو گذري ٿو ۽ اهڙي طرح ڌرتي سان گڏ آسمان، سج، چنڊ، تارا ۽ ڪڪر پڻ سونهن جي چقمق اڳيان ڇڪجي اچن ٿا جڏهن پٽائي صاحب چوي ٿو:

ڪٽي نيڻ خمار مان، جا ڪيائون ناز نظر
سورج شاخون جَهڪيون ڪوماڻو قمر
تارا ڪتيون تائب ٿيا، ديکيندي دلبر
جهڪو ٿيو جوهر، جانب جي جمال سين.

اونداهي اڌ رات ۾، پرينءَ پسايو پاڻ،
چنڊ ڪَتين ساڻ، پيهي ويو پڙلاءُ ۾.

سر ڪنيات جي هنن بيتن ۾ سونهن جو پرتوو ڪائنات جي مڙني روشنين کي جهڪو ڪري ٿو ڇڏي، اهو جانب جي جمال جو ڪمال آهي، جمال جي اهڙي جادوءَ جو ڪرشمو ڏيکاريندي پٽائي صاحب پنهنجن بيتن ۾ انساني سونهن کي فطرت جي حسن سان ڀيٽي ٿو ڏيکاري ۽ پوءِ وري ثابت ٿو ڪري تہ فطرت جو حسن انسان جي سونهن جو مَٽُ ناهي، ان سلسلي ۾ سر ڪوهياريءَ جو هي بيت پڙو جيڪو پٽائي صاحب جي گنج واري رسالي کان اڳ ۾ گهٽو ڪري مڙني قلمي نسخن ۾ رسالي جو پهريون بيت آهي:

پر توو پرينءَ جو، جُهڙَ جان جهالا ڏئي
آءُ تنهن آريءَ کي، وٺيو راهہَ رُئان گهٽو.

سونهن جي سردار جو جمال آسمان جي ڪنهن خوبصورت ڪڪريءَ وانگي

ڌرتيءَ تي اولڙا اڇلائي حسن جو هبڪار پيدا ڪريو ڇڏي،پر پرينءَ جو پرتوو آگم کان بہ اڳتي آهي، فطرت ۽ انسان جي حسن جي پيٽ ڀٽائي صاحب جيٰ سر سارنگ مان هن بيت ۾ ڏسو:

آگم ائين نہ انگ، جهڙو پسڻ پرينءَ جو
سيٽن ري سيد چئي، روح نہ رچن رنگ
سهسين ٿيا سارنگ، جاني آيو جوءِ ۾.

سو حسن جهڙي عالمگير موضوع تي ڀٽائي صاحب جيڪا شاعري ڪئي آهي، ان جون ڪيفيتون ايتريون گهڻيون آهن، جيتريون سونهن جون صفتون تي سگهن ٿيون، ايندڙ پيري سونهن جا اجا بہ ڪي گونا گوَن رنگ ڏسنداسون. البت هن پيري جانب جي جمال بابت سر ڪلياڻ جي هڪ اهڙي بيت تي ڳالهہ ختم ڪريون ٿا جنهن ۾ حسن جون صفتون ڳڻڻ کان وڌيڪ آهن:

ڪوڙين ڪاياڻون تنهنجيون، لکن لک هزار
جيءُ سڀ ڪنهن جيءَ سين، درسن ڌارون ڌار
پريم تنهنجا پار، ڪهڙا چئي ڪهڙا چوان.

قسط: 13

"پرينءَ" جو ڪردار تخليق ڪري، ڀٽائي صاحب پنهنجي شاعريءَ ۾ حسن، جمال ۽ سونهن کي انتهائي معياري ادبي قدرن جي روشنيءَ ۾ ڪلاسيڪل انداز سان چٽيو آهي. ان موضوع تي چيل بيتن ۾ حسن نہ رڳو پرينءَ جي وار وار مان ٽمندو نظر اچي ٿو پر سڄي ڪائنات ان جي هبڪار سان واسجي وڃي ٿي ۽ اهي لفظ، جملا ۽ بيت جيڪي سونهن جي شاعريءَ ۾ استعمال ٿين ٿا، سي خود هڪ حسين ۽ جميل تحرير ٿيو پون.

اڀر چنڊ، پس پرين، تو اوڏا، مون ڏور
سڄڻ سُتا ولهہ ۾، چوٽا پري ڪپور
پيرين آءٌ نہ پڄڻي، ٻاٻل ڏئي نہ ٻور.

جنهن تي چڙهي اسور، سنجهي سڄڻ سيڻيان.

ڀٽائي صاحب جو پرين چندن ۽ ڪپور جي مهڪ سان واسيل وار وائڪا ڪري وايو منڊل تي وسندڙ ولهہ ڪي سڳند سان سُرهو ڪري ٿو ڇڏي ۽ سموري ڪائنات سونهن سان سنوارجي ٿي وڃي. پرينءَ جي صورت ايڏي تہ سهڻي آهي جو ماڻهو ان تي عاشق ٿي ٿو پوي ۽ هن جو من مستانو ٿي پوي ٿو:

صورت سندين سالَ، پاڻ مصاحب سپرين

(يعني سندن صورت ڏاڍي سهڻي آهي ۽ پرين پاڻ ڏاڍا صحبتي آهن)

مولا ڏنَن مُنهن ۾، نوري نيڻ نهال

سندي خواب خيال، مون من مستانو ڪيو.

هڪ اهڙي حسين ڪيفيت جو اولڙو سر سامونديءَ جي هن بيت ۾ بہ ڏسو:

سنهي لَڪَ، نَڪَ سَنئين، ڪجل ڀنن نيڻ

ساموندي مون سيڻ، ڪِ تو ڪالهہ لنگهائيا؟

اسان جي مها ڪويءَ وٽ سونهن جو جيڪو فلسفو ملي ٿو ان مطابق ضروري ناهي تہ هر اهو ماڻهو جنهن جي صورت سُهڻي آهي سو حَسين آهي، جمال وارو آهي يا هن ۾ ڪا سونهن آهي. ماڻهوءَ جي جسماني سونهن جنهن جي تصوير ڀٽائي صاحب ننهن کان چوٽيءَ تائين خوبصورت بيتن ذريعي ڏاهي آهي. سا اڳتي هلي حسن واري دائري کان ٻاهر اچي وڃي ٿي ۽ ڀٽائي صاحب سونهن کي ظاهري صورت جي پٺيان لڪل ڪنهن انساني گڻ ۾ تلاش ڪرڻ جي ڪوشش ڪري ٿو.

صورت گهڻو سهڻا، ٽاٽا سندن ٽوهہ.

ريلو ڏِئي روح، جو ڪائي سو ڪامي مري.

هڪڙا اهڙا ماڻهو آهن جن جي شڪل شبيهہ تہ ڏاڍي سهڻي آهي پر سندن لڇڻ اهڙا اُگرا ۽ ڪَوڙا آهن جهڙا ٽوهہ ۽ جيڪو ظاهري صورت واري اهڙي ٽوهہ کي ڪائيندو سو ڪامي مرندو. هن بيت مان ڀٽائي صاحب جي سونهن واري فلسفي جو هڪ نئون پهلو سمجهہ ۾ اچي ٿو ۽ لڳي ٿو تہ صورت کان وڌيڪ اسان جو شاعر سيرت جي حسن جو متوالو آهي. اتي اهو بہ محسوس ٿئي ٿو تہ سونهن رڳو

ڪجلين اکڙين، نوري نيڻن، چندن سان واسيل وارن، سنهي لڪ ۽ نڪ سنئين ۾ ئي لڪل ڪانهي پر ماڻهوءَ جي ماڻهپي ۾ گڏيل ڪي ٻه ڪا سونهن ٿئي ٿي.

سونهن وڃايم سومرا، وطن وڃان ڪيئن،
حُسن ڏاران هيئن، پسان ڪيئن پنهوار کي.

سونهن وڃايم سومرا، ميرو مُنهن ٿيوم
وڃڻ تت پيوم، جت هلڻ ناهه حُسن ري.

سونهن جو اهو تصور ڏسو جيڪو سنڌي ٻوليءَ جي مهان شاعر سر مارئيءَ ۾ ڏنو آهي. عمر بادشاهه پاران ڪوهه تان کڻي وڃڻ کان پوءِ مارئي سمجهي ٿي ته هن جي سونهن وڃائجي وئي آهي جنهن ڪانسواءِ هوءَ وطن ڪيئن ورندي ۽ پنهوار کي ڪهڙو منهن ڏيکاريندي؟ مارئي اصل ۾ ٿر جائي هئي ۽ ان اڳي ۽ نه هاڻي ٿر جايون ڪنهن سينگار گهر ۾ ميڪ اپ ڪرائي پوءِ کوهه تي پاڻي ڀرڻ وينديون آهن يا مال چارڻ نڪرنديون آهن. منهن تي مٽيءَ جي مَيراڻ ته ٿر ۽ بر ۾ رهندڙ هر مرد توڙي عورت جو اهڃاڻ هوندو آهي. ان ڪري "ميرو منهن ٿيوم" وارن لفظن ۾ جيڪا مَيراڻ لڪل آهي تنهن جو مٽيءَ سان تعلق ناهي. اهو مَيراڻ مارئي جي سترَ ۽ مارن سان وفاداريءَ واري وچن تي شڪ پوڻ جي ميراڻ آهي. اصولن تي سوديبازيءَ جي ميراڻ آهي ۽ دشمن جي آڏو هٿيار ڦٽا ڪرڻ واري طعني جي ميراڻ آهي. سو مارئي جيستائين پنهنجو سَترُ سيل ثابت نه ٿي ڪري تيستائين پنهنجو منهن ميرو تصور ٿي ڪري. ان صورتحال ۾ هوءَ محسوس ٿي ڪري ته هن جو حُسن هليو ويو آهي، هن جي سونهن کي سوليءَ تي لٽڪايو ويو آهي، پنهنجي ڌرتي ۽ وطن سان هن کي جيڪا حب آهي ان تي شڪ ڪيو ويو آهي ۽ مارن سان ازل کان ٻه اڳي هن جو جيڪو قول ڪيل آهي، ان کي ڪوڙو ثابت ڪيو پيو وڃي. اهو ئي حسن آهي جنهن ڪانسواءِ مارئي ملير ڏانهن موٽڻ کي پاڻ لاءِ مهڻي هاب سمجهي ٿي.

سونهن وڃايم سومرا، مارو مَس مڃين

ڏُنگا ڏاڏي پوٽئين، ڪن ڏنا، ڪي ڏين
جي مان لوهہ لاهين، تہ ڪوٽن ۾ ڪيئن هٽان.

قيد جي شاعري جيڪا دنيا جي گهڻو ڪري هر انقلابي شاعر ڪئي آهي ان ۾ ڀٽائي صاحب جي فڪر جي نواڻ اها آهي تہ هو قيد مان آزادي حاصل ڪرڻ واري جدوجهد کي حسن جي تحفظ ڪرڻ واري هلچل سمجهي ٿو. ۽ هو ڌرتي تي حسن جي حفاظت ڪرڻ ۽ انسانن ۾ ماڻهپي جي سونهن کي بچائڻ جي لاءِ جاکوڙ ڪرڻ جو درس ڏئي ٿو. هو سمجهي ٿو تہ دنيا ۾ حُسن جو زوال انساني ڪمال جي شڪست آهي.

سونهن وڃايم سومرا، ڪيڏانهن ويم ڪمال
وڃان ڪيئن وطن ڏي، ههڙو وٺي حال
جي مان ڏينِ جمال، تہ پسان منهن پنهوار جو.

هاڻي اچو تہ ڏسون ڀٽائيءَ صاحب جنهن کي "جمال"ٿو تصور ڪري، جنهن کي حسن سمجهي ساندڻ جي ڪوشش ٿو ڪري ۽ جنهن سونهن کي تحفظ ڏئي هن ڌرتيءَ تي برقرار رکڻ جي اڻ تڻ ۾ آهي، اها ڪهڙي شئي آهي ۽ ان کي حاصل ڪرڻ جو ڪهڙو نُسخو آهي. هن سلسلي ۾ ڀٽائي صاحب اول سونهن جي موضوع تي مولانا روميءَ جو فلسفو پيش ٿو ڪري ۽ پوءِ پنهنجي فڪر کي ٿو واضح ڪري. سر يمن ڪلياڻ جي پنجين داستان ۾ عام طور اهڙا ڇهہ بيت ملن ٿا جن ۾ ڀٽائي صاحب "مثنوي" ۽ "ديوان شمس تبريز" جي حوالي سان مولانا روميءَ جي ان موضوع تي راءِ ٿو ٻڌائي.

طالبُ ڪَثَر سونهن سَنُ اِي روميءَ جي راءِ
ماڻهو اَت ڪياءِ، مَندُ نہ پَسين منديو.

يعني ماندي جيڪو منڊ پڪيڙيو آهي. سونهن ان جو سرچشمو آهي. هتي دنيا ۾ ماڻهو ڪيئن آيا ۽ ڪثرت جا طالب ڪنهن جي ڳولا ۾ آهن. ان وحدت ۽ ڪثرت جي فلسفي تي روميءَ جي راءِ اها آهي ۽

طالبُ ڪَثَرَ سونهن سَنُ ايءُ روميءَ جي ڀڻاڻِ
ڀورين وڃائڻ ڀاڻُ، پوءِ پَسڻ پرينءَ ڪي.

سو وحدت ڪثرت جو روپ ورتو آهي ۽ سونهن ان مانداڻ جو سرچشمو آهي جنهن کي حاصل ڪرڻ لاءِ اول پنهنجو پاڻ وڃائڻ. پنهنجي انا کي قتلام ڪري پاڻ کي ان مقصد لاءِ ارپڻ ۽ منزل جي ڳولا جاري رکڻ ئي روميءَ جي رهاڻ آهي. البت ڀٽائي صاحب انسان ۽ سونهن جي ان فلسفي تي پنهنجي ڪهڙي راءِ ٿو قائم ڪري، ان جو اندازو سرڪلياڻ جي هن بيت مان ٿي سگهي ٿو:

پاڻهين جل جلال، پاڻهين جان جمال

(يعني هو پاڻ ئي وڏي شان وارو آهي ۽ پاڻ ئي حسن جو مجسمو آهي)

پاڻهين صورت پرينءَ جي، پاڻهين حسن ڪمال
پاڻهين پير مريد ٿئي، پاڻهين پاڻ خيال
سڀ سڀوئي حال، منجهان ئي معلوم ٿيو.

سو اهو سڀ ڪجهه انسان کي پنهنجي اندر مان ئي معلوم ٿئي ٿو ته هو پاڻ ئي وڏي شان وارو آهي، پاڻ ئي حسن جو ڪمال آهي، پاڻ ئي اهو پرين آهي جيڪو هميشه حسناڪ آهي، پاڻ ئي پير آهي ۽ پاڻ ئي پنهنجو مريد آهي، پاڻ ئي هڪ خيال آهي ۽ پاڻ ئي اها حقيقت آهي، جيڪا وحدت مان ڦري ڪثرت تي آهي. اها ڪهڙي شئي آهي، اهو راز ڪهڙو آهي جنهن کي ڀٽائي صاحب ”پاڻ“ ٿو ڪوٺي. ان جون ٻيون ڪهڙيون صورتون آهن، ان جا ٻيا ڪهڙا روپ آهن ۽ ان کي سمجهڻ لاءِ ٻين ڪهڙين شين جي تشبيهه ضروري آهي، حسن ۽ ذات جي ان فلسفي کي ڀٽائي صاحب هن بيت ۾ اجا به واضح ڪيو آهي:

سو هي، سو هو، سو اجل، سو الله
سو پرين، سو پساهه، سو ويري، سو واهرو.

سو سونهن ۽ حسن جي فلسفي تي ڀٽائي صاحب جي فڪر ۽ فلسفي جون ٻيون به ڪيتريون ئي ڪايائون آهن جن جو ذڪر ايندڙ پروگرام ۾ ڪنداسون. تيستائين موڪلاڻي ناهي.

قسط: 14

نَثُر ان تحرير يا ڪلام کي چئبو آهي جنهن ۾ سَنئين سنواٽي نموني سان ڪا ڳالهه ڪئي وڃي يا ڪو مقصد بيان ڪيو وڃي. پر نظمُ اهڙي تحرير يا ڪلام هوندو آهي جنهن ۾ ڪنهن مقصد يا ڳالهه کي نه رڳو فنائتي نموني بيان ڪيو وڃي پر ان ۾ ڪم ايندڙ لفظ ۽ جملا به اهڙا استعمال ڪيا وڃن جيڪي وڻندڙ هجن. انهن ۾ فن هجي، ترنم هجي، بيان جا انوکا نمونا استعمال ڪيل هجن، خيال جي اڏام هجي ۽ جيڪا ٻولي استعمال ڪجي ان جا اچار سنگيت جي سرن وانگي وڻندڙ هجن. مون کي موهيندڙ ۽ دل ۾ چُڀي ويندڙ هجن. ٻين لفظن ۾ ايئن چئجي ته شاعري ڪنهن اهڙيءَ تحرير يا ڪلام کي چئبو جنهن ۾ سونهن هجي، لفظن ۾ حسن هجي ۽ جملن ۾ جمال نظر ايندو هجي.

ڀٽائي صاحب جي شاعري ان لحاظ کان سَيين وصفين سهڻي آهي، شايد ان ڪري ئي دنيا جي عالمن هن کي دنيا جي عظيم شاعرن جي سٽ ۾ شمار ڪيو آهي. پاڻ گذريل ڀن پروگرامن کان وٺي ڀٽائي صاحب جي شاعريءَ جي موضوعاتي مطالعي جي سلسلي ۾ جنهن موضوع تي بيت پڙهي رهيا آهيون، اهو ئي آهي يعني حسن، جمال ۽ سونهن. ان سلسلي ۾ اسان ڀٽائي صاحب جا ڪيترا اهڙا بيت اوهان کي ٻڌايا آهن جن ۾ يا ته سونهن، حسن ۽ جمال وارا لفظ استعمال ٿيل آهن يا جيڪڏهن اهي لفظ موجود ناهن تڏهن به اهي بيت خود سونهن جو سنگم ۽ حسن جو ڪمال هئڻ جي ثابتي ڏين ٿا. اهڙي طرح اسان انساني حسن ۽ ماڻهوءَ جي جسماني سونهن سان گڏ ان جي پويان لڪل انهيءَ جمال کي به بيان ڪيو آهي جنهن کي ڀٽائي صاحب پنهنجي سونهن واري فلسفي جي سلسلي ۾ خاص اهميت ڏني آهي.

سچ پڇو ته ڀٽائي صاحب جنهن به موضوع تي شعر چيو آهي ان ۾ سونهن وارو عنصر نمايان آهي، ڀلي ته جنگ جي ميدان جي شاعري هجي، يا قيد ۽ بند جي ڪهاڻي، سنڌ جي فصلن جي تباهيءَ جو ذڪر هجي يا ٻيلن جي بربادي تي ماتم ڪيل هجي، سنڌو درياءَ جي پاڻيءَ جو سڪي وڃڻ هجي يا ٿر ۾ وسڪاري جو ذڪر هجي، جبلن ۾ رهندڙ ماڻهن جو بيان هجي يا پاڻيءَ تي رهندڙ

ميريحرن جي زندگي بيان ڪيل هجي، ڪا لوڪ ڪهاڻي هجي يا تصوف جو فلسفو هجي، وڇوڙي جو ذڪر ڪيل هجي يا وصال جون واڌايون هجن، اوهان کي هر بيت ۾ ڪو حسن جو جلوو ۽ سونهن جي ساڃهہ ضرور نظر ايندي. هن پروگرام ۾ اسان انساني سونهن ۽ فطرت جي حسن بابت ڪجهہ بيت پڙهنداسون، جنهن مان محسوس ٿيندو تہ فطرت جو جمال ڀلي لاجواب هجي پر انسان سينئان سهڻو، حسين ۽ جميل آهي. فطرت جي حسن تي پٽائي جيڪو لکيو آهي ان بابت اسان ايندڙ پروگرام ۾ خاص ذڪر ڪنداسون.. تيستائين اوهان هي بہ بيت ٻڌو:

پر توو پرينءَ جو، جهڙ جيئن جهالا ڏئي
آءٌ تنهن آريءَ کي وٺيو راهہ رئان گهڻو.

اگر ايئن نہ انگ، جهڙو پَسڻ پرينءَ جو
سيٹن ريءَ سيدِ چئي، روح نہ رچن رنگ
سهسين ٿيا سارنگ، جاني آيو جوءِ ۾.

هي ٻئي بيت جن ۾ جُهڙ جي ڪنهن خوبصورت منظر کان وڌيڪ انساني حسن جي تعريف ڪيل آهي سي اوهان هن کان اڳ پيش ڪيل پروگرامن ۾ ٻڌي چڪا آهيو. هاڻي اچو تہ هي بيت ٻڌون:

تارا تر تروڪڙيون، مَتن قلڙيون
ڪوءِ سي راتڙيون، جي پرين پڇاڻان مون پيون.

رات جي سيني تي ۽ اڀ جي چهري تي ستارن جا جنسار بلڪل اهڙي سونهن ڪري بيٺا آهن جهڙي ڪنهن خوبصورت انساني چهري تي ڪارا تِر ڏيکاري ڏيندا آهن ۽ رات جو حسن انهن ستارن جي سونهن سان وڌيڪ موهيندڙ لڳي رهيو آهي جن تي قلڙيون، چِٽ ۽ گِل-نظر اچي- رهيا آهن، پر اهڙيون حسن، پريون راتيون وچي ٻن پون جن ۾ پرينِ ساڻ نہ هجن، پٽائي صاحب جي فلسفي جو محور انسان آهي. فطرت هن جي نظر ۾ انسان جي لاءِ ئي آهي.

چنڊ تنهنجي ذات، پاڙيان تان نہ پرين سين،
تون اُڇو ۾ رات، سڄڻ نت سوجهرا.

چنڊ جي سونهن ۾ جيڪو فطرت جو حسن آهي، ان جي انسان جي حسن سان ڀيٽ ڪئي وئي آهي ۽ ساڳي طرح هن بيت ۾ ڏسو تہ سج جي سونهن ۽ پرينءَ جي جمال وچ ۾ ڪهڙو فرق ڄاڻايل آهي:

پيشانيءَ ۾ پرينءَ جي پلائيءَ جا پيرَ
اگڙِ اُڪنڊين جي، ڏئي پاپوهي پير
قمر پاڙي ڪيرُ شمس سپرين سين.

سو شمس ۽ قمر جي ڀيٽي ناهي جو سپرين جي جمال سان مقابلي ۾ اچي سگهن. ان سلسلي ۾ هڪڙو چنڊ ۽ هڪڙو سج تہ ڇا پر جيڪڏهن ڪيترائي سج اڀري اچن ۽ چوراسي چنڊ ڪڙي بيهن تہ بہ ڀٽائي صاحب جو پرين انهن کان وڌيڪ سهڻو آهي:

سَهسين سجن اڀري، چوراسي چنڊن
بالله ريءَ پرين، سڀ اونداهي ڀانئيان.

سرڪنيات ۾ اهڙا ڪيترائي بيت ملن ٿا جن ۾ ڀٽائي صاحب چنڊ، سج، ستارن ۽ آسمان جي حسن جو ڏاڍي فنائتي نموني سان ذڪر ڪيو آهي ۽ پوءِ انسان جي سونهن کي فطرت جي حسن کان اتم ثابت ڪندي چوي ٿو:

چوڏهينءَ چنڊ اُڀرين، سهسين ڪري سينگار
پلڪُ پريان جي نہ پڙين، جي جِيلن ڪرين هزار
جهڙو تون سڀ ڄمار، تهڙو دم دوست جو.

چنڊ چوانءِ حق، جي وڙهين، جي وڇرين
بہ اڪيون ٽيون نڪ، تو ۾ ناهہ پرينءَ جو.

چنڊ چوانءِ سچ، جي مَٽي نہ ڀانئين
ڪڏهن اُڀرين سنهڙو، ڪڏهن اڀرين ڳچ

مُنهن ۾ ٻرئي مچ، توءِ ناهه پيشاني پرينءَ
جي.

۽ هاڻي فطرت جو حُسن، عشق ۽ انساني سونهن کي ڏسو تہ پيتائي صاحب کيئن ڌو ملائي هڪ ڪري ڇڏي. سر ڪنيات جي. انهن بيتن ۾ جيڪو حُسن اوتيل آهي ان جو اندازو اوهان پاڻ لڳائي سگهو ٿا.

رات سَهائي، پونءِ سئين، پرت نئين، پنڌ پُور
مَيا محبوبن جي هلي وانءِ حضور
جي ڇِڪن ڇتَ ۾، سي ڪيئن سجڻ ڏور
الهہ لڳ اسور، اتان ٿي ٿي آءُ تون.

چاندوڪي رات آهي، زمين سنئين سڌي ۽ وشال آهي، نئون عشق لڳل آهي ۽ اٺ جي محتاجي آهي تہ جيئن هوندي رات، هُت مڙئون.

رات سَهائي، پونءِ سَئين، پٽين وڏو پنڌ
هلندي جبيبن ڏي، ڪرها موڙ مَ ڪنڌ
پنڌڻ سوئي پنڌُ، جو پهچائي پرينءَ ڪي.

حسين رات، سدا سهڻو سپرين ۽ ڏگهي منزل اهو تصوير جو هڪڙو رخ آهي- ۽ ظالم سماج، محبت جا ويري ۽ انساني آزادين جا ازلي دشمن تصوير جي ٻئي پاسي پنهنجا ڪات کهاڙا لائي تڪا ڪري رهيا آهن. پيار ڪندڙ ٻہ روح، پلي پوءِ انهن جو نالو سهڻي ميهار هجي، سسئي پنهون هجي يا مومل راڻو هجي، انهن جي وچ ۾ رڪاوٽ بڻجندڙ هر عنصر جي پيتائي صاحب شدت سان مذمت ٿو ڪري پوءِ اهو ڏمر هجي، ڪچو گهڙو هجي، جادو جو ڪو ڪاڪ محل هجي يا هاڙو، پپ ۽ وندر نالي ڪو جبل هجي، پيتائي صاحب جي لفظن ۾ جبلَ جڪَ تا مارن ۽ جيڪي ماڻهو عاشقن جي راهہ ۾ رڪاوٽ ٿا وجهن سي ڪَرَ آهن.

رات سَهائي، پونءِ سنئين، پائي گهرجي پَلَ
آهر ۾ ايلاچيون، چندن چري چَلَ
مون توئي سين ڳالهڙي، ٻئي ڪنهين مَ سَلَ

ها هُر ڪندو هل تہ ڪجايون ڪرن ڪي.

ڀلي تہ ڪر سڙي رک ٿين، ڀلي تہ انساني آزادين جي اڏام آڏو ايندڙ بدروح ڪردار محبت جي سريءَ ڪي ڪهاڙيءَ سان ڏڙڪان ڏار ڪري نہ سگهن، ڀلي تہ سهڻي پنهنجي مقدس نينهن جو نيبهہ ڪري سگهي ۽ عشق زنده باد ٿئي.

رات سَهائي، پونءِ سنئين، پرت نئين پنڌ پَسُ
ميا محبوبن ڏي، وڃڻ ڪجي وس
رات هلي تون رس، تہ خبر ڪرن ڪي نہ پوي.

سو ڀٽائي صاحب سماجي رشتن ۽ ناتن جي سلسليٰ ۾ جاگيرداري ثقافتي قدرن جو ازلي دشمن آهي. هو لوڪ سنڌي ڪهاڻين جي سورمن ۽ سورمين جي عشق کي موت تي حاوي ڪري ڪاميابيءَ جي ڪنارن تي پهچائي ساهُ ٿو ڪڍي ۽ ان سلسلي ۾ ننڍي ڪنڊ جي مڙني عظيم صوفين وانگي اسان جو شاعر بہ پيار جو پاسو وٺي انارڪزم جي حد تائين انسان جي بنيادي آزادين جو پرچار ڪري ٿو. ان موضوع تي اڳتي هلي تفصيل سان بحث ڪنداسون جنهن مان ثابت ٿيندو تہ ڀٽائي صاحب فرسوده سماجي قدرن کي ڪيڏيءَ بي دردي سان ٽوڙڻ جي ڪوشش ڪئي آهي، بهرحال اسان حسن ۽ جمال جي موضوع تي ڀٽائي صاحب جي شاعريءَ ۾ جيڪا سونهن آهي ان جو پرتوو پسڻ جي ڪوشش ڪنداسون ۽ اهڙي طرح ايندڙ پروگرام جو موضوع پڻ ساڳيو هوندو. تيستائين موڪلاڻي ناهي.

## ڀٽائيءَ جي شاعريءَ ۾ فطرت جو حسن

قسط: 15

فطرت جو حسن هڪ اهڙو موضوع آهي، جنهن تي دنيا جي هر شاعر لکيو آهي۔ پر دنيا ۾ ڪي اهڙا شاعر بہ پيدا ٿيا آهن جن جي شاعريءَ جو اهو هڪڙو ئي موضوع رهيو آهي.' اهڙن شاعرن کي POETS OF THE NA- TURE يا فطرت جو شاعر ڪوٺيو ويندو آهي. انگريزي ٻوليءَ جي وڏن شاعرن مان وليم ورڊس ورٿ کي فطرت جو عظيم شاعر مڃيو ويندو آهي. هن جو ڪنول

جي گلن تي لکيل هڪ شعر ڏاڍو مشهور آهي جنهن ۾ هن ڍنڍ جي ڪناري تي ڪنول جي گلن جي هجوم جي تصوير ڇٽي آهي ۽ فطرت جي ان ناچ جو حسن بيان ڪيو اٿس. جيڪو هير گهلڻ سان گلن تي حاوي ٿي وڃي ٿو. وليم ورڊس ورٿ جي ان نظم کي پڙهي محسوس ٿيندو آهي ته شاعري جو فن ڪاريءَ مس سان لکيل لفظن مان سپيئي رنگ ۽ انهن جا جلوا ڏيکاري سگهي ٿو. انگريزي شاعري جي هن بادشاهه شاعر اهڙو هڪ ٻيو خوبصورت شعر سن 1802ع ۾ لکيو هو جنهن ۾ پرهه ڦٽيءَ مهل لنڊن جي ٿيمس نديءَ تي پڏل پل مٿان بيهي هن درياءَ جي حسن ۽ سڄي شهر جي مجموعي سونهن کي هڪ خوبصورت تصوير وانگي چٽيو هو.

پر سنڌي ٻوليءَ جي عظيم شاعر شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ ان انگريزي شاعر کان اڍ صدي اڳ ساڳي موضوع تي جيڪا شاعري ڪئي آهي ۽ جيڪي بيت چيا آهن انهن کي پڙهي سنڌس ٿي هڪ بيت ۾ ڪيل ڳالهه هانوَ ۾ هرڻ لڳي ٿي ته، آسڻ جن اريج، تن جي وهه جو ورنُ ٿي ٿيو." سو ڀٽائي صاحب سر سارنگ، سامونڊي، سريراڳ، ڏهر ڪنيات وغيره ۾ فطرت جي سونهن تي جيڪي بيت چيا آهن انهن جو حسن حيران ڪندڙ آهي. چڻ جمال جو ڪمال آهي. سر ڪاموڏ ۾ ڀٽائي صاحب فطرت جي حسن تي جيڪا شاعري ڪئي آهي ان جو پرتوو هن هڪڙي بيت ۾ ڏسو:

هيٺ جَرُ مَٿي مَجَرُ ڪنڌيءَ ڪَنور تَرنِ
وَرِئي واهوندن، ڪينجهر ڪَتوري ٿِئي.

ڪينجهر جي ڪنڌيءَ تي وڻن جا ڇهچ ساوا ڇُڳا لڙڪي رهيا آهن. هيٺ جالارو جر جاري ۽ ساري آهي ۽ پاسي ۾ ڪنول جا گل پاڻيءَ تي تري رهيا آهن ۽ چيٽ ڦٽڻ جي مند اچڻ سان جيڪا هير گهلي رهي آهي ان سڄي ڍنڍ کي چڻ عطر جي سرهاڻ سان واسي ڇڏيو آهي. هي فطرت جو حسن آهي يا ڀٽائي صاحب جي شاعريءَ جي سونهن. ان تي سوچڻ کان اڳ هڪ ٻيو بيت پڙهو:

هيٺ جَرُ مَٿي مَجَرُ پاسي ۾ وٽراهه

اڃني وڃي وچ ۾، تماڇيءَ جي ساءِ
لڳي اتر واءُ، ڪينجهر هندورو ٿئي.

هن بيت ۾ جيڪا سونهن آهي ان کي رڳو محسوس ئي ڪري سگهجي ٿو. اتر لڳڻ سان ڪينجهر ڍنڍ جو هندورو ٿي وڃڻ. اهڙو منظر آهي جنهن کي پيٽائي صاحب جي لفظن کان وڌيڪ بين لفظن ۾ بيان نہ ٿو ڪري سگهجي. فطرت جو حسن، ڌرتيءَ، دريائن، جبلن، آسمان، چنڊ، سج، ستارن ۽ سيارن، بهار ۽ گلن جي مکڙين ۽ حسين انسانن جي اکين ۾ ٻکندو آهي. انسان ۽ ڪائنات پڻ فطرت جي سونهن جو هڪ موضوع آهي ۽ اسان جي هن پروگرام جو موضوع پڻ پيٽائي صاحب جي شاعريءَ ۾ حسن، سونهن ۽ جمال آهي.

تهڙو ڪينجهر ۾ ڪين ٻيو، جهڙي سونهن سنڌياس
مَڏَ مِياڻيون، مَڪُڙا، مِڙئي معاف ٿياس
مَور چِلَ متانس، اُيو تماڇي تي هٽي.

هن بيت ۾ اسان جو شاعر ڪينجهر ڍنڍ جي جملي حسن تي ڏسو تہ نوريءَ نالي هڪ مهاڻيءَ جي حسن کي ڪيئن ٿو حاوي ڪري. وري سنڌ جي مهاڻيءَ جي هڪ هيءَ تصوير بہ ڏسو:

ڪاريون، ڪوجهيون ڪُ وڙيون، مُور نہ موچاريون
وٺي ويٺيون واٽ تي، ککيءَ جون ڪاريون
اُنينِ جون آريون، سمي رِيءَ ڪير سهي.
کِکِيءَ هاٺيون ڪاريون، ڇڇيءَ هَاٿا ڇَڄَ.
پاندُ جنين جي پاندَ سين، لڳو ٿئي لڄَ
سمو ڄام سُهَجَ، اُيو ڪري ان سين.

هنن بيتن ۾ جن مهاڻين جو ذڪر ڪيل آهي، اهي رنگ جون ڪاريون آهن، وصفن جون ڪوجهيون، افعالن جون بڇڙيون، بدبودار، جن جو پلوَ لڳڻ شرم جي ڳالهہ آهي. پر انهن ۾ جيڪو حسن آهي، انهيءَ جي ڪري ئي سمو ڄام تماڇي انهن جا انگل برداشت ٿو ڪري. ان جي معنيٰ اها ٿي تہ پيٽائي صاحب جي سونهن واري فلسفي ۾ هرويرو اڇو رنگ، عطر جي خوشبوءِ ۽ هترادو مٺڪ اپ

ڪا اهميت نہ ٿو رکي. ماڻهوءَ جي طبعي ۽ جسماني سونهن اهو حُسن ناهي جنهن ۾ ڀٽائي صاحب يقين رکي ٿو. اسان جي مَها ڪويءَ وٽ سونهن جا وصف انوکا آهن، عام رواجي ناهن:

مُهاڻي جي من ۾ نہ گيربُ نہ گاءُ(هَٽُ)
نيٽن سين ناز ڪري، ريجهايائين راءُ
سمو سين ملاءُ(وچان) هَيريائين حِرفت،رسين.

سو هتي ڀٽائي صاحب جنهن حسن جي ڳالهہ ٿو ڪري تنهن جو صورت سان گهٽ ۽ ماڻهوءَ جي من سان وڌيڪ واسطو آهي. دل جو سچو اندر جو اجرو ۽ نماڻو انسان اسان جي شاعر کي وڌيڪ سهڻو ٿو لڳي جڏهن تہ حشمت وارو بادشاهہ، رعب وارو راءُ ۽ هيٺن کي هيسائيندڙ ماڻهو نيچ ٿو لڳي ڀلي تہ هن جا وصف ڪيڏا نہ سٺا هجن.

گَندُ جِني جي گوڏ ۾، پاهوڙا پوشاڪ
اُنين جي اوطاق، راجا ريجهي آئيو.

هتي گند جي معنيٰ ڪچرو ناهي پر ڀيڻ جا ڀن ۽ پاڙون آهن، جيڪي ميربحرن جي جسم تي پوشاڪ جان ڦهليل هونديون آهن. اهڙن اڌ اگهاڙن، ڪارن ڪوجهن، ڏٻر ۽ ضعيفن ماڻهن جي اوطاق تي ڀٽائي صاحب هڪ راجا کي وٺي آيو آهي. هن تمثيل مان ظاهر آهي تہ ڀٽائي صاحب راجا جي حُسن کي مهاڻن جي ڪوجهيءَ سونهن کان نيچ ڏيکاري هيٺئين طبقي جي حسن کي مٿئين طبقي جي جمال ۽ دٻدٻي تي حاوي ڪري ڇڏيو آهي.

نوريءَ جي نوازيو، ٿيو تماچي تي

يعني ڄام تماچي جو نالو انهيءَ ڪري پيو ڳائجي جو هن نوريءَ مهاڻيءَ کي اتم سمجهي نوازڻ جي قابل سمجهيو نہ تہ سنڌ ۾ ڄام تہ ڪيترائي هئا جن جو نالو تاريخ جي ورقن تان ميسارجي ويو آهي.

ڪاڄ جنين جو ڪکيون، مال جنين جا مڏ
سمي سيئي سيڻ ڪيا، هيڻ جنين جا هڏ

جام پرتئي لَڌَ، سانگين جي سيد چئي.

هاڻي فطرت جي حسن تي ڪيل شاعريءَ ۾ ڪم آندل اکرن مان ڏسو تہ ڀٽائي صاحب رنگ ڪيئن ٿو ڏيکاري. لڳي ٿو تہ سندس هٿ ۾ قلم جي جاءِ تي ڪو برش جهليل آهي ۽ شاعرڪان وڌيڪ چِٽ تہ ڀٽائي صاحب هڪ چِترڪار آهي:

اڄ پڻ اتر پار ڏي، ڪارا ڪڪر ڪيسَ،
وڄون وسڻ آئيون، ڪري لعل لبيس،
پرين جي پرديس، مون کي مينهَن مِيڙيا.

سر سارنگ جي هن بيت ۾ ڪڪرن جو ڪارو رنگ ۽ کنوڻين جو ريٽو رنگ صاف نظر اچي رهيو آهي. ۽ مينهن وسي رهيو آهي جنهن جو رنگ پرديسي پريتمي جي ميلاپ جي روپ ۾ ظاهر ٿيو آهي.

اڄ پڻ اتر پار ڏي، ڪڪريون ڪاريون
وسي ٿو وڏ ڦڙو، ٿهڪن ٿيون ٽاريون
لٿين لڪَ لطيف چئي، ڊايون ڌاساريون
ڀچنديون ڀٽاريون، وَري وٿاڻ آئيون.

هن بيت ۾ وسڪاري جو حسن رنگن ۽ آوازن سميت ڏيکاريو ويو آهي. ڪارڙي رنگ جون ڪڪريون، وڏ ڦڙي مينهن جي وسڻ جو اڻ لکو آواز ۽ وڻن جي ٽارين جو ٽهڪڻ، ٿهڪ ڏيڻ ۽ ڪلڻ _لفظ هتي نہ رڳو رنگ مان ٻڌل برش تي سونهن جي تصوير ٺاهين ٿا پر يڪتاري جي هڪ تار ۽ تنبوري جي چار تارُن کان وڌيڪ چڻ تہ ستارَ جي سوَ سرن کي ڇيڙي وڌو آهي ۽ وڏ ڦڙي جو هڪ هڪ ڦڙو هڪ ساز بڻجي آواز پيدا ڪري رهيو آهي.

اڳڻ تازي، ٻهر ڪنڌيون، پڪا پَٽِ سَنهنِ
سُرهي سيج، پاسي پرين، مَرُ پيا مينهن وسن
اسان ۽ پرين، هئن برابر ڏينهڙا.

اڳڻ ۾ ٻڌل تازي گهوڙن جي سونهن، ٻاهر بيٺل ڪنڌين مَينهنِ جو حسن ۽ وسيع ميدان ۾ ماروئڙن جا پکا جيڪي، "هڪ اڳيئي سهٽا، ويتر مينهن اٺانِ." ان سان گڏ سيج تي پرين ۽ وايو منڊل ۾ خوشبوءِ جي مهڪ _حسن جي هن تصوير ۾

رنگن سان گڏ سرهاڻ بہ محسوس ڪري سگھجي ٿي. سو اڪرن مان رنگ، آواز ۽ خوشبوءِ پيدا ڪرڻ، جهڙي تهڙي شاعر جي وس جي ڳالھہ ناهي، اهڙو شاعراڻو فن ڀٽائي صاحب جي پائي جهڙي ڪنهن شاعر وٽ ئي ٿي سگهي ٿو. ايندڙ پروگرام ۾ پاڻ ساڳي موضوع تي ڀٽائي صاحب جي بيتن مان حسن جا اجا بہ ڪي انوکا اولڙا ڏسي سگھنداسون جن ۾ رنگن، آواز ن۽ مهڪ کان وڌيڪ سونهن هوندي ۽ جمال جا جلوا ڏسڻ ۾ ايندا. تيستائين موڪلاڻي ناهي. سدائين گڏ.

قسط: 16

ڀٽائي صاحب جو رسالو جنهن جي هينئر تائين ترتيب سُر وار آهي ان جو موضوعاتي اڀياس ڪندي اسان ڪيترن ئي اهم موضوعن تي بيت پڙهي انهن جي مختصر چنڊ ڇاڻ ڪئي آهي. ان سلسلي ۾ گذريل ڪجهہ پروگرامن کان وٺي اسان ڀٽائي صاحب جي شاعري ۾ حسن، سونهن ۽ جمال واري موضوع تي اوهان سان رهاڻ رچائيندا پيا اچون ۽ خاص ڪري اڳئين پروگرام کان وٺي "فطرت جي حسن" واري موضوع تي بيتن جي چونڊ ڪري اوهان سان اوري رهيا آهيون. هن وقت تائين اوهان جيڪي بيت ٻڌا آهن انهن ۾ ڪائنات جو حسن، ڌرتي ۽ آسمان جي سونهن ۽ انهيءَ جمال جا جلوا ڏسڻ ۾ آيا آهن جيڪي هر انهيءَ شي ۾ موجود نظر آيا آهن جنهن کي انسان جي هٿ يا پورهئي جنم ناهي ڏنو. فطرت دراصل نالو ئي انهن شين جو آهي. فطرت جي تخليق ۾ جيڪا سونهن سمايل آهي، ان کي ڀٽائي صاحب ڪهڙن لفظن ۽ ڪيڏيءَ فنڪاريءَ سان چٽيو آهي، اسان ان کي بيان ڪرڻ جي مختصر ڪوشش ڪئي آهي. ان ڏس ۾ اسان کي بہ محسوس ٿيو آهي ۽ اوهان پاڻ بہ پرکيو هوندو تہ ڀٽائي صاحب فطرت جي سونهن جا رنگ، ان جي حسن جا جلوا، سونهن جا ساز ۽ جمال جا تجلا پيدا ڪري سنڌي شاعريءَ کي ايڏو تہ خوبصورت بڻائي ڇڏيو آهي جو لڳي ٿو تہ ڄڻ اها فطرت جي سونهن آهي ۽ جملي ڪائنات جو حسن آهي.

هن پروگرام ۾ بہ اسان ڪجهہ اهڙا بيت پڙهنداسون جنهن ۾ لفظ

ڳالهائيندا، جهڙ جهونگارڻ شروع ڪندا، وسڪارو سهڻا ويس پائيندي نظر ايندو، سارنگ سينگار ڪري ايندو ۽ تر وارو رڻ پٽ نہ رڳو ساوڪ سان ڍڪجي ويندو پر ان مان رنگبرنگي گلَ ڪڙيَ پوندا ۽ جنهن رچ مان ڏڪار جي سمي رت جي ڏپ ايندي آهي ان مان عطر ۽ عبير جي سرهاڻ محسوس ٿيڻ لڳندي.

سارنگ سينگاري، وچون وسڻ آئيون
مون ڪي ڪنوڻ خوش ڪيو، جا ڪَڪَر ۾ ڪاري
جُهڙن جهونگاري، لاٿم ڪَٽُ قلوب تان.

ڪاري ڪڪر ۾ اڇي ڪنوڻ چمڪي رهي آهي ۽ مينهن ڪي ساڻ وٺي آئي آهي، جهڙ ڳالهائي ٿو، جهونگاري ٿو ۽ سارنگ جڻ تہ سينگار ڪيو آهي. ڌرتي ۽ آسمان جي هيڏي ساري سونهن بيت جي ٽن سٽن ۾ ڪيئن سمائي آهي، اها واقعي حيرت جي ڳالهہ آهي.

سارنگ سائي سٽَ، جهڙي لالي لاڪ جي،
اِئين سي اُڀن انگيا، جيئن سي چُنيءَ چِٽَ،
بَرسِيو پاسي پِٽَ، پَريائين ڪَنَ ڪِراڙ جا.

سارنگُ يعني وسڪارو ان جو سٽاءُ ۽ ان سٽاءَ جو رنگ لاڪ جهڙو ريٽو آهي جنهن سان چُنيءَ يا پوتيءَ تي چِٽَ ڪڍيا ويندا آهن. آسمان ۽ زمين تي گرميءَ جي اُبَ، ان مان پئدا ٿيل ٻاڦ ۽ ٻاڦ مان ٺهيل ڪڪر ايئن ٿا لڳن جڻ آسمان لاڪ رتي لوئي ٿي پيو آهي يا چِٽن واري چُني ٿي پيو آهي ۽ فطرت جي انهيءَ سموري سونهن جو سماجي يا مادي ڪارج اهو ٿيو آهي جو پَلرَ جي پالوٽَ ٿي آهي ۽ پٽ ڏٽيءَ جي نگري وٽ جيڪا ڪِراڙ ڊِنيِ آهي ان جا ڪڏا ڪوبا پاڻيءَ سان تارِ ٿي ويا آهن ۽ هاڻي هن بيت مان ڏسجو خوشبوءِ ڪيئن ٿي اچي:

پِري پِٽَ تي آئيو، سارنگ سُهج منجهان،
ڪِڙيون ڪنٽهار جئن، وچون اتر واءَ،
سُرها سبزا ٿيا، ڏامڻَ ڏَبَ ڪيا،
پهري پَٽَنڻان، پريائين ڪَن ڪِراڙ جا.

ڪنوٽيونَ پٽ تي موٽي آيون آهن. سارنگ سينگارجي آيو آهي. اتر جي هير گهلي

پئي آهي جنهن جي نتيجي ۾ ڪنوڻ ڪنڻ هار گل جيان ٽڙي پئي آهي. ٽر سڄو سائو ٿي پيو آهي ۽ ان مان سرهاڻ وايو منڊل کي معطر ڪري ڇڏيو آهي. ڊامڻ نالي گاهه جا انبار لڳي ويا آهن ۽ مينهن سڄي زمين کي ٻائڙ ٻوڙ ڪري، هاٺي ڪِراڙ ڍنڍ جا ڪُنَ، سُڪل ڍورا ۽ ڪڏون پاڻي سان ڀري ڇڏيا آهن. فطرت جي حسن کي ڀٽائي صاحب جا لفظ ان وقت وڌيڪ سهڻو ڪريٰ ٿا ڇڏين جڏهن ڪنوڻ کي ڪنڻ هار گل سان تشبيهه ڏني ٿي وڃي، سارنگ کي گهوٽ وانگي سينگار ڪرايو ٿو وڃي ۽ ساوڪ سان ڍڪيل رڻ پٽ مان خوشبوئن جون دريون ڪوليون ٿيون وڃن. هنن بيتن مان ماڪيءَ جي لار جيان جيڪا سونهن ڳڙي رهي آهي ان کي فطرت جو حُسن چئجي يا ڀٽائي صاحب جي شاعراڻي فن جو جمال ڪوئجي، اهو فيصلو ڪرڻ ڏاڍو ڏکيو آهي.

اڄ رَسيلا رنگ، بادل ڪيا بُرجَن سين،
سازَ سارنگيون، سُرندا، وڄائي بَرَ چَنگ،
صُراحيون سارنگَ، پلٽيون رات پَڌامَ تي.

ڪڪرن آسمان ۾ شعاعن جا بُرج ٺاهي رَسُ ڀريا رنگ پئدا ڪيا آهن. هن بيت ۾ پهريون پيرو رنگ، رَسُ سان ڀريل ڏيکاريا ويا آهن. رنگن ۾ سواد، ذائقو ۽ ميٺاج ڀَرڻُ ڀٽائي صاحب جي فن جو ئي ڪمال آهي. ان ڪان پوءِ ٽرڪي سازَ وڄائيندي ڏيکاريو ويو آهي. ڌرتي جي حُسن جي ان ڪان وڌيڪ ٻي کهڙي خوبصورت تصوير چٽي سگهجي ٿي، جڏهن رڻ پٽ ساز وڄائڻ شروع ڪري، سارنگيون ڇيڙي وجهي ۽ سرندا ڪٽي انهن مان سُرَڪيدي ٻڌائي. وري مينهوڳيءَ جي موسم جو حُسن ايئن محسوس ڪرايو وڃي جڻ تہ سارنگُ پٽ جي پرسان پڌام نالي هڪ هنڌ تي پلر سان ڀريل صُراحيون زمين تي هاريندو هجي. ڪلاسيڪل ايراني شاعري ۾ جيڪا صراحي استعمال ٿيل آهي ان ۾ شراب اوتيل ڏيکاريل هوندو آهي. ڀٽائي صاحب جي هن بيت ۾ جيتوڻيڪ شراب جو ذڪر ڪيل ڪونهي، پر پوءِ بہ ايئن ٿو لڳي جڻ تہ هن بيت ۾ ڄاڻايل صراحين ۾ مينهن جو پاڻي يا پلر پيل ناهي پر اهو شراب آهي جنهن جو زمين تي ڇٽڪار ڪيل آهي. ڄاڪاڻ تہ

وسڪاري ڪان پوءِ زمين تي جيڪو سُڪار آيو آهي، جيڪا سونهن وڇائجي وئي آهي ۽ جنهن خوشبوءِ جي پالوٽ ٿي آهي ان مان چڻ تہ شراب جي نشي جي اڻ لکي مهڪ محسوس ٿيڻ لڳي ٿي. هي سڀ ڪجهہ ڀٽائي صاحب جي لفظن جي جادوگري ۽ شاعريءَ جي ڪاريگريءَ جو نتيجو آهي جو فطرت ايڏي حسين لڳي رهي آهي باوجود ان حقيقت جي تہ فطرت ۾ هميشہ ايڏو حسن هرويرو ناهي هوندو.

هاڻي وري فطرت ۽ انسان جي سونهن جو گڏيل ۽ جدا جدا جلوو ڏسو:

ڪَڪَرُ منجهہِ ڪپار، جُهڙُ نيٽئون نہ لهي،
جهڙا منهنجا سپرين، تهڙا ميگهہ ملهار
ڪڻ اکيون ڪل يار، تہ وجن سُور سنڌا ڪيو.

هن بيت ۾ مينگهہ ملهار ۽ سپرين هڪجهڙا سهڻا ڏيکاريل آهن. پر وري ٻئي بيت ۾ فطرت جي حسن کان پرينءَ جي صورت وڌيڪ حسين آهي:

ڏَٿِ ڏِري، پَٽِ پيئون، ٿيا ولهارن وِيءَ،
(ولهارن وِيءَ ٿيا يعني ميدانن ۾ ساوا گاهہ ڦٽي پيا.)

سج چنڊ نہ پاڙيان، سيٽن جي شبيهہ،
جي جاني اندر جِيءَ، سي پرين پيهي گهر آئيا.

۽ آخر ۾ هي بيت ڀڏو جنهن ۾ اوهان کي دهل شرنائين جو واڄو ڀڏڻ ۾ ايندو، وڄون تجلا ڏيندي نظر ايندي‌ون. پرهہ ڦٽيءَ جي مهل محسوس ٿيندي ۽ پريتم جي آمد جو احساس ٿيندو:

ڏَٿِ ڏِري، پَٽِ پيئون، وِڄُن ڪيو واڄَو،
پکو پنهنجي پرينءَ لئہ، سِبي ڪر ساڄو،
سڄڻ سباجهو، پيچ پنيءَ گهر آئيو.

چِنل چَنِن ۽ پراڻن پکن ۾ غريب ۽ مسڪين ماڻهو بہ محبت ڪرڻ جو حق رکن ٿا ۽ شايد سچو پيار اتي ئي پلجندو آهي جتي پيچ پنيءَ جو پرينءَ جي آمد تي ڪنوٽيون دُهل ٻٽجي واڄو ڪنديون آهن.

سو سائين ڀٽائي صاحب جي شاعريءَ ۾ سانوڻ جي مينهن جيان حُسن

۽ عشق جي جيڪا پالوٽ ٿيل آهي، تنهن بابت پنهنجي رهاڻ اجا جاري رهندي.
في الحال اجازت ونندس. موڪلاڻي ناهي. سدائين گڏ.

## پيتائيءَ جي شاعريءَ ۾ ويڙهه جو حُسنُ

قسط: 17

پيٽ ڌڻيءَ پنهنجي سدا حيات شاعريءَ ۾ بي شمار موضوعن تي بيت چيا آهن پر حُسن هڪ اهڙو موضوع آهي جيڪو هن جي هر سُرَ، هر داستان ۽ هر شعر ۾ موجود آهي. بي شڪ اهو پيتائي صاحبَ جي شاعراڻي فن جو ڪمال آهي چاڪاڻ ته ڪي اهڙا به موضوع هوندا آهن جن ۾ عام طور تي اهڙي گنجائش موجود ناهي هوندي. مثال طور جيڪڏهن جنگ جي ميدان ۾ ڪنهن لڙائي جو ذڪر ڪرڻو هجي جتي رڳو هٿيار، گهوڙا، لاش ۽ رتُ ئي نظر ايندو هجي ته اتي حُسن، جمال ۽ سونهن جو ذڪر ڪيئن ڪجي؟

ان سلسلي ۾ جڏهن پيتائي صاحب جي رسالي جو سر ڪلياڻ، يمن ڪلياڻ ۽ ڪيڏارو پڙهجي ٿو ته ڳالهه سمجهه ۾ اچي وڃي ٿي_ اسان جي شاعر جن لڙاين جو علامتي انداز ۾ ذڪر ڪيو آهي انهن ۾ حق ۽ سچ لاءِ وڙهندڙ جوڌن، سورمن ۽ جهيڙيندڙن سان پيتائي صاحب عشق جي حد تائين پيار ڪيو آهي ۽ ناحق جي خلاف جنگ ڪي اڻ ٽر سمجهي امن قائم ڪرڻ لاءِ لڙائيءَ کي جائز قرار ڏيندي هن پنهنجن بهادر سپاهين ڪي گهوٽن وانگي سينگاري جنگ جي ميدان ۾ موڪليو آهي ۽ پوءِ انهن جي شان ۾ شعر چيا اٿس.

ڪانڌ ڪلارين ڪپڙين، ور وناهيو آءُ،
جت سانگين جي سٽ وهي، ات وک وڌندي پاءِ،
تان تان پوءِ مَ پاءِ، جان جان نوڏين نہ چڙهين،

اي سورهه، تون گلن ڦلن سان پريل وهانوَ وارا ڪپڙا پائي جنگ جي ميدان ۾ ڪُڏي پوءِ ۽ جتي تيرن جو مينهن وسندو هجي اتي اڳتي ئي وڌندو رهه ۽ تيستائين ڪو به پوءِ پولو نہ ڪر جيستائين شهادت سان شادي نہ رچائي

اچين.هن بيت ۾ پٽائي صاحب جي انقلابيت ۽ هٿياربند جدوجهد لاءِ اتساهه پئدا ڪرڻ واري خصوصيت سان گڏ هن جي شاعراڻي فن جو ڪمال تہ ڏسو تہ جنگ جي ميدان واريءَ شاعري ۾ گلن ڦلن سان ڀريل ڪپڙن جو ذڪر ڪري ڪيئن ٿو سونهن جي پالوٽ ڪري.

دراصل هر شعر ۾ هڪڙي تصوير ٺهندي آهي ۽ جيئن ڪنهن تصوير چٽڻ لاءِ ضروري هوندو آهي تہ ان ۾ حسن پئدا ڪيو وڃي ان ڪري هر شعر ۾ سونهن جو ڪو نہ ڪو رنگ ضرور ملائڻو پوندو آهي تہ جيئن حسين لڳي. هاڻي هڪ ٻئي بيت مان اوهان کي جيڪا تصوير ڏسڻ ۾ ايندي اها بہ جنگ جي ميدان جو منظر ڏيکاريندي ان تصوير کي خوبصورت ٺاهڻ لاءِ ڏسو تہ ڪيئن ان جي مٿان ڪارو ڪکر ڏيکاريو ويو آهي:

ڪاري ڪکر هيٺ، مون جهيڙيندي ڇڏيا،
ڪارا ڪُند هٿن ۾، اڙل وڇيرا هيٺ،
تي تنين سين ڏيٺ، موٽڻ جنين مهٽو.

جنگ جهڙي خوفناڪ موضوع تي چيل بيت ۾ حُسن پئدا ڪرڻ جو اهو فن پٽائي صاحب جهڙي عظيم شاعر جي ئي وس جي ڳالهہ آهي _ هڪ بيت ۾ هن جنگ جي ميدان ۾ مينهن وانگي وسندڙ تيرن کي ڪارن پکن سان تشبيهہ ڏئي، پنهنجي شعر ذريعي ٺاهي تصوير کي سونهن بخشي اٿس: اُڏاٽا اوڙ ڪري، ڪاري پکين ڪان _ يعني ڪارن پکن وارا تير قطارون ڪري اڏامڻ لڳا هاڻي هن بيت ۾ هڪ شهيد جي تصوير ڏسو جيڪو جنگ جي ميدان ۾ وڙهي ڀڳيا ڀڳيا ٿي پيو آهي پٽائي صاحب انهيءَ تصوير ۾ حُسن جو رنگ ڪيئن ڀريو آهي ان جو بہ اندازو ڪندا:

ڏاڙهي رت رتياس، ڏند تہ ڏاڙهونءَ گل جيئن،
چوڏهين ماهہَ چنڊ جيئن، پڙ ۾ پاڳڙياس،
تنهن سورهيہ کي شاباس، جو مٿي پڙ پرزا ٿئي.

شهيد جي ڏندن کي ڏاڙهون جي گل سان تشبيهہ ڏيڻ ۽ لڙائي ۾ وڙهدي جنگ جي ميدان ۾ ڪري پيل پڳ کي چوڏهينءَ جي چنڊ سان تشبيهہ ڏيڻ شاعري ۾

حسن جو اهڙو سنگم آهي جنهن جي تخليق پٽائي صاحب جهڙو شاعر ئي ڪري سگهي ٿو جنهن پنهنجن بيتن ۾ شهادت کي ڪٿي ملهار ڪري ڪوٺيو آهي، ڪٿي شاديءَ جي ڏينهنَ سان ڀيٽيو آهي تہ ڪٿي محبوب جي ناز سان وچي ملايو آهي ۽ شهيدن جي مانَ ۾ جيڪي بيت چيا اٿس انهن ۾ هنن کي گهوٽ وانگي سينگاري شهادت سان لائون ڏياريون اٿس:

هوڏانهن هُن هاڪاريو، هيڏانهن هي هٽن،
سرنايون ۽ سُنڌڙا، ٻنين پار ٻرن،
گهوٽن ۽ گهوڙن، رڻ ۾ لائون لڌيون.

گهوڙن ۽ گهوٽن، جيئڻ ٿورا ڏينهڙا،
ڪڏهن منجهہ ڪوٽن، ڪڏهن واهي رڻ جا.

شهادت جي وهانوَ وارو اعزاز حاصل ڪندڙ گهوٽن جي سونهن جي هي بہ هڪ تصوير آهي جيڪا پٽائي صاحب سرڪيڏاري ۾ چِٽي آهي:

پاڪ جنين جا پير، ڪتان هيٺ نہ ڪوڙيا،
تنگ ترارن تڇيا، چڙيو پون چڱير،(ڪلگين وارا)
ڊونڊ تنين جا ڍير، گجهڙين گر لائيا.

درحقيقت عام طور ڏٺو ويو آهي تہ شاعريءَ جي سٽن ۾ سونهن جا رنگ اهڙن موضوعن ۾ عام هوندا آهن جن جو تعلق عشق، محبت بهار، وسڪارو يا انساني جسمَ جي حُسن سان هوندو آهي. پر اسان جي عظيم شاعر قاسيءَ جي تختي جي تصوير ناهيندي بہ ان ۾ حُسن پئدا ڪيو آهي. هي رڳو شاعريءَ کي اعليٰ فن ڏيڻ جي ڪوشش ئي ناهي پر انهن انقلابي ڪردارن جي مجتا پڻ آهي جيڪي وقت جي ظلمت خلاف جهاد ڪندي قاسي تي چڙهي تا وجن پر سر نہ تا جهڪائين:

محبت جي ميدان ۾ اچي پير پَيان،
سر وڍڻ، ڌڙ ڌار ڌرڻ، ايءُ سينگار سندان،

ڏيندا مون ڏٺان، ٻئا محبوبن لئيءَ.

ڀٽائي صاحب جي نظر ۾ اهو سرنهن جو سينگار آهي جڏهن ڪو انسان عظيم مقصد ڪي ماڻڻ لاءِ ۽ وقت جي ڪوڙ نفاق ۽ پرماريہ خلاف جهيڙيندي سر وڍائي ٿو ڇڏي. اسان کي رسالي ۾ اهڙا ڪيترائي بيت ملن ٿا جن ۾ سوريءَ کي سينگار ڪوٺيو ويو آهي:

سوري آهہ سينگار، اصل عاشقن جو،
مُڙڻ، موڙڻ، ميهڻو، ٿيا نظاري نروار،
ڪسڻ جو قرار، اصل عاشقن کي.

سر ڪلياڻ جنهن کي عام طور ڀٽائي صاحب جي مذهبي فلسفي جي پرچار وارو سر سمجهيو ويندو آهي ان ۾ انقلابي ڪردارن جون تصويرون، شهادت جا عڪس ۽ اڻموٽ انسانن جي سونهن جا اڻ ڳڻيا ترورا موجود آهن:

سوريءَ چڙهڻ، سيج پسڻ، ايءُ ڪم عاشقن.
پاهون ڪين پسن، سائو هلن سامهان.

سوري تي چڙهڻ ۽ سر جي قرباني ڏيڻ ڀٽائي صاحب جي نظر ۾ موڙ ٻڌي، گهوٽ ٿي، شاديءَ جي سيج تي وهڻ جي برابر آهي. "حورون هار ٻڌن، سهرا شهيدن کي. "

بهرحال هن پروگرام ۾ اسان جيڪي بيت پڙهيا، انهن ۾ اسان جي عظيم شاعر پاران حق ۽ سچ لاءِ انقلابي جدوجهد جو جيڪو پيغام آهي سو ڀٽائي صاحب جي شاعريءَ جو هڪ الڳ موضوع آهي جنهن تي اڳتي هلي تفصيل سان روشني وڌي ويندي. في الحال هنن بيتن پڙهڻ جو مقصد اهو هو تہ اوهان کي شاعري جي انهيءَ فن سان واقف ڪجي جنهن ذريعي غير رومانوي موضوعن تي چيل بيتن منجهان اهڙيون تصويرون ٺاهي سگهجن ٿيون جن تي حسن، جمال ۽ سونهن وارن رنگن جي اندلٺ نظر ايندي هجي. هي فن شاعريءَ کي عظيم بڻائي ٿو ۽ ڀٽائي صاحب ان هنر جو بادشاهہ لڳي ٿو اچو تہ آخر ۾ سندس هڪ خوبصورت بيت ٻڌون جنهن ۾ لڳي ٿو تہ ڀٽائي صاحب جي اک جي ڪئميرا هڪ وڏي جنگ جي ميدان تي رکيل آهي جنهن ۾ مختلف طرفن کان جهيڙيندڙ جوان هڪٻئي تي زوردار وار ڪري رهيا آهن. هن بيت ۾ نظر ايندڙ

تصوير ۾ جنگ هلندي نظر ايندي ۽ جنگ جا ڪردار چرپر ۾ مخسوس ٿيندا. البت جنگ جو ميدان جنهن کي ڪيڏارو چئبو آهي ان جي تصوير ناهيندي پتائي صاحب ان ۾ سونهن جو هڪ عنصر استعمال ڪيو آهي، جنهن سان جملي تصوير سهڻي ٿي لڳي.

چپر جيئن پهون، تيئن رڻ ڳجهن رانئيو،
ونڪا ونڪن گڏيا، ڊوڙيو ڏين ڍهون،
مُهاين وهون، نير مهانگو ڪنديون.

جيئن جبل تي اچيون، ڪاريون ۽ چنڪمريون ڀڪريون چڙهي ويندون آهن ۽ پهاڙ جو منظر ٻيو ٿي ويندو آهي. تيئن جنگ جي ميدان ۾ ڪنجي مري ويل ماڻهن جي لاشن تي ڳجهن اچي ڳاهٽ ڪيو آهي. بهادر بهادرن سان وڙهي رهيا آهن ۽ جنگ ايڏي وسيع آهي جو مرندڙن جون زالون مڙسن جي ماتم ڪرڻ لاءِ جڏهن پنهنجا ڪپڙا نيرولي‌ءَ وٽان رنگائيندين ته سنڌ نير واري واپاري جنس بزار ۾ مهانگي ٿي ويندي. سو هن بيت ۾ پهاڙ جي مٿان ڀڪرين جي رنگن واري جهرمر اها سونهن آهي جنهن جو رنگ هاري تصوير کي خوبصورت بڻايو ويندو آهي. پاڻ ايندڙ پروگرام ۾ اهڙيون ٻيون به تصويرون ڏسنداسين. تيستائين موڪلاڻي ناهي. .

## قيد جي شاعري

قسط: 18

جيڪڏهن ايئن چئجي ته غلط نه ٿيندو ته دنيا جي بهترين شاعري قيد ۽ بند واري حالت ۾ تخليق ٿي آهي، جيلن ۽ ٽارچر ڪئمپن ۾ لکي وئي آهي. شهنشاهه ايران جي ڏينهن ۾ اتي جي جاسوس ۽ دهشتگرد تنظيم "ساوڪ" جي ٽارچر ڪئمپن ۾ ايراني شاعرن جي نئين نسل جيڪا شاعري ڪئي هئي سا جڏهن شهنشاهه ايران جي تختي اونڌي ٿيڻ کانپوءِ ٻاهر نڪتي ۽ منظر عام تي آئي ته ان کي پڙهي دنيا دنگ رهجي وئي. ويٽنام جو ابو هوچي منهه، جنهن کي

عام طور تي رڳو سياسي اڳواڻ ۽ مها انقلابي طور سڃاتو ويندو آهي تنهن جيل ڪاٽڻ واري زندگي دوران جيڪا رس ڀري، خوبصورت ۽ انقلابي توڙي رومانوي شاعري ڪئي آهي ان جو اندازو صرف ان جي مطالعي سان ئي سگهي ٿو. اهڙي طرح فلسطين ۽ دنيا جي بيشمار ٻين ملڪن ۾ ڪيترين ئي ٻولين جي شاعرن، وقت جي ظلمت خلاف بغاوت ڪندي ۽ انياءَ سان اٽڪي ظالم حڪمرانن جي تهه خانن ۽ قيد بند جي اونداهن ڪمرن ۾ رهي شاعريءَ جون انيڪ شمعون روشن ڪيون آهن. ان جو هڪ اهو به ڪارڻ آهي ته شاعراڻي مزاج وارو ماڻهو آزادي جو متوالو ٿيندو آهي ۽ اظهار جي آزادي ته هن جو ڌرم هوندو آهي. اهڙو انسان جڏهن قيد ڪيو ويندو آهي ۽ هن جي چپن کي ٽاڪا هنيا ويندا آهن تڏهن هن جي اندر جا اڌما ۽ تخليق جا ڦاٽندڙ جبل لاوا بڻجي هن جي چپن جا ٽاڪا ٽوڙي ٻاهر نڪري ايندا آهن ۽ انهن اڌمن ۽ احساسن کي عوام تائين پهچڻ لاءِ کين لفظن جو جيڪو جادو پارايو ويندو آهي انهن جو سنگم عظيم شاعريءَ کي جنم ڏيندو آهي.

هن خيال ۽ هن راءِ جي تصديق سنڌي ٻوليءَ جي مهان شاعر شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جي هڪ بيت مان به ٿئي ٿي جنهن ۾ هن قيد ۽ بند واريءَ زندگيءَ دوران گهاريل ڏکدائڪ لمحن ۽ ڏکين ڏينهن کي هنئين بيان ڪيو آهي:

سڪر سي ئي ڏينهن، جي مون گهاريا بند ۾،
وسائيه وڏ ڦڙا، متي ماڙيءَ مينهن،
واجهاٽيس وصال کي، ٿيس تهوارون تيئن
نيرُ منهنجو نينهن، اُجاري اڇو ڪيو.

سر مارئيءَ جو هي بيت ۽ ان سر ۾ چيل جملي بيت ان حقيقت جي شاهدي ڏين ٿا ته قيد ۽ بند ۾ رهي عظيم شاعري سنڌي ٻوليءَ ۾ به ڪئي وئي آهي ۽ ان خوبصورت شاعري جو تخليقڪار ڀٽائي صاحب آهي. هونئن سنڌي شاعري جي جديد تاريخ تي نظر ڦيرائي ويندي ته صاف نظر ايندو ته شيخ اياز کان وٺي نئين ٽهيءَ جي ڪنهن ڳيرو شاعر تائين بي شمار سنڌي شاعرن قيد جي شاعري ڪئي آهي ۽ ان جو هڪڙو سبب اهو به آهي ته سنڌي شاعر پنهنجي عوام سان ڏک

سک ۾ گڏ رهڻ وارو وچن پاڙڻ لاءِ سنڌ جي سياسي تاريخ جي هر بحراني مرحلي تي جيل ڪاٽيا آهن، بند ڏٺا آهن ۽ ٽارچر پوڳيا آهن. ان ڪري اسان جي جديد دور واري شاعريءَ جو وڏو حصو جيلن ۾ تخليق ڪيو ويو آهي. پر جڏهن اسان رسالي جو سر مارئي پڙهون ٿا ته اسان کي لڳي ٿو ته سنڌي ٻوليءَ جي ڪلاسيڪل شاعرن پڻ قيد جي شاعري تخليق ڪئي آهي ۽ ان سلسلي ۾ خاص ڪري پنائي صاحب جا جيڪي بيت ملن ٿا انهن کي پڙهي محسوس ٿئي ٿو ته پنائي صاحب پاران تخليق ڪيل قيد واري شاعري دنيا جي ورلي ٻئي ڪنهن عظيم شاعر وٽان ملي سگهندي. اهو ٻڌي اوهان ضرور سوچيندا هوندا ته شايد اهو سڀ ڪجهه چوندي منهنجو مقصد اهو آهي ته پنائي صاحب به پنهنجي دور ۾ جيل ڪاٽيو آهي، قيد بند ڪيو ويو آهي ۽ هن کان به آڏي پڇا ٿي آهي ۽ هن کي به وقت جي ظالم حاڪمن جو ٽارچر پوڳڻو پيو آهي سو سائين باوجود ان جي ته هن پروگرام جو اهو موضوع ناهي، پر آءٌ سندس ئي شاعريءَ جي حوالي سان ثابت ڪري سگهان ٿو ته اهو سچ آهي ته پنائي صاحب پنهنجي دور جي رجعت پسند ۽ جاگيرداري سوچ وارن حڪمرانن سان مهاڏو اٽڪايو هو ۽ پاڻ ان وقت 28 ورهين جي عمر ۾ قوهه جواني ماڻي رهيو هو جڏهن دهلي ۾ مغل شهنشاهيت ۽ سنڌ ۾ ڪلهوڙن جي تنگ نظر حڪومت هارين جي تاريخي بغاوت کان پوءِ 1717ع ۾ جهوڪ شريف واري شاهه عنايت ۽ سندس ساٿين کي شهيد ڪري ڇڏيو هو جنهن کان پوءِ هڪ ڊگهي عرصي تائين سنڌ جي صوفين خلاف مهم هلائي هئي ۽ ان دوران پنائي صاحب جي سوچ وارا ڪيترائي صوفي قيد ڪيا ويا هئا ۽ جيڪي پوئتي باقي بچيا هئا سي انڊر گرائونڊ ٿي ويا هئا يعني روپوش ٿي ويا هئا، سو پلي ته اسان کي اهڙو تاريخ جو ڪو ڪتاب نه ملي سگهي جنهن ۾ چاٽايل هجي ته پنائي صاحب به قيد ڪيو ويو هو يا هو لاهوت لا مڪان ۽ هنگلاج وغيره ڏانهن روپوش ٿي ويو هو، پر سوال اهو آهي ته ڇا شاهه جي رسالي کان وڌيڪ سنڌ جي مستند ٻي ڪا تاريخ ملي سگهي ٿي. اوهان کي اها ته پليءَ پت پروڙ هوندي ته پنائي صاحب جي دور ۾ تاريخ لکڻ جو ڪم گهٽو ٽٽو

درٻاري ليکڪ ڪندا هئا. انهن کان اها توقع ڪيئن ٿي ڪري سگهجي ته اهي پنهنجن آقائن کان باغي ٿيل ڪردارن کي پنهنجي تاريخ ۾ جاءِ ڏين.

سو بهرحال، جيئن مون اڳ ۾ به عرض ڪيو ته هن پروگرام جو موضوع اهو ناهي ته ان حقيقت کي ثابت ڪيو وڃي ته سنڌي ٻوليءَ جو عظيم شاعر به قيد ڪيو ويو هو ۽ هن به جيل ڪاٽيو هو. اسان جي هن پروگرام جو موضوع آهي."قيد جي شاعري" ان سلسلي ۾ اسان ڀٽائي صاحب جي شاعري جو موضوع وار مطالعو ڪندي ان موضوع تي بيت پڙهنداسون۽ بيت پاڻ هن بحث جو منطقي نتيجو ڪڍي ظاهر ڪندا.

قسمت قيد ڪياس، نه ته ڪير اچي هن ڪوٽ ۾،
ونحن اقرب اِليہ من حبل الوريد، وطن آءٌ ويندياس،
مارن کي ملندياس، ڪوٺيون ڇڏي ڪڏهين.

ڳچي ڳانا لوهه جا، زيرون ۽ زنجير
پيڪڙا پيرن ۾، ڪوٺين اندر ڪيرَ
چاري چوگانن ۾، واهيت ڪن وزير
ڇنِ نه ڇڇي آهيان، اهڙيءَ سِٽَ سرير
مارو چام مليرَ پڇج ڪي پنوهارِ ڪي.

هنن بيتن ۾ مارئيءَ کي علامت ناهي ڀٽائي صاحب ڪنهن اهڙي قيديءَ جي تصوير ٺو چٽي جيڪو بادشاهه جي ڪنهن مضبوط قلعي يا ڪوٽ ۾ قيد ٿيل آهي، هن کي زيرون يعني ٻيڙيون پاتل آهن، زنجيرن سان جڪڙيل آهي، ڳچي ۾ رنگبرنگي ريشم جي ڳانن بدران لوهه جا ڪڙا پاتل اٿس، پيرن ۾ لوهه جون ڪڙيون وڌل اٿس ۽ جبل جي اونداهين ڪوٺين يا تهه خانن ۾ بند ڪيو ويو آهي. اهو قيدي جنهن ڪوٽ ۾ بند آهي ان جي چوگانن يعني ايوانن ۾ چاري يعني جاسوس گهمي ڦري رهيا آهن ۽ اهو قيدي ايڏو خطرناڪ آهي جو هن جي واهيت ۽ نظرداري ڪو ننڍو وڏو سپاهي نه ٿو ڪري پر ان لاءِ وزير جي حيثيت جو اعليٰ عملدار مقرر ڪيو ويو آهي.

هيءَ قيد جي شاعري آهي ۽ ان شاعريءَ جو معيار ان حقيقت مان واضح آهي ته بيت ۾ قيدي پنهنجين هٿڪڙين، لوهه جي بيڙين ۽ زنجيرن جي آوازن سميت چرندي پرندي نظر اچي رهيو آهي:

هٿئين هٿ ڪَڙول، هينئڙي پيم هُن جا،
سانگي ساريم سومرا، ڏاڍي پاسي ڏول
ٻاٻاڻن سين ٻول، ڪيم نه ڪوٽ وهڻ جا.

(هٿن ۾ هٿڪڙيون حڪمران وڌيون آهن ۽ دل ماروءَ قيد ڪري ورتي آهي

زيريين بيڙين لوهه ۾، ڳِنَن ڪيس ڳاهُ
سنڪي سندي سومري، هَڏ مَ چاڙهيم ماهُ
سرتيون دعا ڪجاهُ، ته پرم ڀاروڙيءَ رهي.

هاڻي پٽائي صاحب ان قيديءَ جي ذهني ڪيفيت بيان ڪري ٿو جنهن کي هو مارئي ٿو سڏي۔ عام طور تي جيل اچڻ ڪانپوءِ قيديءَ کان آڏي پڇا ٿيندي آهي ۽ هن کي آڻ مڃڻ لاءِ زور بار وڌو ويندو آهي ۽ جيڪڏهن قيدي ڪنهن به لالچ لوڀ يا آچ کي قبول نه ڪندو آهي ته پوءِ سزا طور ڪيس ايذاءَ ڏنا ويندا آهن:

سِيل پيچڻ جي سورا، مَتِ مَ آڇج ميرَ
ٿورين گهٽين ڏينهڙين، وينديس هُتِ هميرَ
مڃڻ منجهه مليرَ، ڪنڌ مٿانهون نه ڪڻان.

سو اهو قيدي حڪمران جي آچ ٺڏي ٿو ڇڏي ۽ پوءِ هن کي ٽارچر ٿو ملي. هن جي جسم تي تيز ڌار وارن اوزارن سان جهير ڏنا ٿا وڃن ۽ وڌيڪ ايذاءَ ڏيڻ لاءِ انهن تازن زخمن تي لوڻ ٻرڪيو ٿو وڃي:

جيئن لوڻ لڳين لائيين، چيري چيري چَمُ
ته ڪَرَ مون اڳي نه ڪيو اهڙو ڪوجهو ڪم
جان جان دعويٰ دم، تان تان پرت پنوهار سين.

سر مارئي وارو قيدي ايذاءَ سهي به آڻ نه ٿو مڃي. ظالم بادشاهه جي ڪوٽ ۾

قيد ٽيڻ جي باوجود هن جي هر شيءِ کان بائڪاٽ ٿو ڪري. نہ هن جو ڪپڙو ٿو پائي نہ هن جو تيل ٿو جسم کي لائي، ماڙين کي ترجي جهوپن کان گهڻ اهميت ٿو ڏئي. وار نہ ٿو ڌوئي ۽ ڦاٽل ڪپڙا جيڪي اباڻن ڏنا اٿس ۽ پنهنجي عوام پهرايا اٿس سي جيڪڏهن ڦاٽي ٿا پون تہ ان کي سبي ٿوپا ٽنگا ڏئي پائي ٿو پر حڪمران پاران ڏنل ڪپڙن کان نفرت ٿو ڪري ۽ پنهنجي عزم کي ماٺو نہ ٿو ڪري:

سِبي سيبا ڏئي، پوري نينهن نہ ڪچو ٿي

ڪتيءَ وٽيون ڪُتيون، سِتي سَيٽي سي

مچڻ چونم ڪي، تہ لڄايئي تر ڄائيون.

مينڌيا ڌوءِ نہ مارئي، نہ ڪِلي نہ ڪاءِ
عمر جي انصاف جا ويٺي واساما ڳاءِ
هيءَ جا ڪيئي هاءِ، سا، مهند، ايندءِ منهن ۾.

جيل ۾ ويٺي قيدي پورٿو پڇائي تہ حڪمران هن سان انصاف ڪندو يا نہ؟ ۽ پوءِ حڪمران کي مخاطب ٿي چوي ٿو تہ هي جيڪو تو هاجو ڪيو آهي. ان جي سزا توکي بہ ڀوڳڻي پوندي ۽ هڪ ڏينهن عوام اٿي پوندو ۽ جيڪي ڪجهہ تو ڪيو آهي ان جو ليکو ڏيڻو پوندءِ.

سو سائين، قيد جي شاعري، جيڪا ڀٽائي صاحب ڪئي آهي ان جو ڪئنواس ڏاڍو ڪشادو ۽ وسيع آهي. ان ۾ جيل جي اندر وارا منظر آهن، قيديءَ جو جيل کان ٻاهر عوام سان جيڪو رشتو آهي ان جا تفصيل آهن، قيد جون سختيون آهن. دل ۾ ايندڙ طرح طرح جا خيال آهن ۽ پوءِ حق سچ جي لڙائيءَ ۾ وڙهندڙ قيدي جي بغاوت آهي، سمجهوتي ڪرڻ کان انڪار آهي ۽ آخر ۾ ڏيکاريل آهي تہ حڪمران پاڻ صلح ٿو آڇي ۽ قيديءَ کي آزاد ٿو ڪري، سو سر مارئي ۾ قيد ٿيڻ کان وٺي قيد مان آزاد ٿيڻ تائين واري عرصي جون انيڪ

ڪيفيتون آهن جيڪي ايندڙ ڪجهه پروگرامن ۾ پيش ڪنداسون. تيستائين موڪلاڻي ناهي. سدائين گڏ.

قسط: 19

پٽائي صحب جي شاعريءَ جو موضوعوار مطالعو ڪندي اسان اڳئين پروگرام کان وٺي جنهن موضوع تي بيتن جي چونڊ ڪري اوهان سان رهاڻ ڪري رهيا آهيون، ان جو موضوع آهي. "قيد جي شاعري" اڳئين پروگرام ۾ اوهان جيڪي بيت ٻڌا هئا انهن ۾ ڄاڻايل هو تہ مارئي جي نالي ۾ هڪ قيدي يا قيدياڻي عمر سومري نالي ڪنهن بادشاهه جي قيد ۾ بند آهي ۽ ان بانديءَ کي وقت جو حاڪم جيڪي دلاسا دڙڪا، لوڀ ۽ لالچون ڏئي ٿو انهن کي قيدي ٺڏي ڇڏي ٿو ۽ پنهنجي اصولن تي ضد ٻڌيو ويٺو آهي. ساڳئي پروگرام ۾ اسان ڪجهه اهڙا بيت پڻ پڙهيا هئا جن مان قيد ۽ ان جي اندر حالتن جي تصوير چٽيل هئي ۽ قيد کان ٻاهر پنهنجن ماڻهن لاءِ اڪير هر وقت بنديءَ جي زبان تي هئي. هن پروگرام ۾ اسان ڪجهه وڌيڪ ڪيفيتن جو ذڪر ڪنداسون جيڪي سر مارئي ۾ پٽائي صاحب پاران تخليق ڪيل قيديءَ واري ڪردار ۾ نظر اچن ٿيون.

بندي ٻيا قرارِ اسين لوچون لوهہَ ۾
مٽي تن ترارِ سدا سانيڻن جي

سر مارئيءَ ۾ پٽائي صاحب جو باندي قيد ۾ بہ جدوجهد جاري رکيو ٿو اچي جڏهن تہ جيل ۾ جيڪي ٻيا قيدي آهن، اهي آرام ۽ قرار سان قيد ڪاٽي رهيا آهن. ان جو هڪ ڪارڻ اهو بہ آهي تہ هي قيدي انوکي قسم جو آهي. هن جي من ۽ تن مٿان ماروئڙن جي اُڪير جي تلوار لٽڪي رهي آهي، هو جيل ۾ هئڻ جي باوجود پنهنجي ديس واسين جي اهنجن آزارن، ڏکن ڏوجهرن ۽ سورن جا پور پچائي رهيو آهي. ان ڪري جيل ۾ بہ هن جو قرار قِتل آهي، هو بي چين آهي ۽ سوچي رهيو آهي تہ. هميرن حساب ڪهہ ڄاڻان ڪيئن ٿيو؟ انهيءَ قيديءَ جي تصوير ڏاهيندي پٽائي صاحب چوي ٿو:

کريو مُهاڙ ملير ڏي، روءِ اِيي چوءِ
سُهجَ سوري پانئيان، سومرا سندوءِ
مِلڪَ ماروءَ جي آهيان، جَورِ نہ ٿيان جوءِ
سو قَلب کوٽ نہ هوءِ، جو هُتيجن هٿ کيو.

ڀٽائي صاحب جي قيد واريءَ شاعريءَ جو هيرو جنهن جو وطن ملير آهي تنهن کي پنهنجي وطن جي ٿي اڻ تڻ آهي. وقت جي بادشاهہ پاران کيس آڻ مجڻ لاءِ جيڪو سک ۽ آرام آڇيو ويجي ٿو ان کي ڦاهيءَ جو ڦندو تصور ڪندي سمجهوتو ڪرڻ جي مڙني امڪانن کي رد ڪندي اعلان ٿو ڪري تہ هن کي جهڪائي نہ ٿو سگهجي.

کريو مُهاڙ ملير ڏي، اُپيائي آهي
جا متي ڏِنيسِ مارئين، سا نہ لاهي
سومرا سَاهَي سَتِيءَ وجهہ مَ سنگهرون.

سو اهو قيدي وقت جي حاڪم کي مخاطب ٿي چوي ٿو تہ پنهنجن اصولن ۽ ست سِيل کي برقرار رکڻ واري قيديءَ کي زنجيرن ۾ جڪڙي قيد نہ ڪر. اهڙي طرح هن قيديءَ کي جيل جي ڪا بہ تڪليف جُهڪائي نہ ٿي سگهي. ها، البت پنهنجن مارن جي ميار، مهڻو ۽ ٻي رخي هن لاءِ تڪليف جو باعث بڻجي ٿي:

جي ڪر لڏائون، تہ بنديءَ بند نہ ساريو
ماروئڙن آئون، جيڪس ويس وسري.

ماڙين ماريس ڪينڪي، مُيس مارُن لاءِ
ڪر لهندا ڪڏهين، منهنجي اچي ماءِ
سانپيئڙن سداءِ، ويٺو واجَهہ وجهي هِنيون.

ماڙيءَ کي قيد جي شاعريءَ ۾ ڀٽائي صاحب ٻن صورتن ۾ ڄاڻايو آهي. هڪ محلات يا بنگلو ۽ ٻيو جيل جي ماڙي جيڪا هر جيل جي سامهون واري لنگهہ جي مٿان ٺهيل هوندي آهي. اتي قيدي کي سڏي ان کان آڏي پڇا ڪئي ويندي

آهي ۽ سندس قيد جو جملي رڪارڊ پڻ اتي رکيو ويندو آهي. جڏهن ڀٽائي صاحب چوي ٿو ته،"پکن جي پريت، ماڙين سين نه مٽيان" ته اتي ماڙيءَ مان مراد آهي گهڻ ـماڙ عمارت ـوري هن بيت ۾ ڏسو جيل واري ماڙي ڏانهن اشارو آهي:

ماڙيءَ چڙهي ڏٺام، پکا پنهنوارن جا
هڪ اڳيئي سهڻا، ويتر مينهن اٺان
کهڙا ڏوهه ڪيام، جيئن ٿرِ مارو، آءُ ماڙئين ـ
هيءَ اها ماڙي آهيُ جنهن بابت ڀٽائي
صاحبؒ هڪ ٻئي بيت ۾ چيو آهي ته،
"ماڙيءَ وِهيِ مَسَ، ملير ويندي ماروئي."
ڀهرين رات پسي، مون ماڙيءَ مَنُ ڦڪو ڪيو
مَوَهڙِ ماروئڙن ڪي، واحد ڏيج وسي
آهَرَ جنهن اَسِي، سو ملندو شال ملير ۾.

ڀٽائي صاحب جي قيد واري شاعريءَ جو باندي ڪو سمجهوتو نه ٿو ڪري، ڪا آڻ نه ٿو مڃي ۽ پنهنجي ارادن تي اٽل ۽ اڏول بيٺو آهي، ان جو هڪڙو راز اهو به آهي ته هن ڪردار جو خالق ڪيس ايئن ڪرڻ جو ڏس ڏئي ٿو:

مَ ڪي روءُ مَ رڙڪي، هنجون هڏ مَ هار
توتان بند بِدا ٿيو ٻيڙيون، نيئي ٻار
ڀهچنديءَ پنهوار، سَگِهي سنگهارن ڪي.

مَ ڪي روءُ، مَ رڙُڪي، مَ ڪي هَنجون هارِ
جهڙا اچن ڏينهڙا، تهڙا ويٺي گهار
ڏکن پنيان سڪڙا، سگها ٿين سگهار
لتا لوهَ لطيف چئي پروڙج پنهوار
ٻيڙيون نيئي ٻار، تو تان بند بِدا ٿيو.

پنهنجي ڪردار ڪي اجا بہ همت ڏياريندي، هن جي عزم ڪي وڏيڪ پختو ڪندي ۽ بانديءَ ڪي بند مان آزاد ٿيڻ جي سلسلي ۾ دلداريون ڏيندي ڀٽائي صاحب چوي ٿو تہ:

ڪو ڏينهن آهين ڪوٽ ۾، لوئي هَڏ مَ لاهہ
ڪامَڻِ، آن جي ڪُرَ جي، آڏ وڏائي آهِ
هت مَ پاڙج هيڪڙو، پائر جي پساهِ
ستي سِيل نباهِ، ملير ويندينءَ مارئي.

وري چوي ٿو:

سي ساهيڙيون سارين تو، سِيلُ جنين جو سچ
ماروءَ ريءَ ۾َ مچ، سِيهو پائنئج سون ڪي.

پنهنجي قيدي واريءَ شاعريءَ ۾ ڀٽائي صاحب پنهنجي باندي ڪردار ڪي جيڪا تعليم ڏني آهي ان جو نتيجو اهو نڪري ٿو تہ مارئي چوي ٿي:

ڪانڌ نہ ڪنديس ڪو ٻيو. ڪتيرو ٿي خوب
ميروئي محبوب، اسان مارو من ۾.

مُنهن منهنجو سومرا، مَر ميروئي هوءِ
متان مارو چوءِ، ڌوتوءِ ڌوراڻن ۾.

سو اها چِڪتاڻ جاري آهي. مارئي قيد ۾ بند آهي ۽ وقت جي حاڪم آڏو جهڪڻ کان انڪاري آهي. هن کي پنهنجي مارن جي لوڙ لڳل آهي ۽ راتو ڏينهن پنهنجي وطن ۽ عوام جو ئي سوچي رهي آهي."جاڳندي جو ئي سُتي پڻ سوئي"واري ڪيفيت هن تي ڇانيل آهي ۽ پوءِ جڏهن مارئي مارن جي ڏنل ڪتيءَ ۾ سمهي رات جو ننڊ جي هنج ۾ هلي ٿي وڃي تہ خواب ٿي لهي:

رات لڌم سُهنو ڪتيءَ ۾ خاصو
اناميِنهن ملير ۾، ٿيو تڙ تڙ تماشو
چوريان جان پاسو، تہ جسو زنجيرن ۾.

سو سائين، قيد جي شاعري جو ڪردار، وقت جو حاڪم، انهيءَ اڻ ـموٽ فلسفي جو خالقؔ ۽ مارن جون ميارون، ساهيڙين جون ساروڻيون، "ڪن

فيڪون" ڪان بہ اڳي ڪيل وچن ۽ انهن اصولن تي پاسخاطريءَ جي سلسلي ۾ ڀٽائي صاحب جيڪا شاعري ڪئي آهي، اهو موضوع اجا اسان جي ڪجھہ پروگرامن تائين جاري رهندو. تيستائين اجازت. موڪلاڻي ناهي.

قسط: 20

ڀٽائي صاحب پنهنجي رسالي ۾ جيڪا قيد جي شاعري ڪئي آهي، ان جون انيڪ ڪيفيتون آهن ۽ سندس شاعراڻو فن ايڏو تہ سگھارو آهي جو هن جي لفظن ۾ قيديءَ جي چرپر بہ محسوس ٿئي ٿي. رسالي جي قيد واريءَ شاعريءَ جو ڪردار، يعني مارئي، نہ رڳو جسماني طور چرندي پرندي نظر اچي ٿي پر هن جي ذهن ۾ جيڪو مانڊاڻ متل آهي ان جي لوچ بہ محسوس ٿئي ٿي. هن ڪان اڳ ڪجھہ پروگرامن ۾ ڀٽائي صاحب جي باندي ڪردار جي عزم، حوصلي، آڻ نہ مڃڻ ۽ اصولن تي پختي رهڻ بابت ڪافي بيت پڙهيا هئاسون. هن پروگرام ۾ قيديءَ جي انهيءَ ڪيفيت جو ذڪر ڪنداسون جنهن ۾ هن کي پنهنجو عوام ياد ٿو اچي، پنهنجن مارن جي سارهانوَ ۾ هرڻ ٿي لڳي ۽ انهن سانگيئڙن جي اڪير اندر مان اڌمو بڻجي ٻاهر ٿي نڪري جن لاءِ قيدي بندِ ۾ پوڄي رهيو آهي:

نڪو اير نہ ڀير، نہ ڪي اوٺي آئيو
مون وٽ آيو ڪو نہ ڪو، پائران پري پير
ڪتابتون ڪير، آڻي ڏيندم ان جون.

نہ خبر، نہ خواب، نہ ڪو اوٺي آئيو
هُتي جو رهت ڪَهين، ڏنو ڪو نہ جواب
هميرن حساب، ڪُھُ ڄاڻان ڪيئن ٿيو.

هيءَ اهڙي ڪيفيت آهي جنهن ۾ قيديءَ جو پنهنجي عوام سان رابطو ٽٽي ويو آهي ۽ مارئيءَ کي اها ڳڻتي ڳاري رهي آهي ۽ همير سومري هن جي غريب ماروئڙن سان الائي ڪهڙي ويڌن ڪئي. ان ڳاراڻي ۾ گھڻو وقت گرڻ ڪان پوءِ

قيديءَ کي نراسائي ۽ نااميديءَ جو احساس ٿيڻ لڳي ٿو ته آخر مارو هن جي ڪَر ڇو نه ٿا لهن؟ هن جي خبر چار معلوم ڪرڻ جي اڻ تڻ ڇو نه ٿا ڪن. آخر ڳالهه ڇا آهي؟ ڇا ايئن ته ناهي ته مارن ٻاجهه ڪانگهاري ڪري ڇڏي آهي؟

ڪيم مهاڙ مَلير ڏي، متي ڪوٽ چڙهي
نت نهاري ڏيهه ڏي، ڳوڙها پيم ڳڙي
نڱي ڪُوڪَ قلب مان، منجهان روح رڙي
وِيڙهيچنَ وري، ڪِرَ نه لڌي ڪڏهين

لنگڙياري لوءِ ۾، جنين لاءِ ٽياس
(يعني جنين لاءِ هتي هن علائقي ۾ لينگهون لوڏي رهي آهيان)
تنين تِرَ جيترو، پلڪ نه پڇياس
جهروڪن (يعني ماڙين)

جهوريو هنيون، ڪوٺين آءُ ڪُنياس
مارُن مونجهه مياسِ، نه ته ماڙين ماريس ڪين ڪي.

ماڙين ماريس ڪين ڪي، مُيس مارن لاءِ
ڪَرَ لهندا ڪڏهين، منهنجي اڇي ماءِ
سانييئڙن سنداءِ، وينو واجهه وجهي هنيون.

هنن بيتن ۾ قيدي ان پريشانيءَ جو ذڪر ٿو ڪري جيڪا عوام سان رابطو ٽٽي وڃڻ جي حالت ۾ هن تي طاري آهي ۽ مارئي چوي ٿي ته مو نکي جيڪا مونجهه ماري رهي آهي سان مارُن جي آهي. جيل جون ماڙيون منهنجي پريشانيءَ جو ڪارڻ ناهن. ڳڻتي اها آهي ته مارن جو ديس وسيو الائي ڪو نه، تر ۾ ڏڪار ختم ٿيو الائي نه، ان اوسيئڙي ۾ ويني آهيان، ته من ڪو مليرمان ڪا خير جي خبر ڪٿي اچي.

آيو ڪير ڏيهان، جنهن ڪَرَ پڇان خبرون
وڃون اُنِ وَٽان، رات ماروءَ تي وُٺيون
جِهڃان ۽ جُهران، جيئن سٽان پري ٽٽا.

# ليڪچر
# پيڻائيءَ جو نظريو

سنڌ، ترقي پسند ادبي تحريڪ ۽ پيڻائيءَ جي حقيقي فڪر ۽ نظرئي جو شارح، جيڪو پاڻ چوڻي ٿو ته ڪيس پيڻائيءَ جو شاونسٽ ڪوٺيندا آهن ۽ هڪ وڏي ادبي ۽ صحافتي نالي واري ماناٽتي انور پيرزادو کان"پيڻائيءَ جو نظريو" واري موضوع تي 26 آگسٽ 1988ع تي سنڌي ادبي سنگت ڏوڪريءَ پاران ليڪچر ڪرايو ويو. هن پروقار تقريب ۾ نئين ٿهيءَ جي ترقي پسند شاعرن، اديبن ۽ عام سياسي شخصيتن جهجهي تعداد ۾ شرڪت ڪئي. تقريب جي ڪارروائيءَ جي ابتدا انور ابڙي پيڻائيءَ جي بيت سان ڪندي سنگت ڏوڪريءَ جي سيڪريٽري ۽ نوجوان ڪهاڻيڪار نثار ڪوکر ڪي ماناٽتي مهمان انور پيرزادي جي مانَ ۾ آجياڻي وارا لفظ چوڻ کان پوءِ وڌيڪ ڪارروائي هلائڻ لاءِ سڏ ڪيو. نثار ڪوکر جي آجياڻي کان پوءِ نئين ٿهيءَ جي ترقي پسند شاعر محمد علي پيڻاڻ، انور پيرزادو تي لکيل پنهنجو تعارفي مقالو پڙهيو. هن چيو ته"رسول حمزه طوف چيو هيو ته اهو نه چئه ته مون کي موضوع ڏيو. اهو چوڻ گهڻو بهتر آهي ته مون کي اکيون ڏي." انور وٽ موضوع به پنهنجا آهن، ته مسئلا به پنهنجا آهن. هن پنهنجي اکين سان جيڪو ڪجهه ڏٺو آهي، اهو ئي لکيو آهي. هن شيخ اياز وانگر مهاڻيءَ کي سينگاريءَ جا چلڙ لاهڻ جهڙي تصوراتي ۽ بناوٽي ڳالهه ڪڏهن به نه چئي آهي. هن کان لکت ۾ هيل تائين مشاهدي جي ڪا به چڪ نه ٿي آهي. هن پنهنجي هر تخليق کي باريڪ بينيءَ سان جاچي پوءِ لکيو آهي. هن وڌيڪ چيو ته انور بنيادي طور تي نظم ۽ آزاد نظم جو ذهين ترين شاعر آهي، پر هن وايون، غزل، ترائيل، هائيڪا، نثري نظم ۽ گيت به اهڙي مهارت سان لکيا آهن، جو هڪ ڪن کان ٻڌي ٻئي کان ڪڍڻ ڏکيا آهن. شاعريءَ کان علاوه پيڻائيءَ تي نئين رخ کان تحقيقي مضمون، ڪهاڻيون، ڪالم ۽ اخباري رپورٽون به

پنهنجي حساب سان مختلف انداز ۾ لکيون آهن. هو اديب هئڻ سان گڏ هڪ با ضمير صحافي پڻ آهي.

محمد علي پٺاڻ ڪانپوءِ نئين نسل جي ترجمان ۽ اتساهيندڙ تخليقن جي سرجڻهار انور پيرزادي پنهنجي ليڪچر جي شروعات ڪئي.

انور پيرزادي چيو ته "ڀٽائي جي ideology (نظرئي) کي معلوم ڪرڻ لاءِ هن جي شاعريءَ جو totality (تڪميل) ۾ تجزيو ڪرڻو پوندو. هن جي شاعري ڇا آهي؟، صوفي ازم ۽ ان جي معنيٰ ڇا آهي؟ هن جو مذهب ڪهڙو آهي؟ خدا تعاليٰ متعلق هو ڇا ٿو چوي؟ ڀٽائي 1689ع ۾ پيدا ٿيو ۽ 1752ع ۾ وفات ڪري ويو.(اهي سن مهرباني ڪري ياد رکجو.) ڪارل مارڪس 1818ع ۾ پيدا ٿيو ۽ 1883ع ۾ وفات ڪري ويو. 1717ع ۾ شاهه عنايت جي تحريڪ پئدا ٿي ۽ 1871ع ۾ پئرس ڪميون ٿي هئي. اسان جي سياسي ڪتابن ۾ هيئنر انقلابي جدوجهد، جيڪا سڄي دنيا جي آهي، جيڪا سوشلزم ۽ ڪميونزم ڏانهن وٺي ٿي وڃي. ان لاءِ ڪا بغاوت ٿي هئي، جنهن کي ان وقت جي بادشاهن ڇيپائي ڇڏيو هيو. انهيءَ جو ذڪر پئرس ڪميون جي ناليٰ سان ملي ٿو. جيڪا 1871ع ۾ ڪچلي ويئي هئي. سنڌ جي تاريخ ۾ اهو سوشلزم جو پهريون تجربو سڄي دنيا جي تختي تي 1717ع ۾ جهوڪ ۾ ٿيو آهي. انهيءَ کان اڳ ۾ ڪٿي به ناهي ٿيو. اسان کي فخر ڪرڻ جي لاءِ تمام وڏيون علامتون آهن. دنيا جي پهرئين جمهوري علامت موهن جي دڙي جي سرن مان ملي ٿي. مائيڪل جانسين ۽ ٻين محققن مطابق، پر اسان دنيا جي انهن سيني مظلوم ماڻهن وانگر آهيون، جن ۾ خاميون به آهن ته بهادريءَ جا اهڃاڻ به ۽ ٻيو به سڀ ڪجهه آهي. انهيءَ سڄي totality کي ڀٽائي پنهنجي شاعريءَ ۾ سميٽيو آهي. ڀٽائي جي جيڪا سڄي شاعري آهي، هن جو مذهب، هن جو سياسي نقطه نظر، هن جو اقتصادي حالتن تي رد عمل ۽ هن جو سماجيات تي بحث، سنڌ جي تاريخ جون اهم ڪڙيون آهن، جن کي هن قلمبند ڪيو آهي. اهي روايتون، هن جا انهيءَ وقت جي عظيم شاعرن جي شاعريءَ جا ترجما، جيئن اسان اڄ محمود درويش ۽ ايران جي انقلابي شاعرن جا نثري ترجما ڪري رسالن ۾ ڇپايون ٿا، تيئن ڀٽائيءَ به

پنهنجي دور جي تمام وڏن ڪوين جا ڪي چند سٺا شعر ڪٽي جيئن جو تيئن سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيا آهن. ڀٽائي جي سموري شاعريءَ کي مجموعي طور تي ڏسجي ٿو ته انهيءَ مان هن جي آئيڊيولاجي(نظريو) ۽ زندگيءَ متعلق هن جو رخ معلوم ٿئي ٿو. ادب متعلق ڀٽائي جي آئيڊيولاجي ڇٽي آهي. سياسي نظام متعلق هن جو نظريو ڇا آهي؟ اقتصادي صورتحال کي هن ڪيئن سمجهيو آهي؟ سماجي ۽ سنڌ جي تاريخي اهڃاڻن کي هن ڪيئن ڏٺو آهي؟ ڪيئن انهن کي قلمبند ڪيو اٿائين؟ انهن سڀني شين کي ڀٽائي سميٽيو آهي.

انور پنهنجي ليڪچر کي جاري رکندي چيو ته،"ڀٽائي اڍائي پوڻا ٽي سئو سال اڳي جو شاعر آهي، جنهن کي عام طور تي اسان جا نوجوان، اڄ جي دور جا توڙي پراڻي ٽهيءَ جا ڇو ته پراڻيءَ ٽهيءَ جي سنڌي اديبن ته ڀٽائيءَ کي قرآن جو مترجم ۽ مذهبي شاعر ڪري پيش ڪيو آهي، انهن ته ڀٽائي کي سمجهيو ئي ناهي. انهن لاءِ ڀٽائي چيو هو:

ڏسي پسي الله، ٿا نٻي هٿن ڏوڙ ۾.

ڀٽائيءَ کي سمجهڻ جي صلاحيت اسان جي موجوده نئين نسل ۾ پئدا ٿي آهي، جيڪو هن کي own (قبول) به ڪري ٿو ۽ پرکڻ به چاهي ٿو. پر ڀٽائيءَ متعلق هنن جي ذهن ۾ هڪڙا عجيب خيال پئدا ٿيا آهن. ته هو پراڻي زماني جو شاعر آهي. پر توهان کي خبر هجڻ گهرجي ته دنيا ۾ ورلي ائين ٿيو آهي، جو هڪڙي ٻولي(سنسڪرت) جو عظيم شاعر اڄان تائين عظيم شاعر ليکيو وڃي ٿو جڏهن ته هن جي ٻولي استعمال ۾ ئي ڪانهي. اهو سنسڪرت جو شاعر آهي ڪاليداس.

عظيم شاعر جي حيثيت دنيا جي تاريخ ۾ ايڏي اوچي ٿيندي آهي جو ان جي ٻولي مروج به ناهي ته به هو دنيا جي عظيم شاعرن مان هڪڙو آهي. ڀٽائي جي ٻولي ته هينئر انتهائي ترقي يافته دور مان گذري رهي آهي.ان جا ڳالهائڻ ۽ پڙهڻ وارا بيشمار آهن. سو مجموعي طور تي ائين چئي سگهجي ٿو ته ڀٽائي جي جيڪا به آئيڊيولاجي آهي، سا نه صرف humanist آهي ۽ نه صرف

هن جي نظرئي ۽ پاليسيءَ ۾ انسانيت پرستي آهي، پر پنهنجي دور جي ترقي پسندي پڻ هن جي آئڊيولاجيءَ ۾ موجود آهي. ترقي پسندي relative term آهي. نسبتي طريقي سان ترقي پسنديءَ کي جاچيو ويندو آهي. غلاميءَ واري دور کان جاگيرداري دور کي ترقي پسند چوندا آهن. جاگيرداري دور کان بورزوا نظام يا سرمائيداري نظام کي ترقي پسند دور چوندا آهن ۽ سرمائيداري نظام کان سوشلسٽ نظام ترقي پسند ليکيو ويندو آهي. اهڙي قسم سان انسان جيئن جيئن ترقي ڪري ٿو، تيئن جيڪا ماضي ڇڏي ٿو، جيڪي جهرندڙ ۽ سماجي ڪرندڙ قدر آهن، اهي رجعت پسند تاريخ جي رجعت پسند ڪٻاڙ خانن ۾ گم ٿي ٿا وڃن ۽ انسان کي ارتقائي طور تي هن جي مادي خاصيتن مطابق اڳتي وڌڻ جو موقعو ملي ٿو. جيڪا هن جي ترقي پسنديءَ واري رفتار آهي. پيتائي نه رڳو پنهنجي دور جو ترقي پسند شاعر هيو، پر آءٌ ٿو چوان ته پيتائي سنڌ جي مستقبل جو به ترقي پسند شاعر آهي. دنيا جي ادب جڏهن ترقي ڪئي ته انهيءَ جي جيڪا اهم ترقي هئي، سا اها ته هن انسان تي concentrate (غور) ڪيو. هن انسان کي focus ڪيو. هن پنهنجي اندر جي اک(جيئن ڪئميرا جي اک آهي) انسان تي فوڪس ڪئي. هينئر به دنيا جون جيڪي به ترقي پسند بين الاقوامي ادبي تنظيمون آهن يا بين الاقوامي ڪانفرنسون ٿين ٿيون، انهن ۾ عالمي ترقي پسند ادب جي ڪسوٽي اها آهي ته اهو انسان تي ويچار ڪري. انسان کي توجهه جو مرڪز بڻائيندي پيتائيءَ چيو:

"ڪوهه ٿو ڪاڳر ڪورئين، وينو وڃائين مس
ڏور تڻائين ڏس، اکر جئان ئي جڙيا. "

انور پنهنجي بحث کي جاري رکندي چيو ته،"پيتائي جي هيءَ لائين توهان ذهن ۾ رکو.

ڏور تڻائين ڏس، اکر جئائين جڙيا.

اکر ڪٿان جڙندا آهن؟ اکر انسان جي زبان مان جڙندا آهن. اکر انسان وٽان ايندا آهن ته اکرن ۾ وچڙي وڃڻ هڪڙي ڳالهه آهي ۽ اکر جتان پيدا ٿين ٿا اتي ويچار ڪرڻ ٻي ڳالهه آهي. سو اکر وسيلو آهن، انسان جي مظلوميت کي چٽڻ جو،

انقلابي امنگن کي چٽڻ جو تاريخي ارتقا کي قلمبند ڪرڻ جو. موهن جي دڙي جي اسڪرپٽ اڄ اسان پڙهي نہ ٿا سگهون. ان کي ڪا معنيٰ هوندي، في الحال تہ اهي اکر آهن. سو، اسان چئون تہ ليڪا ٿا ڪڍون. انهن ليڪن کي ڪا معنيٰ آهي پر جي اکر انسان تي ويچار نٿا ڪن، ان جي خدمت نہ ٿا ڪن، ان کي عظيم ۽ تعظيم لائق نٿا بنائن تہ اهو ادب براءِ ادب آهي ۽ ادب براءِ زندگي جا جيڪي بہ نظريا آهن، انهن مان ٻيڻائيءَ جي انهيءَ لائين جي حوالي سان تہ"ڏور ٿئائين ڏس، اکر جٺائين جڙيا" مان ثابت ٿئي ٿو تہ ٻيڻائي جو نظريو ادب براءِ زندگي رهيو آهي. مزيدار ڳالهہ اها آهي تہ ادب براءِ ادب ۽ ادب براءِ زندگيءَ جو بحث ٻيڻائي کان بہ ڏيڍ سئو سال پوءِ يورپ ۾ شروع ٿيو. ٻيڻائيءَ جي شاعري ۾ هڪڙا uni-versal (ڪائناتي) قدر آهن. انهيءَ ڪري هن جي شاعري مها شاعري آهي. نہ رڳو ٻيڻائي صاحب جي آئڊيولاجي انسان پرست آهي، پر ترقي پسند بہ آهي. ۽ نہ رڳو پنهنجي دور ۾ پر هن وقت بہ، سنڌ جي موجوده مرحلن ۾ بہ ترقي پسند آهي. هن جي مذهب سميت، رسالي ۾ مذهبي بيتن سميت اڄ جي دور جي ترقي پسند شاعري آهي ۽ مستقبل جي بہ."

موجوده حالتن سان ٻيڻائيءَ جي شاعريءَ کي لاڳو ڪندي، انور وڏيڪ ڳالهائيندي چيو تہ،" جڏهن توهان وٽ ڪالاباغ ڊئم ٺهندو ۽ ان خلاف پروپيئگنڊا ڪرڻ تي سرڪار پابندي وجهندي، تڏهن توهان پمفليٽ لکي نہ سگهندئو، پمفليٽ لکندڙ هٿن ۾ هٿڪڙيون هونديون ۽ اهي لکندڙ ماڻهو جيلن ۾ بند هوندا. ڪو شاعر ڪالاباغ ڊئم جو نالو وٺي نہ سگهندو. ان وقت اهو هڪڙو بيت ٻيڻائيءَ جو اسان جي اندر جو ترجمان ٿيندو، هڪبئي کي پڙهي ٻڌائيندا سين تہ خبر پوندي تہ هي ڪالاباغ ڊئم تي لکيل بيت آهي:

سر سڪو سال ٿيا، هنج هريو ٿي ڀير
هي ڪنگ ويچارو ڪير، جو رسي ان رمز کي.

اها علامتي شاعري آهي ۽ علامتي شاعري ئي دنيا جي وڏي ۾ وڏي شاعري آهي. ڪيترا اسان جا جذباتي دوست چوندا آهن تہ انهيءَ علامتي شاعريءَ جي

کھڙي ضرورت آهي، نثر ۾ سنئين سڌي ڳالھ ڪبي آهي ۽ نظم ۾ سنوان سڌا لفظ بہ استعمال نہ ڪبا آهن. محاورا استعمال ڪبا آهن. زبان ڪي beautiy (خوبصورت) ڪبو آهي. شاعري لفظن جي composition (جڙاوت) آهي. جيئن آوازن جي ڪمپوزيشن راڳ ٿيندو آهي. سنگيت ٿيندي آهي، تيئن لفظن جي ڪمپوزيشن ڪي شاعري چئبو آهي. انھيءَ ڪري انھيءَ ۾ ڪو فن پئدا ڪبو آهي، ڪا سونھن ۽ جماليات پئدا ڪبي آهيٰ. يعني جنگ جھڙي ميدان ۾ جتي جماليات جو تہ سلسلو ئي ناهي، جتي رت پيو وهي، جتي بارود جي ڌپ هجي، جتي: سر ڍونڊيان ڌڙ نہ لهان، ڌڙ ڍونڊيان سر ناھ. واري صورتحال هجي، انھيءَ تصوير ۾ ڪا سونھن پرڻ اوکو فن آهي.

ڪاري ڪڪر هيٺ مون، جهيڙيندي ڇڏيا.

انھيءَ ئي ڪينواس تي مٿان ڪارو ڪڪر آهي ۽ هيٺان رتوڇاڻ آهي. پٽائي جي آئڊيولاجي نہ رڳو پنھنجي وقت جي ترقي پسند آئڊيولاجي آهي ۽ انسان پرستي ان ۾ وڏل آهي پر انھيءَ ۾ اها humanism بہ آهي، جيڪا مستقبل ۾ مارڪسزم ۽ ليننزم جو بنياد بڻي آهي. جيئن مون عرض ڪيو تہ شاهہ عنايت جي تحريڪ هيٺين طبقي جي ماڻھن جي تحريڪ آهيٰ ڪارل مارڪس دنيا ڪي هڪڙي اهم ڳالھ ٻڌائي تہ:"پورهيت طبقو بورجوا طبقي جو تختو اونڌو ڪري سگھي ٿو."اها هڪ نئين ڳالھ هئي جيڪا هن پنھنجي دور ۾ ٻڌائي تہ پرولتاري آهي بورجوازي جو anti-thesis. اها ڳالھ هن ڪڏهن ٻڌائي هئي(مارڪس 1818ع ۾ پيدا ٿيو هو ۽ 1883ع ۾ وفات ڪئي هئائين) 1717ع ۾ شاهہ عنايت اهو تجربو ڪري ڏيکاريو تہ."هاري رورل بورجوازي جو اينٽي ٿيسز آهي" اهو ان جي ملڪيت تي قبضو ڪري سگھي ٿو ۽ سڄي ملڪيت مساوات سان ورهائي سگھي ٿو. انھيءَ مان منھنجي چوڻ جي اها مراد ناهي تہ مارڪس ڪجھ نہ هو ۽ شاهہ عنايت سڀ ڪجھ هو. مارڪسزم ليننزم ڪجھ ناهي، پٽائيءَ جي آئڊيولاجي سڀ ڪجھ آهي. پر آءٌ اهو بہ چوان ٿو تہ پٽائيءَ جي آئڊيولاجي بہ انقلابي آهي،جيئن مارڪسزم ۽ ليننزم آهي البت پٽائيءَ جي انقلابيت گھڻو اڳاٽي آهي. پٽائي مظلوم ماڻھن جو سيني ڪان وڏو شاعر آهي.

ڏکي توءِ ڏکار، توڙي وسن مينهڙا.

ٿر ۾ جڏهن مينهن وسندا آهن، سنڌ ۾ جڏهن پوڏون ٿينديون آهن، آبادڪاري ٿيندي آهي، تڏهن هي صورتحال ٿيندي آهي تہ:

پاٽيهي پچي پيئون، ريءَ واهت ريءَ واڙ
جوءِ ڪشادي جيڏئيين، ملير موڪ مهاڙ.

اها agricultural economy (زرعي معيشت) جنهن ۾ بارشون پون ۽ فصل پاٽهي ڦٽي پون، انهن جي واهت بہ نہ ڪجي، لوڙها بہ نہ هٽجن. اهو دور هو پنائي وارو تہ پنائي زرعي معيشت ڏانهن اشارو ڪري ٿو تہ اهي ماڻهو ايڏا سکي هئا، جيڪي اهڙي اقتصادي نظام ۾ رهندا هئا ۽ هنن جو سياسي نظام اهو هو تہ:

نڪا جهل نہ پل، نہ ڪو راڻر ڏيهہ ۾
آٽيو وجهن آهرين، روڙيو رتا گل
مارو پاڻ املهہ، مليرئون مرڪٽو.

مان اهو نٿو چوان تہ مارڪسزم ۽ ليننزم ڪي نہ پڙهو، رڳو پنائيءَ ڪي پڙهو. پر هر ملڪ ۾ هر قوم ۾ انقلاب اتان جي مخصوص حالتن مطابق ايندو آهي، تہ حالتن جي اها مخصوصيت جيڪا آهي، اها ڇا آهي؟ اها ٿي پنائيءَ وٽان سمجهي سگهجي ٿي:

سي مَرُ ٻڌن سندرا، وندر جي وڃن
ٻيون ڪوهہ ٻڌن، چوڙي جي ڇڏينديون.

اها انقلابيت آهي.

سي ننگيون ٿي نڪرو، لالچ ڇڏي لوپ
سپريان جي سوپ، نندون ڪندي نہ ملي.

پريئِءَ پر پرت مان، تو ساهڙ سڏ ڪري
نہ گهڙان موٽي وڃان، تہ ڪا ساهہ سري
مرجان پرت پڙي، گهران گهوريو جندڙي

اها پنهنجو سر قربان ڪرڻ واري ڀٽائي صاحب جي جيڪا تلقين آهي، پنهنجي ڪردارن لاءِ:

ڪي ڪلهنئون ڪوريان، ڪ جاجڪ جسي سين ڏنئيين

ڀٽائيءَ جا اهڙا ڪيترائي بيت ملندا.

سو، ڀٽائي سنڌي ٻولي، سنڌ ۽ سنڌ ڌرتيءَ تي رهندڙ عوام جو ترقي پسند انقلابي ۽ عظيم فنائتي شاعريءَ جو هڪڙو مها ڪوي آهي."

انور، مذهب بابت ڀٽائيءَ جي آئڊيولاجيءَ جي وضاحت ڪندي چيو تہ:"اينگلس لکيو آهي تہ middle ages(انساني تاريخ جي وچئين دور) ۾ اها روايت هوندي هئي تہ جيڪي بہ علم دنيا ۾ رائج هوندا هئا، اهي theology يا مذهب جي روشنيءَ ۾ بيان ڪيا ويندا هئا. ستارن جو علم هجي، انساني جسم جي سائنس هجي، يا اخلاقيات هجي، جيڪو بہ علم انهيءَ وقت موجود هوندو هو، اهو سڀ مذهب جي حوالي سان بيان ڪيو ويندو هيو. ڇاڪاڻ تہ ماڻهو مذهبي زبان وڌيڪ سمجهندا هئا. ماڻهوءَ سان جڏهن رجوع ڪبو آهي، جڏهن عوام سان ڳالهائبو آهي تہ انهن جي زبان ۾ ڳالهائبو آهي، جيڪا هو سمجهي سگهن. جڏهن ڀٽائي صاحب ڏٺو تہ هي سڀ سنڌي مسلمان جيڪي سنڌ جي علائقي ۾ رهن ٿا. ڇاڪاڻ تہ ڀٽائي سنڌي شاعر هيو. هن جي constituency سنڌي مسلمان جي هئي تہ هن جيڪي مذهب تي شاعري ڪئي سا خبرداريءَ سان هڪ هڪ لفظ کي ڏسي هن مذهب تي شاعري ڪئي. ڇاڪاڻ تہ اهو دور سنڌ جي تاريخ جي سڀ کان وڌي مذهبي ڪٽرپڻي جو دور هيو. اهو سنڌ جي تاريخ جو سڀ کان وڌيڪ جهنگلي ماحول هيو. جنهن ۾ ڀٽائي جهڙو عظيم انسان ايڏي حساس دل رکندڙ شاعر جيئرو هيو. سنڌي ماڻهن جي تاريخ بيان ڪندي ڀٽائيءَ چيو هو:

جا اسلامان اڳي هئي، سا سٺائون ٻانگ.

پر سنڌين جي ملڪ ۾ مسجدن اندر رجسٽر رکيا ويندا هئا، جنهن ۾ هر نماز جي ٽائيم تي حاضري لڳائي ويندي هئي ۽ اهو لکيو ويندو هيو تہ او سي پاسي گهرن ۾ رهندڙ ماڻهو جيڪڏهن نماز پڙهڻ ناهن آيا تہ شهرن جو چونڪن تي انهن کي ڦٽڪا هنيا ويندا. انهيءَ دور ۾ ايڏي ٻوسٽ ۽ گهٽَ جي ماحول ۾، اهو اهڙو

ماحول ٿيندو آهي، جڏهن ڪوئي ڳالهائي ناهي سگهندو. هي اهو دور هيو 1717ع وارو. باوجود انهيءَ جي ته ڀٽائي ڪي تمام ڏکهي ۽ انقلابي تحريڪ جو پسمنظر هيو. هو 28 ورهين جو جوان هو. جڏهن سندس دور واري جهوڪ تحريڪ ڪان هو سڌو متاثر ٿيندي نظر اچي ٿو ۽ اهو ئي سبب هيو جو جڏهن شاهه عنايت شهيد ٿيو ۽ انهيءَ جا جيڪي تمام ويجهڙا ڪامريڊ شهيد ٿيا، ۽ باقي جيڪي بچيا انهن کي جيل جون سزائون مليون، ۽ انهن مان جيڪي پاڻ بچائي ويا، اهي جبلن ۾ هليا ويا ته هن ڀرپور مذهب جي اوٽ ۾ شاعري ڪئي. مذهب تي ڀٽائيءَ جيڪو لکيو آهي، اهو پڙهي ايمانداريءَ سان مون کي ايئن محسوس ٿيندو آهي ته ڀٽائي هي محاورا، هي مذهبي رسمن جا نالا، اهي صرف انهيءَ ڪري ورتا آهن ته ماڻهو اها ڳالهه سمجهن.

جان جان پسين پاڻ کي، تان تان ناهِ نماز
سڀ وڃائي ساز، تهان پوءِ تڪبير چئه.

ڀٽائي سيڪيولرازم جو پيغمبر آهي. اهو ڀٽائي صاحب جي آئيڊيولاجي جو هڪڙو جدا پهلو آهي ته سيڪيولر ازم جو جيڪو نظريو آهي، اهو ڪهڙو آهي؟ اهو اُهو آهي ته انسان جي جيڪا سماجي، سياسي، اقتصادي، دنوي زندگي آهي، ان سان مذهب جو ڪو به تعلق ڪونهي. انهيءَ کي سيڪيولر ازم چئبو آهي. ڀٽائي اهڙو مذهبي شاعر ناهي، جهڙو ڪيترا دوست سمجهن ٿا. هن جو جيڪو رسالو آهي، ان سان زيادتيون ٿيل آهن. انهيءَ جي ترتيب سان هاجا ٿيل آهن. گنج سڀ ڪان پراڻو نسخو آهي. جيڪو ڀٽ شاهه تي پيو آهي، انهيءَ ۾ سڀ سر سڀ بيت ۽ بيشمار اُهي بيت جيڪي ان وقت ماڻهن ڪان ٻڌا ويا هئا، اهي سڀ انهيءَ ۾ سهيڙيا ويا آهن. انهيءَ گنج ڪان اڳ ۾ چوٽيهه نسخا مليا آهن ۽ اجا به جيڪڏهن سنڌ ۾ ڳولجن ته بيشمار ملندا ۽ اهي سيئي رسالا جيڪي به گنج تائين مليا آهن، انهن جي ڏنل ترتيب ۾ شروعات سر سسئيءَ آبريءَ ڪان ٿئي ٿي. جنهن جو پهريون بيت اهو آهي ته:

پرتوو پريَنءَ جو، جهڙ جيان جهالا ڏئي

آءُ تنهن آريءَ کي، وينو راهہ روئان گهٽو.

۽ انهيءَ گنج کانپوءِ وري جيڪي بہ رسالا ڇپيا، انهن سيني کي سريمن ڪلياڻ کان شروع ڪيو ويو. سريمن ڪلياڻ کان انهيءَ ڪري چاڪاڻ تہ هي سرشام جو راڳ آهي.(چاڪاڻ تہ انهيءَ وقت ڪا تقرير ڪرڻ جي گنجائش ڪا نہ هئي، انهيءَ وقت سياسي سرگرمين تي بندشون هيون، جڏهن پنائي پنهنجو رسالو پئي لکيو. انهيءَ ڪري هن مذهبي اوٽ وٺي، مذهب جي روپ ۾ لکيو. اهو نياپو هيو. اها style هوندي هئي ۽ اهڙي قسم سان جيئن رات ٽرندي ويندي هئي، تيئن وقت مطابق راڳ ڳائيندا ويندا هئا.

مالڪوس رات جو راڳ آهي ۽ انهيءَ کانپوءِ پوئين رات ۾ پرڀاتي، آسا ۽ انهيءَ کان اڳ ۾ راڻو، سورٺ، ڳائي صبح جو بس ڪندا هئا. پنائي جي درگاهہ تي نماز مهل صبح جو سر(هينئر تائين) مارئي پڙهندا آهن. تہ انهيءَ جي ڪري رسالي کي جڏهن musical composition(سنگيت ستا) ملي. تڏهن سريمن ڪلياڻ آڏو آيو. البت پنائي کي اهڙي قسم جو شاعر ڪري پيش ڪرڻ تہ هن جي شاعري قرآن جو سنڌي ترجمو آهي، انهيءَ شوق ۾ اسان جي دوستن ان کي اها ترتيب ڏني آهي. انهيءَ ڪري توهان پنائي صاحب کي پڙهو تڏهن ان ڳالهہ کي ذهن ۾ نہ رکو. صرف ان جي musical ترتيب کي ذهن ۾ رکو. باقي جهڙي وقت توهان ان کي content ۾ پڙهندئو تہ پنائيءَ ۽ توهان پاڻ ۾ دويدو هوندئو. ۽ ان جي سموري جيڪا آئڊيولاجي آهي. اها توهان جي سمجهہ ۾ اچي ويندي."

انور خدا بابت پنائيءَ جي آئڊيولاجيءَ جي وضاحت ڪندي چوي ٿو تہ:"پنائي بي شرڪ کي رد ڪري ٿو." چوي ٿو تہ:

جي بي شرڪ پانئين پاڻ کي، تہ عين شرڪ ايءُ

خدا تعاليٰ سان ان جي ڪنهن بہ تخليق کي پيدائڻ کي شرڪ چئبو آهي. پنائي صاحب ان کي رد ڪري ڇڏيو. انهيءَ کان سواءِ پنائي صاحب والٽيئر واري ٿيوري تہ:

it is not god who has created man.
it is the man who has created god.

پنهنجي شاعريءَ ۾ پيش ڪئي آهي. ڀٽائي صاحب صبر ۽ شڪر کي به رد ڪيو آهي: ”صبر ۽ شڪر کي، ڪاڏي آءٌ ڪندي؟

آهيان جنهن سندي، سو تہ گهرجي ساڻ مون.“

انور، جاگيرداري قدرن جي مڪمل نفي ڪرڻ واري عورت جي آزاد حيثيت بابت ڀٽائيءَ جي آئڊيولاجي جي وضاحت ڪندي چوي ٿو تہ:

ساهڙ ڏاران سهٽي، اڌوتي آهي
ڪنديون جو ڪاهي، پاسي تنهن پاڪ ٿئي.

ٿهڙا چاليها نہ چاليهہ، جهڙو پسڻ پرينءَ جو.

آگم ايءُ نہ انگ، جهڙو پسڻ پرينءَ جو.

مڙس کي ڇڏي جيڪا عورت درياءُ ٽپي مينهر سان ملڻ ٿي وڃي، انهيءَ کي 1689ع ۽ 1752ع کي تہ ڇڏي ڏيو، پر ويهين صديءَ جي پوئين ڏهاڪي ۾ اسان جي middle class (وچولي طبقي) جا پڙهيا لکيا ماڻهو ڪاري ٿا ڪن. ڀٽائي ان جو defence (بچاءُ) ڪيو آهي. اهو بيت پڙهي، آءٌ محسوس ڪندو آهيان، تہ هتي ڀٽائي انارڪسٽ آهي. ڪڏهن ڪڏهن انارڪسٽ ٿيڻ ضروري ٿيندو آهي، ڪنهن شئي کي انتهائي شدت سان condemn (رد) ڪرڻ ۽ مذمت ڪرڻ جي لاءِ ڀٽائي عورت جي آزادي جي (حمايت) ڪرڻ جي لاءِ عورتن جي حوالي سان انارڪزم جي حد تائين وڃي پهتو آهي تہ:

ڏم پاسي ۾ ڏکندو، ضحت وٽ سنگهار.

يعني هوءَ جڏهن مڙس سان سمهيل آهي، تڏهن ناپاڪ آهي، جيستائين ساهڙ سان نٿي ملي، تيستائين ناپاڪ آهي، اڌوتي آهي، اڌوتل آهي، هن کي مٽي ۾ تڙ آهي، ڪنديون جو ڪاهي، پاسي تنهن پاڪ ٿئي

۽ جڏهن اتي ٿي وڃي ميهر وٽ، تڏهن پاڪ ٿي ٿئي. انهيءَ سلسلي ۾ ٻيا بہ بيت اٿس.

ڀٽائي عورت جيٰ معاملي ۾ جيڪي بہ جاگيرداري قدر آهن، انهن سيني کي رد ڪري ڇڏيو آهي. پيريءَ جو جيڪو ادارو آهي، انهيءَ کي رد ڪري ڇڏيو آهي.
انور آخر ۾ چيو تہ: ”ڀٽائي کي ذاتي طور تي مون جيئڻ ڏنو آهي ۽ وري هڪڙي شاعر جي من سان بہ هن جي شاعريءَ کي پڙهيو آهي تہ ڀٽائي سان عقيدت جي باوجود(ڀٽائي جهڙي شاعر سان عقيدت بہ ٿي سگهي ٿي.) پر انهن سيني ڳالهين کي ڇڏي بنا ڪنهن جهجهڪ جي چئي سگهجي ٿو تہ ڀٽائي نہ رڳو سترهين ۽ ارڙهين صديءَ جو نہ رڳو ترقي پسند، ڪميٽيڊ ۽ تمام وڏو عوامي ۽ تخليقي شاعر آهي پر هو ماضي، حال ۽ مستقبل جو عظيم شاعر آهي.
سهيڙيندڙ: انور ابڙو

# ليڪچر

## ڀٽائي: سنڌ جي قومي وحدت جي اڏاوت ڪندڙ شاعر

سنڌ جا دوستو!

استاد (گلاب ھڪڙو) ھن پروگرام جو انٽروڊڪشن(تعارف) ڪندي خاصو جذباتي ٿي ويو. ڪيس ھڪڙو تمام ڏگھو بئڪ گرائونڊ(پس منظر) آھي. سنڌي ادبي سنگت، سنڌي ادب جي ھڪڙي تاريخ ساز تنظيم رھي آھي جنھن جا ڏاڍا عجيب دور گذريا. ڪنھن زماني ۾ اسان جنھن جاءِ تي ويھي سنڌي ادبي سنگت جي گڏجاڻي ڪندا ھئاسين، اتان اسان کي اٿاري ڇڏيندا ھئا. سنڌي ادبي سنگت جي ڪنٽينيوٽي تہ اينٽي ون يونٽ موومينٽ کان ھلي ٿي پر اسان جڏھن انھيءَ ۾ آياسين تہ اھا جنرل ضياءَ جي يارھن سالہ ڏگھي ڊڪٽيٽر شپ ھئي جنھن ۾ اسان خاصو پوڳيو سين تڏھن اھو استاد ۽ اسان ئي ھوندا ھئاسين، جيڪي جيئن ٻلي پنھنجي ٻچڙن کي ھڪڙي جاءِ تان ڪڍي ٻي جاءِ تي پھچائيندي آھي، ايئن جايون مٽائيندا ھئاسين. انھيءَ خاصي ڏکئي وقت ۾ تمام ٿورا اسان جا اھڙا دوست ھئا، جن ۾ وڏي ڊيڊيڪشن ھئي ۽ انھن ۾ استاد ھڪڙو بہ ھيُو. رات ۽ ان کان اڳ جڏھن استاد سان رابطو ٿيو تہ مون کيس ھڪڙي تجويز ڏني تہ اوھان جيڪي بہ ھتي پروگرام ڪيا آھن، انھن مان جيڪا بہ آئوٽ پٽ ٿي آھي، سا پني تي آڻجي ۽ ڇپائجي. پڙھيل لکيل قومن ۾ اھو ٽريڊيشن ھوندو آھي تہ انھن جون جيڪي بہ ادبي ڪاوشون ھونديون آھن، اھي انھن کي لازمي ڇپائينديون آھن. ڪنھن زماني ۾ ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ جو ھڪڙو انگريز سنڌ ۾ آيو ھو. جنھن ھتي اچي ليڪچر ڏيڻ شروع ڪيا. اھو پراڻو اڪائونٽ مون کي مليو ۽ اسان جڏھن"سنڌ ٽربيون" ۾ ڪم ڪندا ھئاسين، تہ اتي اھو مون قسط وار ڇپيو.

اھو انگريز چوندو ھو تہ توھان پنھنجي روزاني زندگيءَ ۾ جيڪي بہ ڏسو ٿا، رات جو اھو تحرير ڪري ڇڏيو. انھيءَ سان پوءِ ائين ٿيندو تہ سنڌ جي تاريخ مرتب ٿي ويندي. اسان وٽ اھو ٽريڊيشن تمام ٿورن پڙھيل لکيل ماڻھن ۾

آهي، مثال عبدالقادر منگي، جڏهن ٽر جو ڊي سي هو ته اتي هن”ٽر سيمينار“ ڪرايو، جنهن ۾ جمع ٿيل مواد ڇپائي، هن ڇڻ ته سيمينار جو ڪم مڪمل ڪيو. تازو ڪليم لاشاري پڻ سکر ۾ ڊيوٽي ڪرڻ ويو ۽ ٽيون ڏينهن ملاقات ٿيس ته يارهن ڪتاب ڏيکاريئين. جيڪي”هسٽاريڪل سوسائٽي“ پاران سکر جي تاريخ تي هن ڇپرايا آهن. مون کي ياد پيو اچي ته اختر بلوچ جي ڪتاب”قيدياڻيءَ جي ڊائري“ ۾ پليجي صاحب بابت سراج ميمڻ هڪڙو رمارڪ ڏنو هو ته پليجي جهڙا ڏهه ماڻهو سنڌ ۾ هجن ته جيڪر سنڌ ۾ انقلاب اچي وڃي. مان چوان ٿو، ته عبدالقادر منگي ۽ ڪليم لاشاريءَ جهڙا جيڪڏهن سورهن ضلعي آفيسر سنڌ جي سيني ضلعن ۾ هجن، ته سڄي سنڌ ڊاڪيومينٽ ٿي ويندي. چوڻ جو مقصد اهو آ ته جيڪا به اسان جي ادبي ڪاوش آهي، انهيءَ کي پني تي آڻڻ تمام ضروري آهي ۽ اهو ڏکيو ڪم به آهي. ڇاڪاڻ ته استاد ٻڌايو پئي ته اهي سيئي جيڪي پروگرام ٿيا آهن، سي ڪيسٽن ۾ رڪارڊ ٿيل آهن، جن کي ٻُڌي پني تي لاهڻو پوندو. انهيءَ ڪانپوءِ انهن جي ايڊيٽنگ ٿيندي ۽ ڇپڻ جي قابل ٿاهي ڇپائبو جنهن تي پئسا به خرچ ٿيندا ۽ محنت به ٿيندي ته ان حوالي سان منهنجو خيال آهي ته هينئر جڏهن استاد وري سگا جي اليڪشن وڙهڻ ڏانهن وڃي پيو ۽ هن وقت سگا ڪراچي شاخ جو جنرل سيڪريٽري آهي: ته استاد کي مون اهو پئي چيو ته اهو ڪم توهان کي هوندي ئي ڪرڻو آهي. پوءِ ڪنهن عهدي تي هجو يا نه هجو.استاد ڪاهوڙي قسم جو ماڻهو آهي.ادب جو اهڙو خادم آهي، جو اسان ته اهڙا ٿي ئي نٿا سگهون. هو وڏي ڊيڊيڪشن سان ڪم ڪري ٿو. اسان پنهنجي حال سارو سنڌس مدد ڪنداسين. مثال اسان کي ڪيسٽ ڏيندو ته اسان ان کي ٻُڌي پني تي لاهي ڏينداسين ۽ اهو ڪنداسين، جيڪو ڪري سگهنداسين. ڪجهه ٻين دوستن کان به ڇپائيءَ جي حوالي سان مدد وٺنداسين ۽ منهنجي خيال ۾ ته ڪليم لاشاري اسان جي مدد ڪندو، ڇاڪاڻ ته هن وٽ ڇپائيءَ جو انفراسٽرڪچر آهي ۽ اميد ڪرڻ کپي ته اسان اهڙو ڪتاب تيار ڪنداسين. جنهن ۾ اهو سڄو مواد ڇپبو.

اڄوڪي هن پروگرام جي حوالي سان مان عرض ڪيان ته مون کي

پٽائيءَ تي ماهر نہ سمجهو ۽ ڪو چوي تہ مان ماهر آهيان تہ اها ڏاڍي ڏکي ڳالهہ آهي. چاڪاڻ تہ پٽائيءَ جا رسالا، جن اسان جي تمام وڏن محققن مرتب ڪيا آهن، انهن بہ پٽائيءَ جي لفظن جي معنائن ۾ جيڪي غلطيون ڪيون آهن، اهي ڇپجي ويون آهن. تازو ٻانهي خان شيخ جو بہ مرتب ڪيل جيڪو رسالو ڇپيو آهي، انهيءَ ۾ بہ ڪو ارڙهن اهڙين چڪن جو ذڪر ڪيو ويو آهي، جيڪي ڪانئس سرزد ٿيون آهن. ج ع منگهاڻي تنهن زماني کان وٺي جڏهن اسان"عوامي آواز" ۾ ڪم ڪندا هئاسين، پٽائيءَ جي خاص ڪري سسئيءَ جي پنجن سرن ۾ جيڪي لفظ آهن، انهن جا پس منظر لکڻ جي هڪڙي exercise ڪئي هئي ۽ هينئر ان جو ڪو ڪتاب تيار ٿيو آهي. جيڪو شاهہ لطيف چيئر جي حوالي آهي. ان ۾، ڇپيل رسالن ۾ پٽائيءَ جي لفظن جون غلط معنائون جيڪي ڇپيل آهن، انهن ڏانهن ڌيان ڇڪايو ويو آهي، تہ مون کي توهان پٽائيءَ تي ماهر نہ سمجهو. چاڪاڻ تہ توهان حاضرين مان هڪڙو ماڻهو اٿي ۽ جيڪڏهن مون کان پڇي، تہ پٽائيءَ جي فلاڻي بيت جي فلاڻي لفظ جي معنيٰ ڇا آهي ۽ اها مون کي نہ اچي تہ مان ڪيئن ٿو چئي سگهان تہ مان پٽائيءَ جو ماهر آهيان ۽ اها توقع توهان مون ۾ رکجو بہ نہ ۽ ڪنهن ٻئي ۾ بہ نہ رکجو، نہ ئي ڪنهن محقق ۾ رکجو. اسان سنڌ کي ٿورو گهڻو جيڪو گهمي ڏٺو آ، تہ ان حوالي سان چئجي ٿو تہ سنڌ جو ماهر يا تہ ڀڪرار آ يا مهاڻو آ يا هاري آ يا ڪو ڪمي ڪاري يا اتان جو لوڪل ماڻهو. جيڪو سنڌ جي انهيءَ علائقي تي گرفت ٿو رکي ۽ اتان جي اينٿروپالا جي ۽ ٻوليءَ بابت ڄاڻ رکي ٿو، پر انهن جي بہ هڪڙي محدوديت اها آهي تہ هو جنهن علائقي ۾ رهن ٿا، انهي جي ٻوليءَ کي وڌيڪ سمجهي سگهن ٿا. مثال جيڪڏهن ڪو ڪڇي ۾ رهي ٿو تہ اهو"سر سهڻي" کي تہ وڌيڪ آسانيءَ سان سمجهي سگهي ٿو، پر سسئيءَ جي پنجن سرن ۾ هن جي لاءِ ڪيترائي اوپرا لفظ اچن ٿا. چاڪاڻ تہ اهو هن جو تر نہ آهي. ڊيلٽا ۾ ڪارو ۽ منو، جيڪو درياهہ جي پڇڙي ۽ درياهہ جو وچ آهي. انهيءَ جا لهجا مختلف آهن. اُهي لهجا جبل جي ماڻهوءَ کي سمجهہ ۾ نہ ٿا اچن. تر جي ماڻهوءَ لاءِ جبل جي ۽ ڪڇي جي ٻولي

صفا اوپري آهي. ايئن اسان جا جيڪي محقق ۽ دانشور آهن. انهن سان خود اهو مسئلو آهي تہ ڪين پنهنجي علائقي جي ٻولي سمجهہ ۾ اچي ٿي، پر ٻين علائقن جي ٻوليءَ کي سمجهڻ لاءِ انهن کي مطالعو ڪرڻو پوي ٿو ۽ اتي travel ڪرڻو پوي ٿو. چاڪاڻ تہ travel ڪرڻ کانسواءِ انهن علائقن جون ريتون رسمون ۽ اينٿرو پالاجي سمجهڻ ڏاڍو ڏکيو آهي. ڀٽائي صاحب واحد ماڻهو آهي، جنهن کي سنڌي ٻوليءَ جي سيني لهجن جي خبر آهي ۽ اينٿرو پالاجيءَ جي پڻ ـسندس رسالي ۾ ٻارهن زبانن جا لفظ ملن ٿا. اها ٻي ڳالهہ آهي تہ اسان سمجهون ٿا تہ ڀٽائي صاحب اُمي هو. اڻ پڙهيل هو ۽ ان لاءِ ڪامريڊ سوڀي جو هڪڙو رمارڪ هو تہ توهان سنڌي مسلمان نوجوان چو پڙهندئو. توهان جوُ پيغمبر ۽ عظيم شاعر جيڪڏهن اُمي ٿي سگهن ٿا تہ توهان کي پڙهڻ جي ڪهڙي ضرورت آهي. تہ اهو هڪڙو چٽڪو ڪلچر آهي، جيڪو اسان ۾ موجود آهي. حالانڪہ ڀٽائي صاحب جو عالم اهو آهي تہ"تول وهاڻا توشڪون" يعني"توشڪ" لفظ ترڪي ٻوليءَ جو آهي، جنهن جي معنيٰ"بيڊ" آهي ۽"ڪارايل" لفظ ڪردش ٻوليءَ جو آهي. جيڪو ڀٽائي صاحب جي سر جو نالو آهي تہ، اها هندي، اُها فارسي، اُها عربي، اُها سرائيڪي، اُها بلوچي، اُها ڪڇي، اُها گجراتي ۽ اُها ٿر جي ٻولي، جبل جا پنهنجا مخصوص لفظ سندس شاعريءَ ۾ ملن ٿا ۽ سنڌ چڻ تہ هن جي مائڪرو اسڪوپ هيٺان آهي. خوردبينيءَ هيٺان آهي، جتي ڪِوِل ٿي چري تہ سندس شاعريءَ ۾ نظر ٿي اچي. تہ، اهڙو جينيس هو ڀٽائي صاحب جنهن جي ايڏي فوٽو گرافڪ ميموري هئي ۽ هن ايڏو ٿي سفر ڪيو هو سنڌ جو، جنهن جو اندازو ناهي. اسان جيڪڏهن پنج ڇهہ دفعا ٽريا آهيون تہ اڄا تائين اسان کي اتان جي ڪيترن لفظن جي معنيٰ نہ ٿي اچي. تہ، انهي جي ڪري ئي چئجي ٿو تہ ڀٽائيءَ تي مهارت ڏاڍو مشڪل ڪم آهي. هينئر تائين سندس بہ هڪ مڪمل رسالو جوڙي ۽ ترتيب ڏئي نہ سگهيا آهيون. يعني collect نہ ڪري سگهيا آهيون. هينئر بہ سنڌ ۾ ماڻهو آهن، جيڪي چون ٿا تہ ڀٽائيءَ جا جيڪي بہ رسالا ڇپيا پيا آهن، انهن کان ٽي چار هزار بيت اسان جي سينن ۾ سانديا پيا آهن. توهان اچو تہ اسان توهان کي ڏيون. سنڌ ۾ اهڙي ڪا بہ ڏر ڪانهي، جيڪا وچي

انهن کان اُهي وٺي ڇپائي. تہ، چوڻ جو مقصد اهو آ تہ هي اهو دنيا جو انوکو شاعر آهي، جنهن کي هن جي پنهنجي قوم جي ماڻهن ۾ پڙهندڙن سون سالن تائين پنهنجي سيني ۾ محفوظ ڪري رکيو آهي. اسان جي جديد دور جا شاعر پنو ڪٽڻ تا، انهي تيِ لفظ لکن تا. مشق ڪن تا، رديف لکن تا. قافيا لکن تا، هُمَر آواز لفظن جون لسٽون ناهن تا، سليڪشن ڪن تا تہ هاڻي ڪهڙو رديف ۽ قافيو هتي استعمال ڪجي. ايڏي محنت ڪري شاعري ڪن تا ۽ پوءِ جڏهن تمام وڏا شاعر ٿين تا تہ خبر تي پوي تہ هنن جا ڪتاب ڇپياڪو هزار ڪاپيون ۾ اُهي جڏهن مارڪيٽ ۾ ويا تہ الائي ڪيتريون ڪاپيون ڪين موٽي مليون. جڏهن تہ ڀٽائي صاحب روايت مطابق جنهن وقت پنهنجو رسالو ڪراڙ ڍنڍ ۾ اڇلايو پئي تہ مريدن کي ڏاڍي تشويش ٿي. انهن چيو تہ،توهان ”هي پيپنگ پيا ڪريو. ڪراڙ ۾ رسالو جو اڇلايو تا، تہ توهان جي شاعريءَ جو ڇا ٿيندو؟“ جنهن تي ڀٽائي صاحب وراڻيو.“ ابا، هوءَ مائي نيامت جيئري ويٺي آهي، مري ڪو نہ وئي آهي. انهيءَ جي سيني ۾ اهو سڄو رسالو موجود آهي.“ پوءِ چون ٿا تہ”گنج“ جي جڏهن لکائي شروع ٿي، تہ ان جو اصلي source اها مائي نيامت ئي هئي تہ. منهنجي چوڻ جو مقصد آ تہ اسان جي پيٽي ناهي، جو اسان چئون تہ ڀٽائيءَ جي رسالي جا حافظ آهيون. ان جون تمثيلون سمجهڻ تہ اڃا گهٽو پري آهن، پر ان جي ٺوس لفظن جون معنائون سمجهڻ بہ ڏاڍو ڏکيو آ. ان جي لاءِ انهن علائقن ۾ travel ڪرڻو پوندو. اتي رهڻو پوندو، تڏهن انهن لفظن جي معنيٰ سمجهہ ۾ ايندي.

اڄ جنهن موضوع تي مون کي هتي ليڪچر ڏيڻ لاءِ گهرايو ويو آهي، سو آهي،” ڀٽائي سنڌ جي قومي وحدت جي اڏاوت ڪندڙ شاعر.“

اڏيو جو اوڏن، سو ڏنگهر ڏلوم َ ٿئي،
جنهن پر ويهي ڪن، ليڪو لاکي ڄامَ سين.

هي ليڪچر دراصل هڪڙي ڪچهري آهي، جيڪا اسان پاڻ ۾ ڪريون تا، هڪڙو بحث تا ڪريون، جنهن مان ڪيترا موضوع نڪرندا، جنهن تي توهان بہ سوچيو، اسان بہ سوچينداسين.

پٽائيءَ کي سمجهڻ، ان جي پيغام، اصطلاحن ۽ سنڌي ٻوليءَ ۾ جيڪا هن جي contribution آ، انهيءَ کي سمجهڻ، هن اسمن مان صفتون ڪيئن ٺاهيون آهن، صفتن مان فعل ڪيئن ٺاهيا آهن، سنڌي گرامر ڪيئن ٺاهيو آهي؟ ان سلسلي ۾ مان چوان ٿو ته پٽائي سنڌ جي قومي وحدت جو اڏيندڙ آهي.۽ اهڙي دليل جي حمايت ۾ مان اهو عرض ڪندس ته سياسي طور سنڌ جون سرحدون اتر ۾ هينئر اوٻاوڙو ۽ ڏکڻ ۾ ڪراچيءَ تائين آهن، پر ڪجهه وقت اڳ جڏهن اسان جي نون سنڌي ڀائرن ڪراچيءَ کي ٻاهه ڏئي ڇڏي هئي، تڏهن چيو ويندو هو ته سنڌ جون ڏاکڻيون سرحدون ڪوٽڙي شهر کان اتر ۾ ڪا ٿي نظر ٿيون اچن.1611ع ۾ هڪڙي عرب جاگرافيدان پنهنجي اڪائونٽ ۾ لکيو آهي ته سنڌ جون سرحدون ملتان ۽ ڪشمير تائين آهن. معنيٰ سنڌو درياهه جتان نڪري ٿو ۽ جتي ختم ٿئي ٿو. سنڌ ۽ سنڌي قوم اها ئي آهي ۽ ان جي تخليق جو وڏو محرڪ سنڌو درياهه ئي آهي. توهان پڙهو هوندو ته ندين جي ڪنارن تي تهذيبون پيدا ٿينديون آهن. ندين جي ڪنارن تي تهذيبون ڇو ٿيون پيدا ٿيون. ڇاڪاڻ ته نديون lively hood پيدا ڪنديون آهن، human habilate کي جنم ڏينديون آهن. درياهه ۾ پاڻي ايندو آ، اوٿل ٿيندي آ ۽ لکين ڪروڙين ايڪڙ زمين آباد ٿيندي آ ۽ پوءِ ماڻهو وڃي اُنَ ۾ ان اڇلائيندا آهن، چٽ ڪيڙ ڪندا آهن ته فصل ڪٽي ايندا آهن. خوشحال رهندا آهن. اهو جيڪو process آهي انڊس جي جاگرافيءَ جو انهيءَ سنڌ جي تاريخ پيدا ڪئي آهي. ڪنهن زماني ۾ مون هڪڙو مضمون لکيو هو"سنڌ ڪٿي آهي؟"، اهو انهيءَ وقت انهيءَ جي ڪري لکيو ويو يا اسان کي اها ڳالهه انهيءَ جي ڪري محسوس ٿي، ڇاڪاڻ ته سنڌ ۾ جهڙي وقت اسان travel ڪيو، ته ٿر وڃون ته ٿر جو ماڻهو چئي ته ڦلاڻو سنڌ ويو آ، ته ان کان پڇيوسين ته، "سنڌ ڪٿان ٿي شروع ٿئي؟" ته چيائين،"نئين ڪوٽ کان" جبل ۾ وياسين ته جبل جي ماڻهوءَ چيو،"ڦلاڻو ماڻهو سنڌ ويو آ." انهي کان پڇيوسين"سنڌ ڪٿان ٿي شروع ٿئي؟" چيائين،"لال باغ کان." يعني جبل جتي پورو ٿو ٿئي ۽ سنڌو درياهه جو ميداني علائقو شروع ٿو ٿئي. ڪراچيءَ جي ابراهيم حيدريءَ جي ڪنهن مهاڻي کان توهان پڇو،"هي توهان جي ڪنڌي واري ٻيڙي آ. پر اهڙيون ٻيڙيون به ته

ٿيندڙيون آهن نہ. جن کي هيئان کنڊو نہ ٿيندو آهي؟“ چوندو” سائين، اُهي سنڌ ۾ ٿيندڙيون آهن.“ معنيٰ مٺي پاڻيءَ ۾ جيڪا ٻيڙي هوندي تراکڙي هوندي ۽ کاري ۾ جيڪا هوندي، ان کي کنڊو هوندو. چو تہ ان ۾ لهرون ڏکيون آهن. انهيءَ جي کري. انڊس expedition دوران چامپور وياسين پنجاب جي علائقي ۾، جتي هڪڙو سرائيڪي اسان جو گائيڊ هيو. انهيءَ ٻڌايو تہ سندس پيءُ چامپور مان نڪري اوپر ويندو هو درياهہ ٽپي ڪنهن علائقي ۾، موٽي ايندو هو تہ پڇندا هيس تہ ”سنڌ خوش هئي؟ انهيءَ کان پوءِ مون اهو اندازو لڳايو تہ سنڌ جي اها defina-tion بلڪل صحيح آهي، سنڌ معنيٰ سنڌو درياهہ جا ٻہ ڪنارا ۽ سنڌو درياهہ جي معنيٰ آهي مٺي پاڻيءَ جو سمنڊ يا مٺي پاڻيءَ جو درياهہ. جنهن جي ٻنهي ڪنارن تي رهندڙ ماڻهو سنڌي ڪوئجن، پوءِ پلي اهي تبت کان شروع ٿيندا هجن ۽ سمنڊ تائين هجن. اُهو سمنڊ، جنهن کان اسان عربي سمنڊ ٿا ڪوٺيون، انهيءَ حوالي سان ايم ايچ پنهور هڪڙو فرانس مان پراڻو نقشو ڪٺي آيو، جيڪو سنڌالاجيءَ کي هن تحفي ۾ ڏنو. انهيءَ نقشي ۾ گلف آف ڪڇ جي جاءِ تي لکيو پيو هو” گلف آف سنڌي“ يعني هي سمنڊ جيڪو آهي، اهو سنڌي سمنڊ آهي ۽ اهو انهيءَ جو قديم نالو آهي. انهيءَ سنڌي سمنڊ کي وري هڪڙو ٻيو بہ بيڪ گرائونڊ آهي، ڪراچيءَ جي ساموندي علائقي ۾ مون هڪڙي مُهاڻي کان پڇيو تہ.”توهان سمنڊ کي درياهہ چو ٿا ڪوٺيو؟“ (توهان ابراهيم حيدريءَ وڃو، بابا ڀٽ وڃو تہ هو توهان کي چوندا، فلاڻا مڇي مارڻ درياهہ ۾ ويا آهن) هن چيو”درياهہ انهيءَ ڪري ٿا ڪوٺيون جو اسان جا ابا ڏاڏا، تنهن زماني ۾ جڏهن مشيني ٻيڙيون ڪو نہ هيون، جيستائين بہ سمنڊ ۾ ويندا هئا مڇي مارڻ تہ سڙهہ جي سهاري ۽ هوا جي زور تي، تہ اوستائين هنن کي مٺو پاڻي نظر ايندو هو. تڏهن اهي ان کي درياهہ چوندا هئا. چو تہ مٺو پاڻي سمنڊ ۾ تہ ٿيندو ئي ڪونهي.“ بعد ۾ سائنٽيفڪ سروي کان پوءِ خبر پئي تہ sindh has got 80 miles of contenental shelp هندوستان کي اهو contenental shelp ڇهہ ميل آهي ۽ بلوچستان کي بہ ڇهہ ميل آهي. رڳو سنڌ کي ئي اهو 80 ميل آهي. اهو contenental shelp هڪڙو

slope آهي، جيڪو سنڌو درياهه لٽ وجهي 80 ميلن تائين ڦاهيو آهي. انهيءَ slope پوڻ سان ڇا ٿو ٿئي ته ڪنارو سولو ٿي ٿو وڃي، سنڌ ٿي ٿو وڃي، خراب نٿو ٿئي، ٻيڙين جي لاءِ، جهازن جي لاءِ. انڊس جو ايترو ڊيلٽا ۽ سٺو پورٽ مان سمجهان ٿو ته هن ننڍي ڪنڊ ۾ ٻي نديءَ جو ڪو نه آهي. ۽ اهو جيڪو 80 ميل slope آهي سمنڊ اندر درياهه جي پاڻيءَ جو، ان بابت ايم ايڇ پنهور ٻڌايو ته هڪ دفعي هو جهاز ۾ چڙهي سڙيلنڪا پئي ويو ته ڪلاڪ تائين ڪيس سمنڊ اندر اهو اڇو پٽو نظر پئي آيو ته، اهو contenental shelp سلٽ جو ٺهيل آ ۽ سلٽ مڇي ته کائيندي آ، پر ماڻهو به کائيندا آهن. توهان ٻڌو هوندو ته عورتون جنهن وقت اميد سان ٿينديون آهن ته ميٽ کائينديون آهن. اسان جو ڳوٺ(پلهڙيجي) درياهه جي ڪناري تي آ ۽ درياهه جي پيٽ ۾ لٽ جهڙي وقت سڪندو آهي ته اهو ڦاٽي ٽڪر ٽڪر ٿي پوندو آ. جنهن کي"چڪ" چيو ويندو آ ۽ اهي"چڪ" اسان جي ڳوٺ جا ٻه ٽي ڇوڪرا کائيندا هئا. جيڪي ان جا ايڊڪٽ هوندا هئا. هدايت منگي، سنڌ جو مشهور اديب آ، ان جو وڏو پاءُ به لٽ جي مٽي کائيندو هو ۽ جيڪڏهن هو اها نه کائي ته ڪيس نشي وانگر ان جي پاڙ لڳندي هئي. ته، جنهن مٽيءَ کي ماڻهو کائي سگهي ٿو، اها مڇيءَ لاءِ ته وڏيڪ شوق واري خوراڪ آهي. تڏهن ئي سنڌ جي ساحل تي مڇي وڌيڪ آهي ۽ بلوچستان جي ساحل تي گهٽ آهي. ڇو ته بلوچستان جو contenental shelp ڇهه ميل آهي ۽ سنڌ جو 80 ميل آهي. باوجود انهيءَ جي ته ساڍا ست سو ڪلوميٽر بلوچستان جو ڪوسٽ آهي ۽ سنڌ جو ڪوسٽ 300 ڪلوميٽر آهي. ته، سنڌ کي ٿورو علائقو آهي، پر گهٽي مڇي هتي ٿي مري. ڇاڪاڻ ته هتي مٽيءَ جا تهه وڇايل آهن، جيڪي مڇي کائي ٿي.

سو مون عرض پئي ڪيو ته سنڌ ۽ سنڌي قوم جي جيڪا ارتقا آهي، ان جو ماحول سنڌو درياهه تيار ڪيو. جنهن جي ٻن ڪنارن تي پٿر جي دور جو ماڻهو جبل ۽ غارن مان نڪري اچي آباد ٿيو. جتي ان پنهنجو روزگار ڳوليو ۽ زراعت کي هٿي ڏنائين. ڇون ته ان ۾ عورت هڪڙي بانيءَ جو ڪردار ادا ڪيو ۽ درياهه ان کي habitate ڏاهي ڏنو. اوهان جي معلومات لاءِ عرض آهي ته هن وقت جڏهن

گهٽ ۾ گهٽ گذريل ڇهن سالن کان سنڌ ۾ پاڻيءَ جو خوفناڪ بحران هلي رهيو آهي تہ سنڌو درياهہ جي پڇاڙ ۾ اهو human habitate تباهہ ٿي رهيو آهي. جيڪو درياهہ ٺاهيو هو ۽ جنهن جي نتيجي ۾ سنڌي قوم وجود ۾ آئي هئي. ڪيٽي بندر ۽ ٻيا جيڪي درياهہ جي پڇاڙ وارا علائقا آهن، اهي garben area آهن. جتي عام فصل ناهن ٿيندا. اتي توهان کي انب، چڦون ۽ ڪيلي جا باغ ٿي ملندا. اها ڌرتي هينئر دلدل ٿي رهي آ. جتي ماڻهو اوچتو گرُپ ٿي ويندو آهي. اسان جڏهن سنڌوءَ جي سفر تان موٽياسين پئي تہ جيپ واري کي چيوسين تہ، جاءِ تاڙي ڇڏجانءِ، جاتي اسان پنهنجا تنبو هٽنداسين. هو جاءِ تاڙيندي تاڙيندي ڏيڻ ۾ هليو ويو ۽ سندس جيپ آهستي آهستي هيٺ وڃڻ لڳي، پاسي ۾ ننڍا ننڍا ٻوڙيا ٻوڙيا ٿي هوا نڪتي پئي ۽ جيپ جيئن پوءِ تيئن وڃي پئي هيٺ هلندي ۽ جڏهن ڊرائيونگ سيٽ تائين هيٺ هلي وئي تہ وڏي مشڪل سان هو ٻاهر نڪري آيو ۽ وڏو لڪڙو ڪٽي اتي ڪوڙيائين ۽ اسان کي ٻڌايائين تہ جيپ اُتي گرُپ ٿي وئي آهي. اسان ڀڳاسين ۽ اتي جيڪي مقامي مهاڻا هئا، انهن کي مدد جو چيوسين ۽ سندن مڪينيڪل وزدم جي ڀرپور دفعو خبر پئي. هو هڪڙا ڊگها ڦٽا ڪٽي آيا ۽ الائي ڪيئن هڪٻئي جي هيٺان ڏئي جيپ ڪڍي اسان کي آڻي ڏنائون. تہ، اهي garben areas هينئر ڏيٽين ۾ تبديل ٿي ويون آهن hvman habitate۽ رهڻ جي ٻاين وارو اهو ماحول، جيڪو سنڌو درياهہ ٺاهيو هو، سو سمنڊ ختم ڪري رهيو آهي ۽ ماڻهو اتان لڏين پيا.

تہ، سنڌي قوم جي ارتقا، جيڪا سنڌو درياهہ جي جاگرافيائي تاريخ جي حوالي سان ٿي، ان کي پيئڻ جي لاءِ منو پاڻي ۽ ڪاڻ.لاءِ ڪاڏو سنڌو درياهہ ٿي سپلاءِ ڪيو. پيٽ پرڻ کان پوءِ ان کي ذهني خوراڪ کپندي هئي، جنهن سان ڪا قوم پنهنجي تڪميل تي پهچي ٿي ۽ انهيءَ ۾ پڇاڙيءَ جو جيڪو contribu-tion آهي اهو مون کي سڀ کان وڌيڪ ٿو لڳي.

قومون پئسن سان نہ ٺهنديون آهن ۽ نہ فوجي فتحن سان ٺهنديون آهن، جو ڪو هڪڙو سنڌي جنرل پيدا ٿئي ۽ سڪندراعظم وانگر سڄي دنيا کي فتح

ڪري اچي ته اها سڄي دنيا سنڌي قوم تي ويندي، ائين ڪو نه ٿيندو آ. قوم جي defination جيڪا ڊڪشنريءَ ۾ آهي ته،"ڪنهن خطي ۾ رهندڙ ماڻهو رضاڪارانه طور تي پاڻ ۾ گڏ رهڻ چاهن، ساڳي ٻولي ڳالهائيندا هجن ۽ انهن جا economic intrest ساڳيا هجن." سنڌي قوم جو structure به ائين ئي ٺهيو آهي. اسان وٽ هڪڙا سانورا ماڻهو آهن. هڪڙا پورا ڊگها ماڻهو آهن. هڪڙن جو نڪ ڪڙائون آ، هڪڙن جو هيٺ آ، مختلف وصف آهن. مختلف اينٿڪ گروپ آهن. مختلف اينٿروپا لاجي آهي. سنڌي ماڻهو سهڻو شايد انهي جي ڪري به آهي، جو ان ۾ تمام وڏي ورائٽي آهي. صدين کان وٺي مختلف ٻوڪڙو قومون، اتر اولهه، ڏکڻ ۽ اوڀر کان هن گرين بيلٽ ۾ انهيءَ lively hood جي تلاش ۾ هتي آيون، human ٿيون ۽ سنڌن ڇهارون گذري ويون. مهين جي دڙي جي ماڻهن نه ٿر جي سائوٿ ايسٽ ڪارنر آف سنڌ وڃي وسائي. ڇاڪاڻ ته dancing girl جي ٻانهن تي جيڪي چوڙيون آهن، اهي ٿر ۾ ئي آهن ۽ اسان جي علائقي ۾ ڪو نه آهن ۽ crescent horn bull جيڪي ڊڳي جا آهن، اهي به ٿر ۾ آهن. ان ڪانسواءِ ٻيون به ڪيتريون ئي نشانيون آهن. مُهين جي دڙي جا خاص طور تي ماڻهو، جن لاءِ چيو وڃي ٿو اهي سانورا ۽ وچولي قد جا هئا ۽ سندن نڪ چپ ٿلها هئا، سنها نه هئا. اهي جيئن سنڌو درياهه اتر کان ڏکڻ ڏانهن وهڪرو ڪندو آهي، تيئن اتر کان ڏکڻ ڏانهن ۽ گهڻو ڪري ٿر جي ننگرپارڪر ۾ وڃي آباد ٿيل آهن. پوئتي باقي جيڪا سنڌ بچي ٿي. ان ۾ اتر کان ٽرئفڪ جاري آهي ۽ پشاور کان ريل گاڏي ماڻهو ڪٽي اچي اتي ٿي ڇڏي ۽ ان جي لنڪ افغانستان وارو ڪابل درياهه ڏيون بيٺو آ. جيڪو تمام تاريخي درياهه آ. سڪندراعظم يونان کان جڏهن نڪتو ته هيڏي اسان وٽ ڪابل درياهه مان اچي اباسين ۾ پيو ۽ اباسين ڪانپوءِ سمنڊ تائين آيو. اهو تاريخي روٽ آ ۽ ان کي تمام وڏي اهميت آ. ڇاڪاڻ ته اتي جنهن جاءِ تي ڪابل درياهه ۽ سنڌو درياهه پاڻ ۾ ملن ٿا، اتي توهان ويندئو ته توهان کي نظر ايندو ته گهڻي ۾ گهڻو لٽ ڪابل درياهه جو آ. جنهن جو پاڻي توهان کي صفا ميرو نظر ايندو. اباسين ۽ سنڌو درياهه جو پاڻي اتر کان اٽڪ وٽ اچي ٿو، ته تربيلا ڊيم جو بيٺل پاڻي آ جيڪو سيمي جو پاڻي آ ۽ هيٺان سمي ٿو اچي. اهو ڪارو

پاڻي، لڙيانو ناهي. هماليه کان وٺي اهو پاڻي سڀ ڳارڪنيون ٿو اچي. جنهن جي بنياد تي چون ٿا ته سنڌ ۽ پنجاب جي ڌرتي الله پيدا ڪئي آ. through the process هاڻي ڳالهه اچي ٿي سنڌين جي وحدت جي، اتحاد جي ۽ قوم هجڻ جي، ته ان تي توهان کي ياد هوندو ته مرحوم فقيرمحمد لاشاريءَ هڪڙو بحث ڇيڙيو هو ته سنڌي قوم اجا ٺهي ڪانهي ڇو ته انهيءَ ۾ اهو اتحاد ۽ ايڪتا ناهي، جيڪا قومن ۾ ٿيندي آهي. تازو فون تي منهنجي عبدالله مگسي صاحب سان ملاقات ٿي، جنهن شڪايت ڪئي ته هڪڙي سنڌي پاور فل رائيٽر،(جيڪو هڪ سنڌي اخبار جو ايڊيٽر به آهي ۽ فقير محمد لاشاريءَ ڪانپوءِ ان جا ڪالم ڪيترا سنڌي ماڻهو ڪٽي، فريم ڪرائي پنهنجي گهرن ۾ رکن ٿا) ڪنهن ليڪچر ۾ يا ڪچهريءَ ۾ چيو آ ته سنڌي ٿرڊ ڪلاس قوم آ. سنڌي قوم بابت اهي ريمارڪس تمام سيريس آهن. منهنجي چوڻ جو مقصد ايئن ناهي ته ايئن آهي، پر اهي سيريس ريمارڪس آهن ۽ سيريس ان ڪري آهن، جو سنڌي قوم بنگالي قوم نه آهي. جو سڀ توهان کي هڪ قد، هڪ رنگ ۽ ساڳين وصفن وارا نظر اچن. سنڌي ماڻهو، مختلف نسلن جا ماڻهو آهن، جن جو اينٿرو پوليجيڪل بئڪ گرائونڊ مختلف آهي. انهن ۾ يونان، هنس، چائنيز ۽ يورپين وصفن وارا چهرا توهان کي نظر ايندا لبنان ۾ جيئن ايسٽ ۽ ويسٽ جو ميلاپ ٿيندو آ، انهيءَ ڪري لبنان جو حسن ڏاڍو مشهور آ. سنڌ جو به ائين ئي آهي. سنڌ جو به ويسٽ سان هڪڙو ريسل ڪانٽيڪٽ آهي. ايسٽ ۽ ويسٽ ٻنهي جو هڪڙو سنگم آ. ڏاڍو خوبصورت ۽ وڏي ويرائٽيءَ وارو. سنڌ جا وڏ گهراڻا سيد، مخدوم، مخدوم زاده، پيرزادا ۽ ٻيون ڪيتريون فيوڊل فيمليز دل پشوري ڪندي چونديون آهن ته اسان pure رئيس ۽ خالص قوم آهيون. انهيءَ جي ڪري ٻاهران شاديون نه ڪندا آهن ۽ پنهنجو رت ٻين سان نه ملائيندا آهن. پر ڪين اها خبر ئي ڪانهي ته سنڌن رت سوَ دفعا ملي چڪو آ ٻين قومن سان. جنهن تي اجا وڏيڪ سائنٽيفڪ ريسرچ ٿيڻي آهي ته، سنڌ ۾ جيڪا پسماندگيءَ واري هٺ ڌرمي آهي، انهيءَ ۾ ڪڏهن ڪڏهن ته ايئن محسوس ٿيندو آ ته سنڌي مسلمان، اجا مسلمان

ئي ڪو نہ ٿيا آهن. اسلام جي رسول ﷺ عربن کي تمام جاهل ڏٺو، جنهن وقت ڏٺائين تہ هو پنهنجي نياڻين کي پورين ٿا پيا، ۽ اهو هڪڙو وڏو وحشي ازم آهي تہ انهن کي سمجهايائين ۽ چيائين تہ، نياڻين کي جيئري نہ پوريو. ماڻهو ٿيو. تہ، سنڌي مسلمان اڃا انهيءَ حساب سان ماڻهو ئي ڪو نہ ٿيا آهن. ڇاڪاڻ تہ اسان جا انگ اکر اهي آهن تہ اسان روزانو"ڪاري" ڪري ڪهندا آهيون ۽ سال ۾ جيئن تہ 365 ڏينهن ٿائين تہ اسان جي kari killing جي figure سنڌ ۾ 900 آهي ۽ 1000 بہ آهي، تہ اسان ۾ اهو جيڪو هٺُ آهي، وڏيرڪو هٺ ۽ جيڪي بيشمار ذاتيون آهن. اهي پاڻ کي تمام اتم سمجهن ٿيون ۽ ٻئي کي مٽ ثاني نہ ٿيون ڀانئن. ڪو چوي ٿو تہ مان بروچ آهيان ۽ سماٽ ٿي نہ ٿو سگهان ۽ ڪو چوي ٿو تہ مان سماٽ آهيان تہ بروچ ٿي نٿو سگهان. ايئن سيد ۽ بروچ سمجهي ٿو تہ مان ئي اتم آهيان پر جيڪڏهن سائنٽيفڪ طريقي سان سوچجي تہ اهڙي ڪا بہ ڳالهہ ڪونهي. سنڌ، سنڌي ذهن ۽ سنڌي حسن جيڪو آهي، اهو ان مڪسچر جي پيداوار آهي، اسان ماڻهو سٺي نسل وٺڻ لاءِ جانورن ۽ پکين ۾ اهو سائنسي طريقو استعمال ڪندا آهيون. ڪتن جا شوقين وڏيرا ڪتي جو سٺو ڪار وٺندا ۽ ڪڪڙ ويڙهائيندڙ شوقين انهي جو مڪسچر وٺندا، cross وٺندا. انساني نسل ۾ اسان cross جي مخالفت ڪيون ٿا ۽ چئون ٿا تہ، هڪڙي ذات وارو ٻي ذات ۾ شادي نہ ڪندو ۽ هڪڙي ذات واري عورت ٻي ذات ۾ وينديِ تہ اها"ڪاري" ٿي ويندي، قتل ٿي ويندي. تہ، سنڌو درياهہ جي جاگرافيءَ جڏهن haman habi-tate پيدا ڪيو تہ انهن ماڻهن کي هڪڙي قوم جي صورت ڏيڻ جي لاءِ intel-lectual education جي ضرورت پئي ۽ نہ رڳو انٽليڪچوئل ايجيوڪيشن پر هڪٻئي سان واقفيت جي پڻ ضرورت پيِن. جو بہ اوپرا ماڻهو هڪٻئي سان گڏ ڪيئن رهندا، جيستائين هڪٻئي کي نٿا سڃاڻن. توهان ٿر جي تاريخ ۾ ڪوسا ذات جو هڪڙو باب پڙهيو هوندو ۽ جڏهن سائين نواز علي ڪوسي صاحب سان ننگرپارڪر ۾ ملندوءَ، تہ هو توهان کي ٿر جو ماهر نظر ايندو. تہ، ڪوسا بروچ جبل مان ٿر ۾ اچي آباد ٿيا ۽ قديم زماني کان وٺي انگريزن جي زماني تائين پينل ڪوڊ جي حوالي سان جيڪي رپورٽون آهن، انهن ۾ ڪين ڏوهاري ذات سمجهيو

ويندو هو. هاڻي اهي بلڪل ٽري تي ويا آهن.
تہ، مان چوان ٿو تہ ٻاهران جيڪي بہ قومون حملي آور جي روپ ۾ سنڌ ۾ آيون تہ اهي سڀ ڏوهاري هيون. پر هتي اڄڻ ڪانپوءِ سنڌو تهذيب جي ميٽا فزڪس ۾ ماڻهوءَ مان انسان بڻيا ۽ ۽ ڏهہ هزار سال پراڻي تهذيب انهن کي مهذب ڪيو. جنرل جارج آنڊس تي هڪڙو ڪتاب لکيو جنهن ۾ هن باقائدي ڪونيشن ۾ ذڪر ڪيو تہ. سنڌي ڏاريءَ هر ڪاهيندي ڏٺو تہ، هڪڙا اوپرا ماڻهو هيڏي(سنڌ ۾) آيا، جيڪي بدمعاش هئا ۽ هٿيارن سان مسلح هئا، تہ هن دل ۾ دعا گهري تہ نوان آقا، خدا ڪري تہ پراڻن آقائن کان وڌيڪ رحم دل هجن.
۽ اها سنڌي ماڻهوءَ جي جيڪا صديون پراڻي بي حسي ۽ helplessness آهي. ليڪ انهي ڏانهن اشارو ڪيو آهي.
تہ، اسان سڀ غريب هئاسين. اسان تي هنن حڪومتون ڪيون، ڏاڪا ڄمايا ۽ اهي مختلف ماڻهو سنڌ ۾ موجود هئا ۽ آهن، انهن کي ثقافتي طور گڏ رهڻ لاءِ پنائي صاحب تيار ڪيو ۽ اهو ڪم هن ايئن ڪيو. جو سنڌس رسالو جڏهن جبل جو ماڻهو ٿو پڙهي تہ ان کي ٿر جي ٻولي، ٿر جي ثقافت، رسمون ۽ اٺٽي ويهٽي سمجهہ ۾ اچي ٿي. ايئن ڪاڇي، ڪڇي ۽ ڊيلٽا جون ريتون رسمون ۽ ڪلچر رسالي ۾ موجود آهي ۽ انهن علائقن جا ماڻهو اهو پڙهي هڪٻئي کان واقفيت حاصل ڪن ٿا.
اسان پنهنجي درياهہ جي ڪناري واري ڳوٺ(پلهڙيجي) ۾ جهڙي وقت شعور جي اک پٽي سين تہ رسالو پڙهيوسين تہ "سر مارئي" پڙهڻ ڪانپوءِ ٿر گهمڻ جي خواهش پيدا ٿي. ڇاڪاڻ تہ "مارئي" جو سر پڙهبو تہ ان ۾ ٿر جو ئي ذڪر ايندو. ٿر ٿوهر، گهرجهوپڙا، ٻارڻ جنين ٻوهہ ۽ سسئيءَ جو ذڪر ٿيندو تہ. جبل جي life ايندي ۽ ان تي پنائي پنج سر لکيا "سسئي آبري"، "ڪوهياري"، "حسيني"، "ديسي" ۽ "معذوري" ٿر تي ٽي سر "مارئي"، "ڏهر" ۽ "سارنگ" مني، ڪاري ۽ ڊيلٽا تي "سهڻي"، "سريراڳ" ۽ "سامونڊي" لکيائين ۽ ڪاڇي تي "ڪنبيات."
رات سهائي، پون ۽ سنئين، پٽين وڏو پنڌ...

اهي"پٽيون" ڪاڇي ۾ ٿي آهن، قطب تاري کي توهان پنهنجي سڄي ۾ ڪاٻي کلهي تي رکي هلندا هلو، هلندا هلو. توهان کي ڪو خطرو نہ هوندو، نہ ٿي اڏو ڪو ڏڙي ڏکو ايندو. ايئن سڌا پٽ آهن ڪاڇي جا.

تہ، سنڌي قوم جي حوالي سان ڀٽائي صاحب جو contribution سڀ کان وڌيڪ آهي ۽ هن ٿي سنڌ جي مختلف علائقن جي ماڻهن کي رسالي ذريعي هڪٻئي کان واقف ڪيو ۽ ويجهو آندو. انهن جي common causes ۽ دائمي دردن تي ڀرپور طريقي سان لکيائين. پاڻيءَ جي مسئلي تي هڪڙي سٽ ڏنائين، "قادر ڪرين ڪرم، تہ ان جي وطن تي وس ٿئي." چو تہ سنڌ جا ٽوٽل علائقا گهمي ڦري هن ان جي درد جو حل اهو ٿي ڏسيو. مان سمجهان ٿو تہ هينئر ان ڳالهہ لاءِ اجا وڌيڪ awareness جي ضرورت آهي ڇاڪاڻ تہ سنڌ ۾ پاڻي جي جيڪا قيامت تي چڪي آ، انهيءَ جو حل صرف مينهن ٿي آهن. پنجاب توهان کي پاڻي ڏيڻ لاءِ تيار ڪونهي.1971ع جيان جي ٻيو دفعو بہ ملڪ ٽٽو تہ پرواهہ ناهي، پر پاڻي ناهي ڏيڻو سنڌ کي۔ بنگالين سان ان جيڪو ڪجهہ ڪيو. اها ساڳي ڳالهہ آهي تہ، ان صورت ۾ سنڌ جو حل اهو ٿي آهي، جيڪو ڀٽائيءَ جي سٽ ۾ هو تہ:

قادر ڪرين ڪرم، تہ ان جي وطن تي وس ٿئي...

سو سائين هي شاعر سنڌ جو قومي وحدت جو اڏيندڙ انهيءَ جي ڪري ٿي آهي، جو سنڌ جي وڻ وڻ جي ڪانيءَ واري ماڻهوءَ کي تهذيب سان هڪٻئي سان رهڻ لاءِ تيار ڪيو ۽ انهن جي دائمي دردن کي پنهنجي شاعريءَ جي موتين واري لڙهيءَ ۾ پوئي ڇڏيائين. اتر جي ٻوليءَ جا درياهہ جي وهڪري جيان جيئن کهرا ۽ شوخ لفظ ڪٽي مٺي هلندو ويو، اها ٻولي مٺي ٿيندي وئي ۽ ان جو ميناج وڌندو ويو. چو تہ ڀٽائي صاحب سنڌ جي مختلف علائقن ۾ travel ڪيو ۽ مختلف علائقن جي ٻولي، اينٿروپالاجي ۽ ريتن رسمن کي study ڪئي ۽ ان تي ماهر هو. تڏهن ٿي رسالي ۾ سڄي سنڌ جو نقشو موجود رکيائين ۽ سنڌي قوم جي اڏاوت ۽ ارتقا ۾، سنڌو درياهہ وانگر بي مثال ڪردار ادا ڪيائين.

مهرباني.

# سچ ٽا مرد چون، ڪنهن ڪي وٽي نہ وٽي

”سپَت سنڌُو“ يا ’هَپت هندُو“ واري علائقي جا ليکاري دوستو!

ڀلي ڪري آيا

جيءُ ڪري آيا

نِمستي

حق موجود!

شمشيرالحيدريءَ سان جڏهن مان”حق موجود“ چئي ملندو آهيان تہ هو جواب ۾ چوندو آهي”ناحق موجود“ _اوهان سنڌ جي ڪلچر، ادب، ٻوليءَ ۽ تاريخ وارو جيڪو”شاهہ_سچل _سامي“ نالي ٽڪنڊو ڏاهيو آهي، ان جي وڏي ۾ وڏي ڪنڊ مان آواز اچي ٿو:

”اگهيو ڪاٿو ڪچ، ماڻڪن موٽ ٿي

پلئہ پايو سچ، آچيندي لڄ مران. “

۽ ٻي ڪُنڊ مان اهڙو ئي هڪڙو ٻيو آواز ٻُري ٿو:

”ماٺ ڪريان تہ مشرڪ ٿيان،

ڪچان، تان ڪافر،

انهيءَ وائيءَ وَرّ، سمجهي ڪو سچيڏنو چوي.“

جڏهن تہ هن عظيم ٽڪنڊي جي ٽينءَ ڪنڊ مان سامي ٿو چوي:

ناحق جيءُ زلي، ٿو ڪرمن جي ڪُلِپت ۾.

سو اسان سان جيڪي”ناحق“ ٿين ٿا، شايد انهن جو هڪڙو ڪارڻ اهو بہ آهي تہ اسان جا ڪرم ڪِنا آهن. سهڻيءَ جي ڪردار بابت ڀٽائيءَ چيو:

ڪنهن جنهن گهيڙگهڙِي، جيئن اونڙان نڙ نئوس

سالم گهڙي سهڻي، ڪُنن ڪين ڪيوس

اُهسَ اکڙين ۾، پريان جو پيوس

حقا حق ٿيوس، هئي طالب حق جي.

پر اسان خاص ڪري سنڌ وارا سنڌي موجود دور جي سهڻين کي ڏڙا ڏڙ"ڪاري" ڪري ڪهي رهيا آهيون. هن سال 2004ع ۾ اسان حد ڪان وڌيڪ مهذب ٿيڻ جي ڪوشش ڪندي 12 مهينن ۾ صرف 300 عورتون ڪُٺيون آهن جڏهن ته گذريل ڪجهه سالن جي رپورٽ اها آهي ته اسان سراسري طور روزانو ٻه عدد عورتون قتل ڪيون آهن ۽ انهن جي رت ۾ هٿ ٻري سيني تي هٿي ماتم ڪندا آهيون. ته اسان سان زندگيءَ جي هر شعبي ۾"ناحق" ٿي رهيا آهن.

مٿي ڏنل ڊاٽا data جي بنياد تي تجزيو analysisڪنداسين ته ثابت ٿيندو ته"حق" معنيٰ"مرد" ۽"ناحق" معنيٰ"عورت"۔ سنڌي ٻوليءَ جي جديد لغت ۾ انهن ٻن لفظن جي معنيٰ ايئن لکڻ گهرجي. اهو اسان جو فيوڊل ڪلچر آهي.

سو سائين، ان مان اندازو لڳايو ته اسان شاهه، سچل ۽ سامي جا ڪيڏا وڏا پوئلڳ آهيون. اسان سنڌي ٻوليءَ جي وڏي ۾ وڏي شاعر جي ڪلام ۾ استعمال ڪيل لفظن جو پنجاهه سيڪڙو مس سمجهندا آهيون جڏهن ته ڪراچيءَ ۾ رهندڙ اسان جا ٻار"تنهن"ڪي"ناخن" ڪري سڏيندا آهن. سنڌ جي وڏي ۾ وڏي محقق ۽ پيڙائيءَ جي پارکو ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ طرفان ترتيب ڏنل پيڙائيءَ جي لغت مان ٻانهي خان، ج ع منگهاڻي ۽ رحمان پالاريءَ جيڪي غلطيون ڪڍيون آهن سي اڃي تي ڪاري طور محفوظ آهن. هاڻي ته اسان وٽ اهڙا جوان به پيدا ٿيا آهن جيڪي چون ٿا ته اچو ته پيڙائيءَ جي بيتن ۾ تصحيح ڪريون ۽ پيڙائي جيڪي غلط لفظ استعمال ڪيا آهن، اهي ڪڍي انهن جي جاءِ تي صحيح لفظ لکون، ان حوالي سان اسان جي هڪڙي سنڌي اديب ۽ شاعر تجويز ڏني آهي ته پيڙائيءَ جي هڪڙي بيت ۾ استعمال ڪيل لفظ"نوم" ڪڍي ان جي جاءِ تي ان جو ڪو سنڌي متبادل لفظ لکيو وڃي. اهو سڀ ڪجهه اسان اهو ڄاڻندي ڪري رهيا آهيون ته پيڙائي شاعري ۽ ٻولي سان گڏ موسيقي جو به ايڏو وڏو ڄاڻو هو جو هن تنبوري ۾ ٻن اضافي تارُن جو واڌارو ڪري ورتو هو. جڏهن ته اسان کي ڪو ڪلام ٻڌندي خبر به نه پوندي آهي ته ڳائڻو اهو ڪلام ڪهڙي راڳڻي يا راڳ ۾ ڳائي رهيو آهي. پر پوءِ به اسان پاڻ کي پيڙائيءَ ڪان وڌو شاعر ثابت ڪرڻ جي چڪر ۾ آهيون ۽ ڪلم ڪلا چئي رهيا آهيون ته پيڙائي تنقيد ڪان ڇو

بالاتر آهي. جڏهن ته اسان سرہاڻن ۾ ايئن چئي رهيا آهيون ته پنائيءَ جي بيتن ۾ فحش نگاري آهي ۽ هن جا ڪي بيت اخلاق ڪان ڪريل آهن. .

سچل ته آهي ئي ڪافر شاعر۔"نوري ۔ناري ناهيان يارو ۔آهيان رب جبار ۔ پيئر مون کي چا ٿيون پانئيو؟" توبهه نعوذباالله ۔ اهڙي شاعر جي چوڻ تي ڪير هلندو. پلا blasphemy law ۾ ڦاسي ڪاٺڻي ته ناهي. باقي بچيو سامي سو جي مسلمان هجي ها ته هن جي ڪلام کي ويچار هيٺ ضرور آڻجي ها.

پنائيءَ هڪڙا به بيت لکيا آهن. هڪڙي ۾ مسلمانن کي مخاطب آهي ۽ ٻئي ۾ هندن کي.

جي بي شرڪ پانئين پاڻ کي ته عين شرڪ ايءُ
وجائي وجود کي پاڻان پاسي ٿيءُ
هڏهن ڪونهي "هيءُ"، "هو" پڻ ڪونهي "هن" ري.

۽ ٻئي بيت ۾ چيائين:

ڪوڙو تون ڪفر سين، ڪافر مَ ڪوٺاءِ
هندو هڏ مَ آهين، جٽيو تو مَ جڳاءِ
تلڪ تنين کي لاءِ، سچا جي شرڪ سين.

حق ۽ سچ جي هن جدوجهد ۾ پنائيءَ نه رڳو وقت جي ظالم حڪمرانن، ٻهروپي ماڻهن، لالچي نفعي خور واپارين ۽ عاشقن جي وچ ۾ وٺيون وجهندڙ فيوڊل درندن کي منهن تي سچ چيو آهي پر خود پنهنجن آدرشي ڪردارن کي به نه بخشيو اٿس. جنهن ڪردار لاءِ هن چيو ته "ٻسبئي لنگهي سو، مرد جنهن مات ڪيا" ان تي جلهه ڪندي چيائين:

سُتينءَ پير ڏڪها ڪري، وڏي جاڙڪياءِ
جي در پر اُيين سجٽين، ته سُر پُر هوند سُياءِ
اصل آريءَ چام جي، سگهي ٿون مَ سِياءِ
پنهونءَ سين پياءِ، ٿي نياڳي ننڍون ڪرين؟

ست ۽ سيل جي ديويءَ مارئيءَ کي مخاطب ٿيندي چيائين:

هي مُنهن ڏيئي ٻن، تون وهُ ڪائي نہ مرين
تان جي ملير ڇائين، تو سين سڱ نہ ڪن
ڪيئن منجهان تون تن، پاڻ ڪوٺائين مارئي؟

جنهن سهڻيءَ ڪي عشق جو اعليٰ سرٽيفڪيٽ ڏيندي چيائين تہ"هلو تہ پڇون سهڻي، جا ڪِر ڄاڻي نينهن"، تنهن لاءِ چيائين:

ڏينهان گذاري ڏمر سين، راتيون وٽ ميهار
ڪنيائين ٻيئي پار، تئان ٻڏي سهڻي.

اهڙيءَ طرح راءِ ڏياچ جنهن سنگيت تي سر ڏئي ڇڏيو تنهن ڪي وري ورجائي چيائين تہ"هي سڪٹو سُر آهي، سِرَ ۾ سچڻ نانهہ ڪي" سو تون سر ڇو نہ ٿو وڍي ڏين. محبوب ڪيَ مٺئي تي متاڻ سبب ليلا تي جلهون ڪيائين ۽ تنگ نظر مُلن لاءِ چيائين: ڏسي پسي الله، تا ٽپيون هٽن ڏوڙ ۾."

سو سائين، اوهان جيڪو شاهہ _سچل _ساميءَ وارو ادبي ٽڪنڊو ٺاهيو آهي سو ٽپور پاسو ٽڪنڊو ناهي. اُن جو هڪ پاسو باقي ٻين پاسن کان تمام ڳرو آهي. سچل ۽ سامي برابر عظيم شاعر آهن، روحل فقير بہ پنهنجو مَٽ پاڻ هو جنهن چيو هو،تہ "پير ۾ پرميشور، تہ ٻير ۾ ڪو ٻيو؟" ۽ گروهڙي صاحب بہ عظيم شاعر هو جنهن چيو هو تہ"ڦوڙائي فراق جو قدر ڪونجڙين _ ٻيو تن مائرن، پُٽَ جنين پرڏيهہ ويا." اهڙي طرح شاهہ ڪريم ۽ شاهہ عنايت بہ وڏا شاعر هئا. پر ڊاڪٽر سورلي جو چوڻ سچ آهي تہ"سنڌو ماٿري ۽ خاص ڪري سنڌ ۽ پنجاب ۾ وڏا وڏا شاعر تي گذريا آهن. پر لطيف ۽ فريد scholarly poets آهن.

سو جيڪڏهن شاعريءَ جي معيار ۽ art of expression جي ڳالهہ ڪبي تہ پوءِ ڀٽائي حرفِ آخر محسوس ٿيندو.

لڪ ڇڙهيو، رڻ روءِ، ڪري سباجها سڏڙا
هينئڙو ڪچي تند جيئن، ڇڇيو ڇڇيو پوءِ
ڪو ڳنڍيندڙ هوءِ تہ پريت. پراڻي مَر ٽٽي.

سنڌي ٻوليءَ جي انهيءَ عظيم شاعر جي ڪراڙ ڊنڊ سڪي پئي آهي، سندس روضي تي صفائي ڪانهي ۽ ڀٽ شاهہ ڪي سنڌ جي ثقافتي ۽ ادبي گادي وارو هنڌ

ٺاهڻ وارا خواب اڃا تائين اڌورا آهن. ان سلسلي ۾ انٽرنيٽ تي جڏهن هاءِ گهوڙا ڪئي وئي ۽ ڪجهه اوور سيز سنڌين راءِ ڏني ته اسان ٽا پنهنجن پئسن سان ٽيوب ويل هٽايون ته پرڏيهه جي هڪڙي سنڌي هندوءَ اي ميل موڪلي چيو ته "پتائيءَ جي ڪراڙ ڍنڍ زمين ۾ ڪو سوراخ ته ڪونهي جنهن ڪي اوهان گلاس پاڻيءَ سان ڀري ڇڏيندئو. جيڪڏهن پاڪستان سرڪار اسان جي پئسي ڪي سنڌ ۾ اچڻ جي اجازت ڏئي ته هوند پٽ شاهه ڪي اسان ننڍڙي آمريڪا بڻائي ڇڏيون".

هن وقت پاڪستان ۽ هندستان وچ ۾ تعلقات بهتر ٿي رهيا آهن. ان موقعي جو فائدو وٺي سنڌ ۾ ٻاهرين سيڙپ ڪي اجازت ڏني وڃي ته جيئن ڪراڙ ڍنڍ جي beautification به ٿئي، ڪوڪرو به کُلي ته جيئن اسان هندستان جو انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي به ڏسي سگهون ۽ اتي ايسٽ انڊيا طرفان ٺٽي ۾ لڳايل واپاري ڪوٺين بابت تحقيقي مواد حاصل ڪري سگهون. اسان ڪي سڀ ڪان وڏيڪ ضرورت ان جي آهي ته ٻنهي ملڪن وچ ۾ اچ وڃ وڌي ته جيئن اسان هندستان ۾ پتائي جا آثار ڳولي لهون ۽ ڪاڪ، لداڻي، گرنار ۽ پورب جا پنڌ ڪري سگهون..

ان لاءِ اڃا به بهتر تجويز اها آهي جيڪا 2001ع ۾ آمريڪا جي گاديءَ واري شهر واشنگٽن ڊي سي ۾ پروفيسر ستيش ڪمار روهڙا بين الاقوامي سنڌي ڪانفرنس ۾ ڏني هئي ته هڪ بين الاقوامي سنڌي يونيورسٽي قائم ڪرڻ گهرجي جيڪا سنڌ، سنڌي ثقافت ۽ ادب توڙي ٻين معاملن تي تحقيق ڪرائي ۽ سنڌي شاگردن توڙي شاگردياڻين ڪي اعليٰ تعليم ڏيڻ لاءِ ماحول تيار ڪري_ ان تجويز ۾ اهو به چيو ويو هو ته اها بين الاقوامي سنڌي يونيورسٽي پاڪستان ۽ هندستان جي سرحدن کان ٻاهر خاص ڪري آمريڪا جي گاديءَ واري شهر واشنگٽن ۾ قائم ڪئي وڃي ته جيئن دنيا جي مختلف ملڪن ۾ رهندڙ سنڌي آزاديءَ سان اتي اچي وڃي سگهن. ڇاڪاڻ ته پاڪستان ۽ هندستان جي تعلقات جي ڪا خبر نه ٿي پوي، ڪڏهن صلح جون ڳالهيون ٿا ڪن، ته ڪڏهن جنگ جون.

سو هاڻي جڏهن ٻنهي ملڪن وچ ۾ ويجهڙائپ ٿي رهي آهي ته جيڪر

اسان وٽ ڊاڪٽر خوبچنداڻي جهڙو ماڻهو اچي جيڪو گڏيل قومن کان وٺي دهلي تائين انفارميشن ٽيڪنالاجي جو وڏو نالو آهي ۽ جنهن جي ڪاوشن سان سنڌي ٻولي آءِ ٽي جي ٻولي ٿيڻ جو اعزاز حاصل ڪيو آهي. ماجد ڀرڳڙي، اياز شاهه ۽ عظيم سومري ان سلسلي ۾ ڪافي ڪوششون ڪيون آهن جنهن ڪري سنڌي اڄ انٽرنيٽ جي ٻولي ٿي چڪي آهي، پر ان حوالي سان اڃا به گهڻو ڪجهه ڪرڻ جي ضرورت آهي.

اڳي ايئن هياس جيئن جهومڪ جهوڙا ڪتئين
هاڻي ايئن ٿياس، سانجهيئڙي جيئن سپرين.

(18 کان 20 ڊسمبر 2004ع تي ڪراچي جي بيچ لگزري هوٽل ۾ سنڌ گريجوئيٽس پاران بين الاقوامي شاهه ـ سچل ـ سامي امن ڪانفرنس جي موقعي تي پڙهيل.)

# فنا جو فڪر

جي فنا ٿيا فقير، هلو تڪيا پسون تنِ جا

جان تن ڪرين نہ تيئن، سوئيريان ئي سنهڙو
پرين پائيندا ڪيئن، توکي اکڙين ۾.

جي تون چاهين ٿو تہ پرين توکي اکين ۾ پائين تہ پوءِ پاڻ کي ڪُٽي ڪُٽي ۽ پيِنهي سرمي جيان سنهو ڪرڻو پوندو.

پائيون جان نہ ڪجن، روئي ڏوئي اکيون
جر ڪجر جن اکين ۾، سي ڪيئن پرين پسن.

پرينءَ کي پسڻ لاءِ فراق جي مرحلي مان گذرڻو پوندو. پرينءَ کي پسڻ لاءِ اکيون پائيون ئي گهرجن. پاڻ وڃائي پوءِ پرينءَ کي ڏسي سگهجي ٿو. ڪلڻ ۽ ڪجڻ سان تہ پرين نہ ملندو!

اي پڻ ڪوڙي سڌ
جيئن ڪِليو، ڪايو، سمهين.

جي بي شرڪ پائئين پاڻ کي تہ عين شرڪ ايءُ
وڃائي وجود کي پاٽان پاسي ٿيءُ،
هڏهن ڪونهي هيءُ، هو پڻ ڪونهي هِنَ ري.

ڪيهي ڪامَ ڪاپڙي، ٽا اهڙي روش رون
نہ ڪا دل دوزخ ڏي، نہ ڪي بهشت گهرن
نہ ڪو ڪم ڪفار سين، نہ مسلماني مَن
ايا ايئن چون تہ پرين ڪجو پانهنجو.

هي فنا جو فڪر آهي. فنا جي فڪر کي سمجهڻ لاءِ سُئيَ تي چيل ڀٽائي جي بيت تي سوچيو:

پاتشاهي نہ پاڙيان، سرتيون سُئيءَ ساڻ
ڏکي اڳهاڙن کي، ڪين ڏکيائين پاڻ
بيهر چاپي چاڻ، اِبر جي اوصاف کي.

سُئي، ٻين کي ڍڪي ٿي، پاڻ کي نہ ٿي ڍڪي. ان رازکي سمجهڻ لاءِ بيهر چمٽو پوندو ۽ بيهر چمڻ لاءِ اڳ ۾ جيئري ئي مرڻو پوندو.

جي تون ڪالهہ مُئي، تہ ڪالهہ ئي گڏي پرين کي
ڪڏهن ڪا نہ سُئي، تہ ڪا سگهي گڏي سڄڻين.

پر جي تو ۾ اجا جيئڻ جو آ سانگو آهي، ۽ جيئري مرڻ نہ ٿو چاهين تہ پوءِ پرين ڪيئن پسي سگهندين؟

ڪِلي وِرَ ڪنڊ ۾ پاڪر جو پائي،
اجا ان کي جيئڻ جو آ سانگو آهي،
سورهيہ سو چائي، جو رڳو ئي رڻ گهڙي.

تڏهن تہ پيتائيءَ چيو تہ:

تو سگ ساهہ ڪٽڻ سين، جيئڻ گوشي جاءِ
مرڻَ! مون سين آءُ تہ پٽيءَ تو پنڌ ڪيان.

مرڻا اڳي جي مُئا، مري ٿيا نہ مات،
هوندا سي حيات، جيئان اڳي جي جيا.

فنا جو فڪر اهو فلسفو آهي، جيڪو ماري مچ ڪيل من مان ڦٽي نڪري ٿو. ان دماغ ۾ شعور مان، ڦٽي نڪري ٿو. جنهن پنهنجي وحشي جيوت جي نشانن سان جنگ جوٽي حقيقي جهاد ڪيو هجي. جنهن ماڻهوءَ مان انسان ٿيڻ جو ڪٺن مرحلو طئي ڪيو هجي ۽ پوءِ انسان مان الله ٿيڻ لاءِ اناالحق جو نعرو هنيو هجي.

مينهن ڦڙو هڪ معمولي پاڻيءَ جو قطرو ٿئي ٿو، پر جڏهن سمونڊ ۾ فنا ٿئي ٿو تہ پوءِ اهو قطرو نہ پر سمونڊ بڻجيو پوي. جيسين ماڻهو آهي تيسين: ”جيڪي ڪم بندو ڪري، سو مڙيو ئي ڏوهہ“. واري صورتحال آهي ۽ جڏهن اهو

مرحلو اچي ٿو جنهن لاءِ ڀٽائي چوي ٿو تہ:”پنهون ٿيس پاڻ، سسئي، تان سُور هٿا“
تہ پوءِ ڏوهہ ڪرڻ جي گنجائش ختم ٿيو وڃي.

سو، ماڻهوءَ ۾ جيستائين هئڻ آهي، تيستائين هن جون پنج ئي آڱريون پنهنجي پيٽ ۾ آهن ۽ ان ڪري هو سئيءَ وانگي ٿي نہ ٿو سگهي جنهن لاءِ ڀٽائي چيو تہ”ڏکي اگهاڙن کي، ڪين ڍڪيائين پاڻُ.“

دراصل، ماڻهوءَ جي فڪر تي هن جي شخصيت جو وڏو اثر ٿئي ٿو. اندر ۾ ابليس ويهاري جيڪو فڪر ڏنو ويندو سو حقيقت ڏانهن وٺي نہ ويندو. جيستائين من ماري مُچَ نہ ٿو ڪيو وڃي، تيستائين ڀٽائيءَ جي فنا واري فڪر کي ڇهي نہ ٿو سگهجي.

پٽيندي سائي، جنهن سور ٻڌايو سندرو
ٻي هر ڪائي، هٽندي هٽ ميار جا.

فنا جي فڪر جي حوالي سان جيڪو اهم موضوع آهي سو اِهو آهي تہ انسان پنهنجي نفس کي پنهنجي ڪنٽرول ۾ ڪيئن ڪري، پنهنجي نفس کي ڪيئن ماري، نفس مطمعنا جيڪو صوفي مت جي حوالي سان مشهور اصطلاح آهي ان تي پهچڻ لاءِ ماڻهو ڇا ڪري؟ هتي هڪ اهم سوال اِهو بہ آهي تہ ڀٽائي صاحب جي فڪر کي ڇهڻ، پهچڻ، پروڙڻ لاءِ ڇا اهو ممڪن آهي تہ جنهن ماڻهوءَ فنا نہ ورتي آهي اهو ڀٽائي جي فنا جي فڪر کي ڇُهي سگهي. اِهو هڪ اهم سوال آهي ڇا ڪاڻ تہ:

پٽيندي سائي، جنهن سُور ٻڌايو سندرو
ٻي هر ڪائي، هٽندي هٽ ميار جا.

ڀٽائي جي سلسلي ۾ اسان جيڪا بہ تحقيق ڪيون ٿا اها گهڻو ڪري عقلي بنيادن تي آهي، مشاهدي، علم جي مدد سان اهو مرحلو طئي ڪيو وڃي ٿو پر اُهو فڪر، اها perception جيڪو ڀٽائي جي فلسفي جو نقطو بڻجي ٿو انهيءَ کي سمجهڻ لاءِ ڀٽائي جي practical زندگيءَ کي سمجهڻ ڏاڍو ضروري آهي. ڊاڪٽر سورلي ۽ ٻين محققن تفصيل سان بحث ڪيو آهي تہ ڀٽائي جي دور

جي تفصيلي تاريخ اسان کي نٿي ملي، ان ڪري هن جي رسالي ۾ هن کي ڳولهڻ جي ڪوشش ڪرڻ گهرجي. اسان جيڪڏهن ماڻهوءَ مان انسان ٿيڻ چاهيون ٿا ته ڀٽائي اسان کي اهو ئي گس ڏئي ٿو ته اسان پنهنجي اندر کي اُجاريون پر خود ڀٽائي کي سمجهڻ لاءِ هن جي طريقت تي عمل ڪرڻ ڏاڍو ضروري آهي ۽ هن جي طريقت اِها ئي آهي ته ”جي تون ڪالهه مُئي ته ڪالهه ئي گڏي پرينءَ کي“ ۽ هن جو مرڻ، جيئري مرڻ ۽ مري جيئڻ وارو فلسفو جيڪو آهي ان کي تفصيل سان سمجهڻو پوندو پر عملي طور تي ان تي عمل ڪرڻو پوندو جنهن ڪانسواءِ ڀٽائي صاحب تي ڪا ريسرچ ڪرڻ بابت ڪو opinion form ڪرڻ بيحد مشڪل آهي.

(ڪراچي يونيورسٽي جي شاهه لطيف چيئر پاران ڀٽائي ڪانفرنس
۾ لاءِ لکيل 10 مئي 2002 هوٽل ريجنٽ پلازا، ڪراچي)

# شاهہ لطيف پنهنجي دور جو سڄاڻ انسان

شاهہ لطيف پنهنجي دور جو نہ رڳو سُڄان انسانُ، يعني سڻيءَ چاڻ وارو انسان، يا"وڏيءَ چاڻ وارو ماڻهو" يا "چاڻو ماڻهو" هو پر هو تہ چاڻ جو سمونڊ هو، علم جو درياهہ هو. درياءُ جنهن لاءِ پاڻ چيو هئائين:"مَٽي تي مهراڻ جو نہ ڪو عار نہ پار"_ ۽ سمنڊ جنهن لاءِ چيائين تہ:"سمونڊ ڪين سُڪن، هوڙين جو ڪاٿو ٿئي _ پاڻيءَ سين پيڪ ڪي، تيلاهن وڻجارن _ لالون سي لهن، سڄاڻ ۽ اڄاڻ تہ عام ماڻهو ٿيندا آهن، پيڙائي تہ تاريخ جو حادثو هو، جنهن جهڙا ماڻهو ڪنهن قوم ۾ ورلي پيدا ٿيندا آهن. پيڙائي انسان جينيالاجي جي ڪا انوکي سائنسي ايجاد هئي جنهن جو ڇيد شايد جينيٽڪ سائنس جا ماهر بہ ڪري نہ سگهن. ايتري مختصر عمر ۾، يعني 1689ع کان 1750ع تائين هن سنڌ کي جيترو ڏسي پسي ڊاڪيومينٽ ڪيو آهي سو اسان گذريل ٽن سو سالن ۾ ڪري نہ سگهيا آهيون. چڻ تہ هن جي فوٽوگرافڪ ميمري هئي، چڻ تہ هن جي اک وڊيو ڪئميرا هئي، جو هن جيڪو ڏٺو پئي سا فلم ٺهندي پئي وئي ۽ پوءِ جڏهن هو تنبورو تاڻي راڳ رسالي جي سرواڻي ڪندو هو تہ ان وقت تصورَ جي اسڪرين تي سنڌ جي هڪ اهڙي ڊاڪيومينٽري هلڻ لڳندي هئي جنهن ۾ ڪٿي بہ جي ڪا ڪِوِل بہ چرندي هئي تہ نظر ايندي هئي.

سنڌ، هنڌ، سمونڊ ۽ درياهہ ايشيا ۽ خاص ڪري ان جو ڏاکڻو حصو يعني سائوٿ ايشيا پيڙائيءَ جي شاعريءَ ۾ ڪيترو تفصيل سان چٽيل آهي ان جي هڪڙي جهلڪ هن ڪهاڻيءَ مان معلوم ٿي سگهي ٿي.

شاهہ لطيف جي رسالي، زندگي ۽ فلسفي تي ڪم ڪرڻ لاءِ هڪ نيم سرڪاري اداري ۾ قابل ماڻهن جي گڏجاڻي ٿي رهي هئي. ايجنڊا اها هئي تہ پيڙائيءَ بابت هڪ ڪمپيوٽر جي سي ڊي ناهڻي آهي جنهن ۾ شاهہ جي رسالي جا بيت لکجي بہ اچن. ڪنهن آواز ۾ اچاريا بہ وڃن ۽ ترنم سان ڳاتا بہ وڃن. ان تي هڪ تجويز آئي تہ جيئن ئي ڪمپيوٽر جي اسڪرين تي پيڙائيءَ جو بيت لکجي

اچي ۽ ان ۾ ڪنهن ماڳ، ڪرداريا واقعي جو ذڪر هجي ته ان تي بلب ٽمڪڻ لڳي جنهن تي ڪرسر رکي ڪلڪ ڪيو وڃي ته پاسي کان هڪ ونڊو يا دري کلي پئي جنهن ۾ ان ماڳ، ڪردار يا واقعي جا تفصيل، آڊيو وڊيو فلم ۽ ٻيا وچور اچڻ لڳن. مثال جيڪڏهن هي سٽ اسڪرين تي اچي ته ”جي تو پهڻ پب جا، ته لڳ منهنجا لوهه“، ته ”پب“ لفظ تي بلب ٻري پوي ۽ ان تي ڪرسر رکي ڪلڪ ڪجي ته پاسي کان کلندڙ دريءَ ۾ پب جبل جو فوٽو ۽ ان بابت ٻي معلومات اچڻ گهرجي ته اهو جبل دنيا جي نقشي تي ڪهڙي ڏکائي ۽ ويڪرائي ڦاڪ ۾ اتر يا اوڀر طرف ڪهڙي ڊگري وٽ آهي، ان جي سمنڊ جي سطح کان ڪيتري اچائي آهي، ان جو پٿر ڪهڙي قسم جو آهي، ان جا لڪ، ٻوٽا، جانور انساني آبادي وغيره ڪهڙي آهي؟

اهڙي طرح سنڌ جا جبل، ڍنڍون، ڍورا، ٻيلا، درياهي وهڪرا، ذاتيون، قبيلا، ماڳ مڪان، جنگيون، تاريخي واقعا، جاگرافيائي اهڃاڻ ۽ ٻي معلومات جيڪا شاهه جي رسالي ۾ موجود آهي تنهن تان پردو کڄي وڃي ته سنڌ دنيا آڏو چٽي طرح ظاهر ٿي پوي. گڏجاڻيءَ جي ڪارروائي جڏهن ان مرحلي تي پهتي ته گڏجاڻي پنهنجي اختتام تي پهچي وئي، يعني گڏجاڻي پوري ٿي وئي، چاڪاڻ ته صدارتي ڪرسيءَ فرمايو ته ان جي معنيٰ اها آهي ته اوهان شاهه جي رسالي جي روشنيءَ ۾ سنڌ جو انسائيڪلو پيڊيا ٺاهڻ گهرو ٿا. هي تجويز سي ڊي جي دائري کان ٻاهر آهي ۽ انسائيڪلوپيڊيا ٺاهڻ لاءِ ڪو وڏو سافٽ ويئر ٺاهڻو پوندو، سي ڊي ته صرف mb700 جي ٿيندي آهي.

اها ڳالهه بلڪل صحيح هئي. شاهه جو رسالو سنڌ جو انسائيڪلوپيڊيا آهي ۽ پيئائي سنڌ جو ماضي، حال ۽ مستقبل آهي. سنڌ ۽ سنڌي زبان جي هن عظيم شاعر کي ڊاڪٽر سورلي دنيا جي ستن ٻولين جي عظيم شاعرن مان اتم ڪري رکيو آهي. اهي ٻوليون آهن: يوناني، اطالوي، چيني، فرانسيسي، عربي، اردو ۽ سنڌي ـ هونئين به سنڌ هڪ تاريخي ٽڪنڊو آهي جنهن جون ٽي ڪنڊون آهن: سنڌو درياهه، مهنين جو دڙو ۽ پيئائي.

سو شاهه جي رسالي جي روشنيءَ ۾ سنڌ جو انسائيڪلوپيڊيا ته

ٺهندو پر سوال اهو آهي تہ اهو ڪم ڪير ڪندو؟ سنڌالاجي اهو ڪم ڪندي يا سنڌ يونيورسٽي طرفان تازو قائم ڪيل ادارو"ڪوآرڊينيشن ڪائونسل فار پروموشن آف شاهہ عبداللطيف ڀٽائي اسٽڊيز" اهو بار کڻندو؟ ڪراچي يونيورسٽي جي شاهہ لطيف چيئر طرفان اهو ڪم سرانجام ڏنو ويندو يا سنڌ ڪلچر ڊپارٽمينٽ اهو ڪم ڪندو. نئون ٺهيل مٽياري ضلعو ۽ ان جي ضلعي حڪومت ۾ اهڙي ڪم ڪرڻ جو حوصلو آهي يا پاڪستان جو ورثہ نالي وفاقي ادارو ڪم ڪندو. پٽ شاهہ ثقافتي مرڪز کان وٺي گڏيل قومن جي يونيسڪو تائين بيشمار ادارن جي فرضن ۾ هي ڪم اچي وڃي ٿو ۽ سنڌ سنگت کان وٺي سنڌ ۽ هند جي سنڌي سول سوسائٽي جو اهو فرض بڻجي ٿو. سنڌ جي خيرپورميرس واري يونيورسٽي جو نالو شاهہ لطيف رکيل آهي، ان جو بہ فرض ٿئي ٿو تہ ڀٽائي تي ٿيندڙ تحقيق ۾ هٿ ونڊائي، ان کان علاوه سنڌ جي مڙني يونيورسٽين جي سنڌي ڊپارٽمينٽس، فئڪلٽي آف آرٽس ائنڊ هيومينٽيس، ائنٿروپالاجي ڊپارٽمينٽ، سنڌي لئنگويج اٿارٽي، سنڌ ٽيڪسٽ بڪ بورڊ ۽ جيڪي بہ سنڌ ۾ سرڪاري غير سرڪاري ۽ خانگي توڙي پرڏيهي علمي ۽ ادبي ادارا ڪم ڪري رهيا آهن، انهن جو فرض بڻجي ٿو تہ اهي شاهہ لطيف تي تحقيق ڪرائين ۽ ان ڪم ۾ سهڪار ڪن.

ڀٽائي تي علمي تحقيق جو کهڙو ڪم ٿيڻ گهرجي سو بہ پنهنجي جاءِ تي تمام اهم ۽ اختلافي ماٺرو ٿي پيو آهي. ڪيترا فرد پاڻ کي ڀٽائي جا پارکو ۽ محقق، ماهر ۽ عقلِ ڪُل سمجهي جيڪو دل ۾ اچين ٿو سو ڪيون بيٺا آهن جنهن جي نتيجي ۾ ڀٽائيءَ جي رسالي کي فائدي بدران نقصان رسي رهيو آهي. شاهہ جي مستند رسالي جي نالي ۾ ڪو محقق ڀٽائي جو هڪ بيت ٿو خارج ڪري تہ ٻيو پارکو سڄو سارو سر رسالي مان ڪڍي ٿو ڇڏي. هاڻي تہ اسان جي هڪ محترم سينيئر سنڌي اديب ڀٽائيءَ جي بيتن جي سٽن ۾ ڪم آيل لفظن کي مٽائڻ شروع ڪيو آهي. اهڙي طرح ويهين ۽ ايڪويهين صديءَ سنڌ ۾ علمي افلاس ۽ غربت جي هڪ اها بہ علامت ظاهر ٿي آهي جو سنڌي ليکڪ شاهہ

جي رسالي کي ايڊٽ ڪرڻ شروع ڪيو آهي. اهو ايئن آهي جيئن اسين سنڌي ٻوليءَ جي عظيم شاعر کي سنڌي سيکارڻ جي ڪوشش ڪندا هجون. سياڻي هن کي اسلام سيکارڻ جي ڪوشش ڪئي ويندي ۽ پوءِ هن کي سچي مسلمان سان گڏ پڪو پاڪستاني ثابت ڪرڻ لاءِ ڪراچي جي هڪ خاص سياسي پارٽي جو ميمبر شپ ڪارڊ وٺي ڏيڻو پوندو.

منهنجي خيال ۾ ڀٽائي سان اها مسخري بند ٿيڻ گهرجي. هن جو رسالو جيڪو هن جا راڳي فقير ٽن صدين کان سنڌس مزار تي روزانو سج لٿي کان سج اڀرڻ تائين سر تار تي ڳائي رهيا آهن ان گنج کي مستند رسالو تسليم ڪرڻ گهرجي ڀلي ته ان ۾ ڪبير جي نالي وارا بيت هجن، ڀلي ته ان ۾ بابا گرونانڪ جا دوها هجن، ڀلي ته ان ۾ شاهه عنايت جو نالو هجي ۽ ڀلي ته ٻين شاعرن جو به ڪلام ان ۾ شامل هجي. هي جملي پيغام ڀٽائيءَ سنڌي عوام کي ڏيڻ چاهي پيو ان ڪري هن جي رسالي جو نالو ٿي گنج هو جنهن ۾ ڌاريو ڪلام چاٽي واٽي وڌو ويو هو ۽ موجود هو.

اسان مان ڪو به ليکڪ نه ته ايتري سنڌي ٻولي ڄاڻي ٿو جيڪا ڀٽائيءَ کي ايندي هئي، نه وري هو ايڏو وڏو فيلسفوف هو جيڏو ڀٽائي هو. ڀٽائيءَ جو فلسفو ”فنا“ ۾ لڪل آهي جيئري مرڻ ۾ لڪل آهي ۽ اسان سڀئي نام نهاد ليکڪ ۽ ماهر پئسي جا پوڄاري، اقتدار جا بکيا، ڪئريئر جا ڪريزي ۽ غريبن جو رت ست چوسيندڙ پٺرا سائيٽ قسم جا ماڻهو آهيون. ڀٽائي چيو ”ڪونهي آڳهه اهڙو، جهڙي محبت مَنِ“ يعني هن جو اڳواڻ عشق هو پر اسان جو اڳواڻ جنرل مشرف آهي، سنڌ جو وڏو وزير يا گورنر يا ڪو سياستدان آهي. اسان ڪيئن ٿا ڀٽائي جي ٻولي سڌاري سگهون، اسان ڪيئن ٿا ڀٽائي کي تصوف جو فلسفو سيکاري سگهون. اسان مان اهو ڪهڙو شاعر آهي جيڪو ڀٽائي جي بيتن جي چند ودايا ٺيڪ ڪري سگهي. جن سنگيت جي سُرن ۾ ڀٽائيءَ مختلف سر لکيا آهن، انهيءَ سنگيت کان اسان ڪيترو واقف آهيون. مون کي ته ڪڏهن ڪڏهن اهو به انديشو ٿيندو آهي ته ريڊيو پاڪستان تي نوڪري ڪندڙ ڪو نه ڪو سنڌي آفيسر هڪ ڏينهن اٿي بيهي چوندو ته ڀٽائيءَ جي راڳي فقيرن کي موسيقيءَ جي ڪا به ڄاڻ

ڪانهي ۽ نه پيٽائي سنگيت چاهيندو.هو اها ڳالهه بلڪل ائين آهي جيئن سنڌ جي هڪ ڏاهي چيو ته پيٽائي سر ڪيڏارو لکيو ئي ناهي ۽ ڪجهه بين ڏاهن جي رسالي جا ڪيترائي بيت خارج ڪري ڇڏي.

اها واردات پسي مون کي هڪ لطيفو ياد پئي آيو جنهن مطابق ٻنهي پاسن کان سمهيل ٻن زالن مان هڪ زال حُجت ڪري مڙس جي ڏاڙهيءَ مان هڪ اڇو وار پٽي ورتو ۽ ٻيءَ زال ضد ۾ مڙسَ جي ڏاڙهي جي ٻئي پاسي مان هڪ ڪارو وار پٽي ورتو. اها ڪارروائي سڄي رات جاري رهي ۽ صبح جو مڙس ٺُرڙ ٿي اٿيو هو. سو اسان سنڌي اديب ۽ ليکڪ پيٽائي سان جيڪو نادان دوست وارو رويو رکيو آهي ان جو نتيجو اهو نڪرندو ته نام نهاد مستند رسالي جي نالي ۾ اسان شاهه جي رسالي کي هڪ دفعو ٻيهر ڪراڙ ڍنڍ ۾ ڪيرائي پوءِ ان جو پاڻي بند ڪري ڇڏينداسين ته جيئن نه رهي بانس ۽ نه وڄي بانسري.

اها ٻي ڳالهه آهي ته ان سان اسان جي علمي غربت ته عالمي اِشو ٿي ايري ايندي، پر شاهه جي رسالي، پيٽائي جي فلسفي، ڀٽ جي ميلي، لطيف جي راڳي فقيرن، تنبوري جي تارن ۽ سندن ڪلام تي ڪو به فرق ڪو نه پوندو.

اسان جي ڊرائنگ روم جي دانشورن کي اها خبر ئي ڪانهي ته سال ۾ 365 ڏينهن ٿيندا آهن پر ڀٽ تي 453 ميڙاڪا ٿيندا آهن. شاهه جو رسالو نه رڳو روزانو سڄ لٿي کان پرهه ڦٽيءَ تائين پڙهيو وڃي ٿو پر جمع ۽ آچر ڏينهن صبح جو به تنبوري جو راڳ ٿئي ٿو. ڀٽ تي هر روز ميلو متل رهي ٿو. اوهان رات جو ڪنهن به وقت هڪ وڳي، ٻي وڳي، ڇئين وڳي يا پنجين وڳي درگاهه تي ايندا ته ڀٽ شاهه اوهان کي جاڳيل نظر ايندي ۽ پيٽائيءَ جا راڳي فقير جڏهن آخري بيت پڙهندا ته: پرهه ڦٽندي ڦال، وڌم ويڙهيچن لئه"ته ان وقت واقعي پرهه ڦٽي پوندي آهي ۽ فقير اڏيءَ تان اٿندا آهن.ڪو زمانو هو جو جڏهن پيٽائيءَ جا راڳي فقير راڳ ۾ صبح ڪري تنبورو هيٺ رکي اڏي تان اٿندا هئا ته هيٺ رت پيو هوندو هو.

هن وَقت پيٽائيءَ جو فڪر پوري عالم جي ضرورت آهي، گڏيل قومن آمريڪا، انگلستان کان وٺي عالمي ميڊيا ۽ عورتن جي تنظيمن کي مذهبي

دهشتگردن جيڪو ڪارو ڪيو آهي ان خلاف war against terror هلي رهي اهي، پر اها جنگ آهي، ان ۾ بارود ڦاٽي ٿو رت وهي ٿو، مسئلي جو اهو حل وحشياڻو ۽ دهشتگرديءَ وارو آهي، پر ڀٽائي واري حل ۾ تهذيب آهي، امن آهي، رواداري آهي. ڀٽائي جي فڪر ۾ دنيا جا سڀ مذهب آهن، پاڻي جي پوڄا(سنڌو تهذيب جو مذهب) هندو ڌرم، ٻڌ ڌرم، جين ڌرم وغيره وغيره ۽ انهن جملي مذهبي فڪر جو نچوڙ ڀٽائي جي طريقت آهي. ڀٽائي جي انهيءَ فڪر کي عام ڪرڻ سان دنيا مان اصولي طور مذهبي دهشتگردي، تنگ نظري ۽ تعصب ختم ٿي ويندو ۽ دنيا ان حقيقت کان واقف ٿي ويندي ته بندي ۽ الله وچ ۾ رشتو ذاتي ۽ انتهائي ذاتي آهي. اصل جهاد نفس خلاف جهاد آهي.

جي ٻي شرڪ. ڀانئين پاڻ کي
ته عين شرڪ ايءُ
وڃائيں وجود کي پاڻان پاسي ٿيءُ
هڏهن ڪينهي هيءُ، هو پڻ ڪينهي هن ري.(ڀٽائي)

(ڀٽائيءَ جي سال 2006ع واري ميلي جي موقعي تي تاريخ 16 مارچ، ڏينهن خميس تي سنڌ ثقافت کاتي طرفان مقرر ڪيل مقئين موضوع تي پڙهيل مقالو)

# پريمَ، تنهنجا پارَ

(تنوير عباسيءَ جي ڪتاب ”شاهه لطيف جي شاعري“ جو اڀياس)

هونئن ته تنقيد اوکو ڪم آهي. وري جيڪڏهن ڪو ڀٽائيءَ جي پايي جو شاعر هجي ته پوءِ ته پرک اجا به ڏکي ٿيو پوي. اهڙي ڪم ڪرڻ ڪان اڳ ۾ شاعر جي فن، ٻوليءَ فڪر، تاريخي دورن ۾ هن جي وقت جي مجموعي تخليقي فن جو مطالعو ڪرڻ ضروري آهي، جنهن ڪان پوءِ ئي هن جي ذات ڪي من ۾ سهيڙي ٻيهر تخليق ڪرڻ جو نالو تنقيد آهي. اها ڳالهه مڃٽي ئي پوندي ته شاعريءَ جي نزول واري ڪيفيت، ان وقت من جي آنڌ مانڌ، پيڙا ۾ جذباتي گهرائي، جيڪا ڪو حساس شاعر شعر لکڻ وقت محسوس ڪري سگهي ٿو، ان ڪي نثر ۾ پڙهندڙن تائين رسائڻ ڪان اڳ نقاد لاءِ ضروري آهي ته هو سڀ ڪان اڳ ان ڪيفيت ڪي شاعراڻن جذبن ساڻ محسوس ڪري ۽ اهو ڪم صرف شاعر ڪان ئي ٿي سگهي ٿو.

ڀٽائيءَ تي ڪن ٻين ماڻهن به لکيو آهي ۽ انهن مان ڪن ته ڪتاب پڻ لکي تيار ڪيا آهن پر انهن ڪي ڀٽائيءَ جهڙي سوريتي شاعر لاءِ ڪامياب نقاد چئي نه ٿو سگهجي. انهن مان هڪڙا ته شاعريءَ جي الف ـ ب ڪان به واقف ڪو نه آهن ۽ سڄي عمر استخارائن ۾ گذاري، ڦيٽا چندا ڪري، تعويذ لکي اٻوجهه عوام ڪي ڦري پيٽ پالي وڃي مٿي چڙهيا آهن.

اهڙن ماڻهن لاءِ ڀٽائيءَ اهڃاڻي طور هيئن چيو آهي:

انڌا اونڌا ويڄ، ڪل ڪڄاڙيا ڪانيئين
اسين ڏکي ڏيل ۾، تون پيارين پيڄ
سوري جنين سيڄ، مرڻ تن مشاهدو.

باقي وَڃهي ملن سان تہ ڀٽائيءَ ڪو به رک رکاءُ نه ڪيو آهي:

ڏسي ٻَسي الله، تا نہيون هٿن ڏوڙ ۾.

ڀٽائيءَ جا ٻيا نقاد صوفي آهن. اهي صوفي نقاد ڪڙي ۾ قاتل جي هيراڪ، موکيءَ جي ويڙ جي ماريل ۽ ڪلاڙ جي سخن جي گهايل شاعر ڀٽائيءَ

جي شاعريءَ جي معنيٰ صرف صوفي ازم جي روشنيءَ ۾ سمجهائڻ ويهندا آهن. سنڌي ادبي تنقيد واري ان رج مان تنوير رڙ ڪئي آهي. تنوير جي ڪوشش ۽ محنت ڪي ڪنهن نالي، ڪنهن لقب ۽ ڪنهن تعظيم ڏيڻ کان اڳ هن جي ڪتاب تي مٿاڇري نظر وجهڻ ضروري آهي ۽ ان کان اڳ هڪ ٻي ڳالهه به ذهن ۾ رکڻي پوندي ته تنوير نثر جو سهارو وٺي ڀٽائي جي نظم کي سمجهائڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. نثر ۽ نظم ۽ تنوير ۽ ڀٽائيءَ وچ ۾ جيڪو جمالياتي فرق آهي، ان جو اثر تنوير جي سڄي ڪتاب جي اسٽائيل تي اوس پوڻو آهي ۽ اهو برابر پيو آهي، جنهن ۾ تنوير جو ڪو به ڏوهه ڪونهي. ڀلا ڀٽائيءَ جي هن سٽ ۾ سمايل سور نثر ۾ ڪيئن ٿو وڏيڪ بيان ڪري سگهجي ته:

هيهان هوت پنهونءَ سين، جي مون ٿئي ملاقات
ته ٻانهن وجهي وات، ريهون ڪيان روهه ۾.

اهڙي ڏکئي ڪم ۾ هٿ وجهڻ کان اڳ ۾ ۽"شاهه لطيف جي شاعري" جهڙي جامع عنوان سان ڪتاب لکڻ کان اڳ ۾ تنوير وضاحت ڪري ڇڏي آهي ته "هن ڪتاب لکڻ جو مقصد شاهه لطيف جي شاعرانين خوبين جي ڳولا آهي." هن ائين به لکيو آهي ته "اسان جي ڪلاسيڪي شاعريءَ ۾، خاص ڪري شاهه لطيف وٽ اٿاهه شاعرانيون خوبيون آهن، جن جو مون فقط چئن عنوانن هيٺ اڀياس ڪيو آهي. اهڙا ڪيترائي عنوان تي سگهن ٿا، جن هيٺ عظيم شاعر جي شعر تي لکي سگهجي ٿو. هي فقط شروعاتي ڪم آهي."

ڪتاب جا اهي چار عنوان آهن: 1. شاهه لطيف جي عوامي شاعري. 2. شاهه لطيف جي شاعريءَ جي موسيقي. 3. شاهه لطيف جي عڪسي شاعري ۽ 4. شاهه لطيف جي اهڃاڻي شاعري. چئني عنوانن مان هر هڪ تي لکڻ کان اڳ ۾ تنوير مختصر پر ڀرپور مهاڳ لکيو آهي ۽ تجزيو ڪندي عوامي شاعريءَ جي تاريخي ارتقا، شاعريءَ ۽ موسيقيءَ جو تاريخي ميلاپ، عڪسي شاعريءَ جي وصف ۽ تعريف ۽ اهڃاڻي شاعريءَ جي اهميت تي روشني وجهي پڙهندڙ جي بهترين رهنمائي ڪئي آهي. عوامي شاعريءَ جي تاريخي اوسر تي پنهنجي عالمانه راءِ ڏيندي تنوير، قديم انساني دور"پرمٽو ڪميونزم" جو ذڪر ڪيو آهي،

جنهن ۾ هر انساني تخليق سڄي سماج جي ملڪيت هوندي هئي. ان کان پوءِ قبائلي ۽ جاگيرداري سرشتن، نجي ملڪيت جي تصور کي اڀاريو ۽ اقتصادي ڦرلٽ سان گڏ ذهني پرماريت(انٽيليڪچوئل) به شروع ٿي وئي. ان وقت قاتلن ۽ خونين کي فاتح ۽ سورمو سڏيو ويو، سندن شان ۾ قصيدا لکيا ويا. ان وقت ٻناٿي ان ظالماڻي جمود کي ٽوڙي عواميءَ ٻولي ۾ لکندي چيو ته:

”جي تون فارسي سکئين، گولو توءِ غلام.“

اهو پڙهي ائين محسوس ٿئي ٿو ته تنوير هڪ ته نهايت حقيقت پسندي ۽ سچائيءَ سان ويهي لکيو آهي ۽ هر قسم جي نعري بازيءَ کان پرهيز ڪئي اٿائين ۽ ٻيو ته هن ٻناٿي جو جديد ۽ معروضي(آبجيڪٽو) اڀياس ڪيو آهي، جيڪو اڄ کان اڳ ڪنهن به ڪو نه ڪيو آهي. اڄ تائين ٻناٿيءَ کي صرف لفظي طور عظيم سڏيو ويو آهي. ٿلهي واهه واهه ڪئي وئي آهي(ڪجهه عقيدت وچان ۽ باقي سواءِ ڪجهه سمجهڻ جي). اهڙي طرح هن باب ۾ تنوير ڪاميابيءَ سان ٻناٿيءَ کي هڪ عوامي شاعر ثابت ڪري ڏيکاريو آهي ۽ هن جي عواميت ۾ انقلابيت پڻ محسوس ڪرائي اٿائين. پر جيئن ته ڪتاب مختصر آهي؛ ان ڪري رڳو ٻناٿي جي ٻولي ۽ اسٽائيل مان ثابت ڪيو ويو آهي ته ٻناٿيءَ جي شاعري عوامي نوعيت جي هئي. عوامي شاعري ڪيئن عوام جي وڏي اڪثريت جي تاريخي مفادن کي نشانبر ڪري عوام جو نعرو بڻجي وڃي ٿي. ان تي اڃا به تفصيل سان لکڻ جي ضرورت هئي.

هن باب جي آخر ۾ پنهنجي پرک کي سهيڙيندي، تنوير ٻناٿيءَ جي شاعراڻي عظمت جو سبب هيئن ڏنو آهي:

”سندس(ٻناٿيءَ جي) عظمت، ايليٽ جي اصول مطابق سندس مقامي ۽ قومي هجڻ ۾ آهي.“ منهنجي خيال ۾ ٻناٿيءَ جي نهايت شاندار ۽ سائنسي سوچ ڏيندڙ هيٺين بيت جو مفهوم نه مقامي آهي ۽ نه قومي، يونيورسل(ڪائناتي) آهي. البت ان جو اظهار نيٺ سنڌي عوامي طرز جو آهي.

بکيءَ کل نه اُڇهي، ڏکيءَ ڏمر ناهه

اگھاڙيءَ وهائُن ويو ويچاريءَ وسري.

هن بيت ۾ پيتائيءَ جي سچي بين الاقواميت ظاهر ٿئي ٿي، جنهن جي اندر"ايليٽ جو مقامي ۽ قومي پهلو پڻ شامل آهي: بيت ۾ ڇاڻايل بکي ڏکي ۽ اگھاڙي، مظلوم انسانيت ٿئي آهي، پوءِ اها هتي جي هجي، فلسطين جي هجي يا ڏکڻ آفريقا ۾ رهندي هجي. ۽ انهيءَ مظلوم انسانيت جي علامت وري عورت کي بڻايو ويو آهي،جيڪو پهلو شاعر جي سماجي شعور ڏانهن اشارو ڪري ٿو.هن ئي باب ۾ 17 صفحي تي ٽي ايس ايليٽ جي حوالن کي صحيح ثابت ڪرڻ لاءِ ته "شاعري اهڙو فن آهي جيڪو سختيءَ سان قومي آهي." تنوير هڪ هنڌ"احساس" کي به"سنڌي" ڪوٺيو آهي. احساس جو اظهار ۽ نمونو سنڌي ۽ قومي ٿي سگھي ٿو ڇاڪاڻ ته هر ٻوليءَ کي پنهنجو خاص لساني ۽ ثقافتي مزاج ٿئي ٿو. مثال طور بک جو احساس جتي ڪٿي آهي. البت ان جو اظهار هر ٻوليءَ ۾ مختلف ٿي سگھي ٿو. انگريزي ٻولي ۾"انفينڪشس سمائيل" لاءِ ڪنهن به ٻي ٻولي جي ٻن لفظن ۾ ترجمو اهڙي جمالياتي سٽ پيدا ڪري نه سگھندو جيڪا انگريزي جي هنن ٻن لفظن ۾ آهي. باقي مرڪ جي سونهن ۽ احساس(فيلنگ) هر ٻولي ۽ هر قوم ۾ آهي.

تنوير جي هن ڪتاب جو ٻيو باب،"شاهه جي شاعريءَ جي موسيقي" نهايت ڪامياب ڪوشش آهي. جيڪڏهن تنوير ڊاڪٽر سان گڏ هڪ غنائي شاعر نه هجي ها ته هي باب اهڙي پيرائتي نموني لکي نه سگھي ها. هن باب ۾ تنوير جو هي تجزيو نهايت گھري سوچ تي ٻڌل آهي جنهن ۾ هن لکيو آهي ته شاعريءَ جي موسيقي شعر جي ڳائي سگھجڻ يا ڳائڻ لائق هجڻ جي خاصيت کان الڳ شئي آهي." هن دليل کي صحيح ثابت ڪرڻ لاءِ تنوير، پيتائيءَ جي بيتن مان لفظن جي وسيلي جلترنگ وڄائي ڏيکاريا آهن ۽ پيتائيءَ جي شاعريءَ جي اهڙي پهلوءَ ڏانهن پڙهندڙ کي وٺي ويو آهي، جيڪو اڄ تائين اوپرو رهيو آهي.

تنوير جي ان دعويٰ سان ڪو به اختلاف نه ڪندو ته."اهو لطيف جي فن جو ڪمال آهي ته لفظن جي آواز سان جهڙو چاهي تهڙو ماحول پيدا ڪري سگھجي ٿو." تنوير تفصيلي مثالن سان ثابت ڪيو آهي ته."ٻنو قافيو، اندروني

قافيو، حرف صحيح جو ورجاءُ، خالص معنوي موسيقي، اهي سڀ ڳالهيون آهن جيڪي شاهه لطيف کي عظيم غنائي شاعر بنائين ٿيون.“

ٽيون باب”شاهه لطيف جي عڪسي شاعري“ بابت آهي، جنهن کي پڙهي اٿين محسوس ٿئي ٿو ته پيڙائي موهن جو دڙو آهي جنهن کي اڃا مڪمل طور کوٽيو نه ويو آهي ۽ ان ۾ بيشمار املهه ماڻڪ پوريل آهن. هي باب تنوير جي هن ڪتاب جي جان ۽ هن جي تخليقي پرک جو ڪمال آهي.هن کان اڳ پيڙائيءَ جي شاعراڻي عظمت جي هن پهلو ڏانهن تمام ٿورن اديبن جو ڌيان ڇڪيو آهي. تنوير هن باب کي وري اهڙي خوبصورتي سان نڀايو آهي ۽ اهڙي پيرائتي نموني ويهي سمجهاڻي ڏني آهي، جو پڙهندڙ پيڙائيءَ جي هڪ هڪ عڪس کي من جي ڪئنواس تي چٽو پٽو ڏسي ۽ پسي سگهي ٿو. هي باب پڙهي منهنجي دل ته چاهيو پئي ته ڪاش تنوير هي سڄو ڪتاب پيڙائي جي عڪسي شاعريءَ تي لکي پورو ڪري ڏئي ها. مان سمجهان ٿو ته پيڙائيءَ جي ڀيهر مطالعي لاءِ اسان مان هر هڪ کي هي باب پڙهڻ گهرجي. جنهن کان پوءِ ئي پيڙائي شدت سان پنهنجي همعصر شاعرن کان گهڻو مٿانهون ۽ دنيا جي عظيم شاعرن مان هڪ محسوس ٿيڻ لڳي ٿو:

عڪسي شاعريءَ جي مطالعي کانپوءِ سنڌي جي روايتي شاعري، رديفن ۽ قافين جي ڍڪاڻڪي، قصيدا گوئي ۽ مولودي شاعري بلڪل شاعري ئي نه ٿي لڳي ۽ ان حقيقت کي مڃڻو ٿو پوي ته،”وڏن وڏن ڪتابن لکڻ کان بهتر آهي ته سڄي عمر ۾ رڳو هڪڙو عڪس تخليق ڪجي جنهن جهڙا هزارين عڪس پيڙائيءَ جي شاعريءَ ۾ موجود آهن.“

هن ڪتاب جو چوٿون ۽ آخري باب”شاهه لطيف جي اهڃاڻي شاعري“ آهي. سيني بابن وانگي، تنوير هن باب جو پڻ مڪمل مهاڳ لکي اهڃاڻي شاعريءَ جو فني تاجي پيٽو ڪاميابي سان سمجهايو آهي. البت ان پهلوءَ تي تمام گهٽ لکيو ويو آهي ته سنڌي شاعريءَ جي ڪلاسيڪي دور جون اهي ڪهڙيون ذهني، سماجي، اقتصادي ۽ سياسي مجبوريون هيون، جنهن ڪري

اهجاڻي شاعري پيدا ٿي؟جيڪا درحقيقت انڊر گرائونڊ شاعري آهي ۽ اهڙي شاعري ڪنڊڙ لوڪ ۾ لِڪا پُڙهندا وتندا هئا. هن باب ۾ پٽائي جي غير اهجاڻي شاعريءَ تي به لکڻ گهربو هو، جيڪا پٽائي جي عام ڪري قديم نسخن ۾ جهجهي انداز ۾ ملي ٿي.

هن باب ۾ تنوير پٽائيءَ جي اهجاڻن جون جيڪي تمثيلون سمجهايون آهن، سڀ اصولي طور تي ته صحيح آهن، پر انهن ڪي پٽائيءَ جي مجموعي فڪر جي روشني ۾ واضح نه ڪري، ادبي غير جانبداري جو مظاهرو ڪيو آهي.

# ڀٽائي جي شاعراڻي عظمت جو لڪل راز

اياز هڪ نظم ۾ چيو آهي ته اها شاعري ئي ناهي جيڪا دل کي نه ٿي گرمائي. شاعريءَ جي هيءَ خوبي ٻين سڀني فني پابندين ۽ نظرياتي جوابدارن کان اتم آهي. شاعري ۽ پروپيگنڊا ۾ اهو ئي فرق آهي. نعريبازي عظيم شاعري جو زوال آهي. هڪ سچي شاعر جي شاعري جيڪو نعرو ڏيندي آهي، اهو نعرو، شاعري ۽ فنڪار جو وجود ٿيئي ملي اهڙي طرح هڪ ٿي ويندا آهن جو اها شاعري نه صرف نعرو ئي هوندي آهي ۽ نه صرف شاعري ئي art for arts sake هوندي آهي. اهڙي شاعري عوامي ٿي پوندي آهي ۽ ان جي هڪ هڪ سٽ عوام نعرو ڪري ڪڍندو آهي.

چوڻ جو مقصد اهو هو ته ڀٽائي جي شاعريءَ کي جيڪڏهن هن ڪسوٽيءَ تي پرکيو وڃي ته ايئن ٿو لڳي ته گهٽ ۾ گهٽ ان ماڻهوءَ لاءِ جنهن جي مادري ٻولي سنڌي آهي، ڀٽائيءَ جي شاعريءَ کان علاوه دنيا جي ٻئي ڪنهن به شاعر جو ڪلام وڌيڪ دل گرمائيندڙ ناهي.

ڀٽائيءَ جي شاعريءَ ۾ سوز، سور، پيڙا، جذباتي اڌما ۽ خيال جي ايتري اوچائي آهي، جنهن تائين اڄ تائين ڪو به پڙهيل ڏيهي پرڏيهي شاعر پهچي نه سگهيو آهي. نهايت غيرجذباتي لفظن ۾ مون کي ته ايئن ٿو لڳي ته ڀٽائي جي ڪيترين ئي اڌ ۽ پورين سٽن کي enjoy ڪرڻ ۽ روح سان چکڻ لاءِ به گهٽ ۾ گهٽ به جنم گهرجن.

مان سمجهان ٿو ته اها راءِ بي معنيٰ آهي ته ڪو به نثر نويس ڀٽائي سان پورو انصاف ڪريٰ نه سگهندو. در حقيقت شاعر به ڪو اهڙو هجي جيڪو خود ذات ڏٺي هٿڻ گهرجي ۽ سونهن وانگي ڀٽائي جي شاعري مان اتساهه وٺي، ان اتساهه جي مدد سان ڀٽائي جي فن کي، ٻيهر تخليق ڪري اهڙي جمالياتي دٻاءَ وچان جنهن کي لفظن ۾ بيان ڪري نه ٿو سگهجي. مان سمجهان ٿو ته ايتري شاعراڻي ذات رکندڙ نثرنويس به سڀني رجعت پسند شاعرن کان هزار دفعا وڌيڪ

پنائي تي سچ لکي سگهن ٿا.
هيٺ پنائي جون ڪجهه اڻ پوريون رچنائون ڏجن ٿيون، جن ۾ سمايل پيڙا کي
ڪو گهايل من ئي محسوس ڪري سگهي ٿو:

ڪنهن جنهين ۾ آهين، سا پرپروڙڻ ڏاڪڙو.
هيهان هوت پنهونءَ سين، جي مون ٿئي ملاقات
ته پانهن وجهي وات، ريهون ڪيان روهه ۾.
رات سهاڻي، پونءِ سنئين
پريت نئين، پنڌ پور.

سرتين سانگ سکن سان، مون جان رت نه رون.

تڙ تڪڙ تار گهرڻ، ايءُ ڪاٽيارينُ ڪم.

رهه اچوکي راتڙي، لالڻ مون لائي
وج مَ ڦوڙائي، اهڙي سفر سپرين.

ڪانڌ تنهنجي پاندريءَ، سيءَ مران سپ رات
ڪامل ڪپاهن ۾، جهپ نه اچي جهات
اچين جي پريات، ته آءُ سيءُ نه ساريان.

ڏهه ڏهه پيرا ڏينهن ۾، ڏئي ڏوراپا ڏم
عقل، مت شرم، ٿيئي نينهن نهوڙيا

اڪين ۽ هنئين، ڦاهي ڪاڏي پرينءَ لاءِ.

منهن وِجهيو مَنُن ۾. موڪِي اپي روءِ
متارا مري ويا، اگڙِ اچي نه ڪوءِ
متارَ نئون پوءِ، منا مَٽ مِٽي ٿيا.

پيو آهين پٽ ۾، ڪانگل ڪوهہ ٽيوءِ
اڳي اس تڙڪو نہ سهين، اڄ سارو ڏينهن سٺوءِ
پسي حال سندوءِ، ڪانگن ڪانگيرو ڪيو.

ساهڙ ڏارا سهٽي اڏوتي آهي
ڪنڌيون جو ڪاهي، پاسي تنهن پاڪ ٿئي.
(اڏوتي معنيٰ نہ ڏوتل، ناپاڪ)

مون ڪي ماءُ مجاز، پچاري جيئن پڇيو
وسريا ورد وظيفا، نہ ڪارهي نماز
هينڙو بحري باز، چاڻي ڪيو چنبن ۾.

سون ساريڪا هٽڙا، ڪوهہ نہ ڪٽين رڌ
ويهي ڪنڌ ڪاپوڪر، گهتون گوهيون چڌ
تہ صرافائي سڌ، مرڪي هوند مٽائيين.

منڌيون مٽ گڙن، جهوڪ بہ سونهين پهيڙا
سندي سنگهارن، جوءِ جياري جڏڙا
(منٽيون: ماٽڏاٿيون_جهوڪ: اوطاق _پهيڙا: مهمان)

لوڪ لڪ ڪري، مون رات سڄائي زانئيو.
وس ڙي مينهن وس، تو وسندي وس ٿئي.

ڊول هہ ڪٽي ٻانهڙي پرهہ ۾ ڪٽي پاند
آئون پنهنجو ڪانڌ، لوڪان لڪي رانئيان

الوڙڻ نہ ڏئي، ورو ڏٿين ونجهہ ڪي.

# لطيف جو لوڙهو

## (نئون دريافت ٿيل ماڳ)

ڀٽائيءَ سنڌ جي گهڻو ڪري هر علائقي ۾ ماڻهن جي رهڻي ڪهڻي، رسم رواج ۽ خاص ڪري سنڌي ٻوليءَ جي لهجي جو غور سان ابياس ڪيو هيو، جنهن جو ثبوت سندس شاعري آهي. اڄ سنڌ جا آرڪيالاجسٽ ۽ مهم ـ جو انهن ماڳن مڪانن ۾ گسن پيچرن کي ڳولي رهيا آهن، جتي ڀٽائي صاحب ويو هو ۽ اتي ڪي گهڙيون گهاريون هئائين. اهڙو ئي هڪ ”ڀٽائيءَ جو تڪيو“ ضلعي شڪارپور جي هڪ ننڍڙي ڳوٺ ترائي ۾ ڪجهه سال اڳ دريافت ڪيو ويو آهي، جتي ٽن چئن سالن کان هر سال ميلو لڳندو آهي. اهڙي طرح لاهوت لا مڪان ۽ هنگلاج جي رستي ۾ ڪجهه اهڙا هنڌ دريافت ڪيا ويا آهن، جتي ڀٽائي صاحب ترسيو هيو. اهڙو ئي هڪ هنڌ ڳوٺ لنڊو دڙو ۾ به دريافت ڪيو ويو آهي. اهو ڳوٺ سنڌ ـ پنجاب، سرحد تي سنڌ جي آخري ريلوي اسٽيشن ريتي کان تقريبن ويهه ڪلوميٽرن جي مفاصلي تي واقع آهي. هي سمورو علائقو ٿر جهڙو ئي آهي. جتي ڏور تائين واري ۽ واريءَ جا دڙا نظر ايندا آهن. انهن واريءَ جي دڙن مان هڪ دڙي جو نالو”لنڊو دڙو“ آهي، جنهن جي مناسبت سان ڳوٺ تي”لنڊو دڙو“ نالو پئجي ويو. هي ڳوٺ ديهه گونجي، تعلقو صادق آباد، ضلعي رحيم يار خان جي جاگرافيائي حدن اندر آهي، جيڪو پنجاب جو هڪ حصو آهي. ماضيءَ ۾ هي سمورو علائقو ”بهاولپور رياست“ سڏبو هو. ان ڳوٺ ۾ هڪ ننڍڙي مسجد آهي، جنهن جي چوڌاري وڏا وڏا وڻ ۽ سرسبزڪيت آهن. مسجد جي اڳيان هڪ وڏو وڻ ٻيئل آهي جنهن جي باري ۾ ڳوٺاڻن جو چوڻ آهي ته ڀٽائي صاحب ان وڻ جي هيٺان ويهندو هيو. ڀٽائي صاحب جي هتي آمد سبب اڄ هي هنڌ”لطيف جو لوڙهو“ جي نالي سان مشهور آهي.

مسجد جي اڪيلي گنبذ جي مٿان ڪاشيءَ جي لڳل نيل جي باري ۾

ڳوٺاٺا چون ٿا ته. اها نيل پهريان ڀٽ شاهه تي ڀٽائي صاحب جي روضي تي لڳل هئي ۽ جڏهن ڀٽائيءَ جي روضي تي سونيون نيلون لڳايون ويون، تڏهن ڀٽائي، صاحبَ جي فقيرن اها نيل ڳوٺ"لنڊو دڙو" ۾ قائم لطيف جي لوڙهي جي مجاورن کي تبرڪ طور ڏني هئي. ان وقت محمد ابراهيم پنهو نالي شخص"لطيف جو لوڙهو" جو خدمتگار هيو، جنهن کانپوءِ سندس پٽ محمد بخش پنهو بهاري ڏيندو هو ۽ اڄڪلهه ان جو وڏو پوٽو غلام.حسين پنهو اها خدمت انجام ڏيئي رهيو آهي.

سنڌ جي سرحد کان ڏيڍ ميل جي مفاصلي تي پنجاب ۾ واقع ڳوٺ جا رهواسي"پنا ذات" سان واسطو رکن ٿا. اهي ڳوٺاٺا نج سنڌي ٻولي ڳالهائن ٿا جنهن تي ڏکڻ پنجاب جي رياستي ٻوليءَ جا اثرپڻ آهن.

هي ڳوٺ بجلي، روڊ ۽ ٻين بنيادي سهولتن کان محروم آهي، هتان جون زمينون تمام گهڻو زرخيز آهن. ڳوٺاڻن جي اچ وڃ ضلعي سکر جي ڏهرڪي شهر ۽ ضلعي رحيم يار خان جي صادق آباد سان رهندي آهي.

ڪنهن دور ۾ ان"لطيف جو لوڙهو" جي خدمت هڪ عورت مائي خانزادي فقيرياڻي ڪندي هئي، جيڪا"لطيف جو لوڙهو" جي پهرئين مجاور محمد ابراهيم پنهي جي گهرواري هئي. ڳوٺاڻن جو چوڻ آهي ته اها مائي ڪارا ڪپڙا پائي ڀٽائي جي ميلي تي پيرين پنڌ ويندي هئي.

جڏهن مان پنهنجي دوست اختيار پنهو سان گڏجي"لطيف جو لوڙهو" وٽ پهتس ته ڳوٺاڻن ٻڌايو ته هڪ ڀيري ڄام ساقي سنڌ جي درگاهن جو مطالعو ڪندي هتي آيو هيو، جنهن کي"لطيف جو لوڙهو" واري مسجد جي گنبذ ۾ لڳل ڪاشيءَ جي نيل ڏيکاري ويئي هئي ۽ کيس ٻڌايو ويو هيو ته اها نيل ڀٽ شاهه جي فقيرن"لطيف جو لوڙهو" وٽ قائم مسجد تي لڳائڻ لاءِ فقير محمد ابراهيم پنهي کي ڏني هئي. ڳوٺاڻن وڌيڪ ٻڌايو ته ڄام ساقيءَ ڀٽ شاهه تي وڃي ڀٽ شاهه جي فقيرن کان ان ڳالهه جي تصديق ڪئي هئي، جنهن کانپوءِ اهو طئي ٿي ويو هيو ته هيءَ جڳهه واقعي"لطيف جو لوڙهو" آهي.

چيو وڃي ٿو تہ جڏهن ڀٽائي صاحبؒ پنهنجي ڏاڏي شاهہ ڪريم بلڙيءَ واري جي روضي جي لاءِ ملتان مان ڪاشيءِ خريدڻ جي لاءِ ويو هيو تہ هن ڳوٺ مان گذرندي هتي پنهنجو لوڙهو قائم ڪيو هئائين. ڳوٺاڻن ٻڌايو تہ"لطيف جو لوڙهو" واري مسجد بہ ڀٽائي صاحب خود ٺهرائي هئي. اڄڪلهہ ان جڳهہ تي ڀٽائي صاحب جي ڀٽ شاهہ تي ٿيندڙ ميلي جي آخري ڏينهن تي خيرات ٿيندي آهي جنهن موقعي تي مقامي فنڪار ڀٽائي صاحب جو ڪلام ڳائيندا آهن.

# پٽ تي ميلا

عام طور اسان سيني کي اها ئي خبر آهي تہ پٽائيءَ جو ميلو سال ۾ رڳو هڪ دفعو 14 صفر تي ٽن ڏينهن لاءِ لڳندو آهي، پر ايئن ناهي.پٽ تي سال ۾ ڪيئي ميلا لڳن ٿا. سال ۾ جملي 12 مهينا ٿين ٿا. هر مهيني پٽ تي هڪ وڏو اجتماع ٿئي ٿو، جنهن کي"سائو سومار" چئجي ٿو. هر نئين چنڊ جو پهريون سومر پٽ شاهہ تي"سائو سومار" ڪري ميلي جيان ملهايو وڃي ٿو. ان ڏينهن پٽائيءَ جا لاڙڪ فقير سنڌس مزار جي اڱڻ ۾ اوپرپاسي ۽ عَلم جي اولهہ ۾ لوهي جهنگلي اندر جمع ڪيل ڪک ڪانن کي باهہ ڏيئي هڪ وڏو مچ ٻاريندا آهن، جنهن جي چوڌاري گول ڦيرا ڏيندا آهن ۽ تنبورن بنا پٽائيءَ جا بيت تحت اللفظ پڙهندا آهن. پٽائي جا لاڙڪ ذات وارا فقيرئي مچ کي سائو ڪندا آهن ۽ اهي ئي رسالي جا بيت پڙهندا آهن. گادي نشين ان وقت نشست گاهہ ۾ اچي ويهندو آهي ۽ پوءِ جڏهن فقير مچ مٿان ڦيرا ڏئي بيت پڙهي بس ڪندا آهن تہ تمراٽين واري وڏي اوطاق مان ٻيا بہ راڳي فقير ايندا آهن تہ ان وقت گادي نشين بہ سائي سومار واري مچ تي ايندو آهي ۽ هن جي اڳواٽيءَ ۾ دعا گهري ويندي آهي.

"سائي سومار" وارو اجتماع صوفي مت ۾ قادري طريقي جو شغل آهي ۽ ان کي"ڪريمي روايت" پڻ چيو ويندو آهي، ڇاڪاڻ تہ پٽائي جي ٽڙ ڏاڏي شاهہ ڪَريم بلڙي واري جي مزار تي اهڙو اجتماع شروع ڪان وٺي ٿئي ٿو. ان لحاظ کان چئي سگهجي ٿو تہ خود پٽائي پاڻ بہ پنهنجي ٽڙ ڏاڏي جي مزار تي"سائو سومار" ملهايو هوندو.

باهہ جي مچ مٿان ڦيرا ننڍي کنڊ جي قديم مذهبي روايت آهي ۽ ٿي سگهي ٿو تہ ان جو بڻ بڻياد سنڌو ماٿري واري تهذيب ۾ هجي، جيڪا هندو ڌرم کان بہ پراڻي آهي. سو آتش پرستي جي روايت جا آثار سنڌي صوفي ازم ۾ بہ نظر اچن ٿا.

"سائي سومار" واري ڏڻ تي پٽ شاهہ ۾ جيڪو اجتماع ٿئي ٿو سو

ميلي جو ڏِک ڏٺي ٿو. ڪراڙ ڍنڍ ڪان وٺي ڀٽ جي چوٽيءَ تائين ماڻهن جو سمونڊ چوليون هڻڻ لڳي ٿو. دنبوري چوڪ ڪان وٺي ڀٽائيءَ جي مزار تائين ماڻهن جي منڊين جو درياهه هوندو آهي، جيڪو چوليون هڻندو رهندو آهي. سو ڀٽ شاهه تي سال ۾ ٻارنهن ميلا ته سائي سومار جا لڳن ٿا ۽ ٻيا ٻارنهن ميلا وري هر چنڊ جي چوڏهينءَ تاريخ تي لڳن ٿا. ننڍي ڪنڊ جي صوفي ۽ ويدانتي روايتن ۾ ”چوڏس“(چنڊ جي چوڏهين) هڪ ڏڻ ٿئي ٿو. ان ڏينهن تي گهٽو ڪري هر هندو ۽ مسلمان صوفي بزرگ جي درگاهه تي ”چوڏس“ ڪي ڏڻ ڪري ملهايو ويندو آهي. ڀلا جڏهن سمونڊ به چنڊ جي چوڏهينءَ تي اٿلي پوي ٿو ۽ ”جوارڀاٽا“ يا وڏي ٻوڏ ڪري ٿو ته چئبو ته فطرتي ڪائنات ۾ رات ويلي روشن ترين چنڊ ۾ ضرور ڪا موهت آهي، جيڪا جمالياتي به آهي ته سائنسي به آهي. سو ڀٽ شاهه تي به چنڊ جي هر چوڏهين رات چڻ ته ميلو لڳندو آهي، پري پري ڪان ڀٽائي جا معتقد ۽ عاشق اچي مڙندا آهن ۽ ڀٽائيءَ جي راڳي فقيرن طرفان دنبوري تي رسالو ٻڌي لڳ ڀڳ هڪ وڳي رات جو ”سهڻي جي دعا“ تي هٿ کڻي روحاني سڪون حاصل ڪندا آهن ۽ من جون مرادون پوريون ڪري ڀٽائي جي راڳي فقيرن ڪان ”سڳڙا“ وٺي گهر پيڙا ٿيندا آهن.

ساڳي طرح ماهه ڦهريون جمعو ڀڻ ڀٽ تي ميلي جيان ملهايو وڃي ٿو. ان ڏينهن پري پري ڪان ماڻهو اچيو ڀٽ تي جمع ٿين ۽ ننڍڙو وڏو ميلو مچائين. ڀٽائيءَ جا راڳي فقير معمول جيان سج لٿي ڪان ٻئي ايرڻ تائين دنبوري تي رسالي جا بيت ڳائين ٿا ۽ ڀٽ شاهه شهر ۾ ڪاروبار تيز ٿي وڃي ٿو.

اڄ ڪلهه ته ڀٽ شاهه تي ڀٽائي جا فقير روزانو سج لٿي ڪانپوءِ رات ٿيندي ئي دنبوراتاڻي رسالو پڙهڻ لڳندا آهن ۽ صبح تائين ڳائيندا رهندا آهن. رات جو سنجهي مهل ”سر ڪلياڻ“ ڳائڻ سان ”وائي جو راڳ“ يا ”شاهه جو راڳ“ شروع ٿيندو آهي پوءِ جي چانڊوڪي رات هوندي آهي ته فقير سر ڪنيات جا ڪجهه داستان ڳائيندا آهن، نه ته ٻي صورت ۾ ”سر راڳ“ يا ”سريراڳ“ ۽ ساموندي ڳائيندا آهن. محرم جي مهيني ۾ سر ڪيڏارو ۽ ٻين مهينن ۾ سر سهڻي ڳائيندا آهن. اهڙي طرح سر يمن ڪلياڻ، ڪلياڻ، ڪنيات، ساموندي ۽ سر راڳ ڪان پوءِ جڏهن

سر سهڻي چيڙيندا آهن ته وقت اڌ رات کان ٽپي ويندو آهي ۽ اٽڪل هڪ وڳي ڌاري دنبورا هيٺ رکي هٿ مٿي کڻي"سهڻي جي دعا" گهرندا آهن. سهڻي جي دعا، سڀ کان وڏي ۽ وڏيءَ"دعا" ليکي ويندي آهي، جيڪا راڳي فقيرن جو سرواڻ پڙهندو آهي. سهڻي جي دعا کان پوءِ ڪيترا معتقد واپس هليا ويندا آهن. البت ڀٽائيءَ جا راڳي فقير سر سهڻي کانپوءِ سسئي جا پنج سر ڳائيندا آهن، جنهن کانپوءِ رات جو پويون پهر شروع ٿي ويندو آهي، جنهن ۾ رسالي جا ٻيا ڪيترا سر ڳايا ويندا آهن. تان جون ٻاڪ ڦٽي پوندي آهي ۽ فجر جي نماز جي آذان ايندي آهي. پٽ شاهه تي ان سمي سنيئن ۽ شعين جون ٻه آذانون ٻڌڻ ۾ ايندڙيون آهن. ان دوران ڀٽائي جا راڳي فقير پنهنجا دنبورا هيٺ ڪري خاموش ٿي ويهي ٻئي آذانون ٻڌندا آهن ۽ جڏهن ٻئي آذانون پوريون ٿينديون آهن ته پوءِ ٻيهر پنهنجا دنبورا تاڻي آخري سر مارئي ڳائيندا آهن، جنهن جو پهريون بيت لوڻءَ ڪانڌاري ڇڏيندو آهي:

پرهه ڦٽندي ڦال، وڏمر ويڙهيچن لئه
وٺا مينهن ملير تي مارن ڪاهيا مال
حيف تنهنجي حال، جو مُند ساريو نا مران!

ان سمي اوپر پاسي آسمان تي اڇاڻ نمودار ٿيندي آهي ۽ رات جو ڪارو نقاب لهي ويندو آهي ۽ ڏينهن جي روشن روءِ پڌري ٿي پوندي آهي. اهڙي طرح ڀٽائيءَ جا فقير سر مارئي جا چند داستان ڳائڻ کانپوءِ آخري دعا گهرندا آهن، جنهن کانپوءِ راڳي فقير توڙي ياتري ڀٽائي جو آڳر خالي ڪري پنهنجي پنهنجي آسڻ ڏانهن راهي ٿي ويندا آهن ۽ اهڙي طرح عبادت واري رات پنهنجي اختتام کي پهچي ويندي آهي. سو ان لحاظ کان ڏٺو وڃي ته پٽ تي ٻارهَو ئي ميلو آهي، يعني سال جا 365 ڏينهن ئي اجتماع آهي. انگريزيءَ ۾ چوندا آهنseeing is be lieving سو اوهان ڪنهن به رات ڪنهن به وقت پرهه ڦٽڻ واري مهل تائين اوچتو پٽ تي ويندا ته اوهان کي ڀٽائيءَ جي راڳي فقير جا دنبورا يا تنبورا تاڻيل نظر ايندا ۽ ڪيترا مرد ۽ زالون وجد ۾ ويڙهيل نظر ايندا. ڪراڙ

ڍنڍ جي ڪناري تي ياڙي ڪرائي تي آيل بسن جو ڳاهٽ نظر ايندو ۽ ميلي جو سمو هوندو.

پٽ تي متي ذڪر ڪيل "ڏهاڙيءَ واري ميلي" ۾ وڏيڪ شدت جمعي واري رات ايندي آهي، هر خميس جي شام جو جمعي جي رات ملهائڻ لاءِ ڪتان ڪتان جا ماڻهو اچي ڳاهٽ ٿيندا آهن. بسون پرجي ايندي‌ون آهن ۽ مزار تي جتين جو ٺيڪو ڪٺنڊڙ ٺيڪيدار ٺيڪجي ويندو آهي، ان رات شاهه جو راڳ ته معمول مطابق ٿيندو آهي، پر ماڻهن جي گهٽائيءَ سبب پٽ شاهه جو ڏيک ئي بيو ٿي ويندو آهي.

اهڙي طرح پٽ تي هر هفتي هڪڙو ميلو پڻ لڳندو آهي، يعني مهيني ۾ اهڙا چار ميلا لڳندا آهن ۽ سال ۾ جملي 48 ميلا مچندا آهن.

وري "جمعي رات چوڏهين" تي پٽ شاهه ۾ جيڪو ميلو لڳندو آهي سو ساليانې ميلي کانپوءِ شايد وڏي ۾ وڏو اجتماع هوندو آهي. ان جو سبب اهو آهي ته "جمعي رات" ۽ "چنڊ جي چوڏهين" وارا ٻه ڏڻ گڏجي پوندا آهن. "جمعي رات واري چوڏهين" سال ۾ هڪڙو دفعو ايندي آهي، ان ڪري ان ڏينهن وارو ميلو سال جو هڪ وڏيڪ انوکو اجتماع هوندو آهي. سو سال ۾ هڪڙو ميلو جمعي رات واري چوڏهين تي به لڳي ٿو جيڪو 14 صفر واري ساليانې ميلي کان علاوه آهي.

پٽ شاهه تي ساليانې ميلي کان به وڏو اجتماع ان ڏينهن ٿيندو آهي جنهن ڏينهن صفر جي 14 هين جمعي رات هوندي آهي. پٽائي جو ميلو هر سال 14 صفر تي شروع ٿي 16 صفر تائين ٽي ڏينهن هلندو آهي پر هر پنجن سالن کانپوءِ هڪ اهڙو ساليانو ميلو ايندو آهي جنهن جي پهرين ڌمال يعني چوڏهين صفر جمعي رات به هوندي آهي. پٽائي جا معتقدَ ان رات کي "حج اڪبر" جو درجو ڏيندا آهن. ان ڏينهن ماڻهن ۽ گاڏين جي اهڙي پيهه ٿيندي آهي جو ڪا به گاڏي پٽ شاهه شهر ۾ داخل نه ٿي سگهندي آهي. پٽ شاهه شهر کان قومي شاهراهه ڏانهن ويندڙ 3 ڪلوميٽر رستي جو هڪ ڪلوميٽر جڙ ته "ڪار پارڪ" بڻجي ويندي آهي. ميلي گير ماڻهن جون مُچون پٽ کان اتر ڏکڻ، اوپر ۽ اولهه ڏانهن ڪلوميٽر ڪن مفاصلي تائين پکڙجي وينديون آهن. شهر ۾ هوٽلن ۽ دڪانن جو ڪاروبار

اوچ تي هوندو آهي ۽ ڀٽ شاهه جو شهر بس ماڻهن جو چڻ سمونڊ لڳندو آهي.

سال 2002 واري ڀٽائي جي ميلي جي پهرين ڏمال"جمعي رات" هئي، جنهن تي عجيب لقاءُ هو. ٻيو اهڙو ساليانو ميلو وري سال 2007ع ۾ ٿيندو.

رجب مهيني جي 2(ٻي) تاريخ هر سال سنڌ ۾ سنڌي ٻولي جي عظيم شاعر ۽ صوفي بزرگ شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جو جنم ڏينهن ملهايو ويندو آهي، ان ڏينهن به ڀٽ شاهه تي ميلو لڳندو آهي.

هر سال عيدالاضحيٰ کان هڪ ڏينهن اڳ يعني 9 ذي الحج تي ڀٽائيءَ جي مزار تي سندس مريد چڻ ته حج ڪرڻ ايندا آهن. هو چوندا آهن ته"مڪي شريف وڃڻ جي طاقت ناهي، ان ڪري ڀٽ ڏٽي تي حج ڪرڻ آيا آهيون." اهڙي هڪ مريد ڀٽائيءَ جو بيت پڙهيو: "جيڪي ڪم بندو ڪري، سو مڙيوئي ڏوهه، تون پارس آءُ لوهه سَجين ته سون ٿيان." ... ۽ چيائين"اچ پنهنجا مڙئي ڏوهه ڌوپي ويندا." سو حج واري ڏينهن تي به ڀٽ شاهه تي ميلو لڳندو آهي.

ان کان علاوه ڀٽائيءَ جي والد بزرگوار شاهه حبيب جي ساليانى عرس جي موقعي تي، ڀٽائيءَ کانپوءِ شاهه جي راڳ واري گادي نشين تمر فقير ۽ ڀٽائي جي راڳائي يعقوب شهيد جي ٻارهي تي به ڀٽ شاه ميلي جي ڏِکَ ڏيندو آهي. اهڙي طرح حضرت علي(ڪرم الله وجهه) جي ولادت تي پڻ چڻ ته ميلو متل هوندو آهي.

ان سلسلي ۾ مون کي هڪ ذاتي تجربو ٿيو. چنڊ جي چوڏهين تاريخ هجي ۽ جمعي جي رات پڻ ڀٽ شاهه تي جو وڃان ته ڏسان ته ٽرئفڪ جام(جٺم) لڳي پئي آهي، دنبوري چوڪ کان مزار تائين واري ڀٽ جي چڙهائي تي ماڻهن جي منڊين جو چڻ سمونڊ هجي، مزار اندر وڃڻ کان اڳ جُتي لاهي رکڻ واري جاءِ تي جُتين جو پهاڙ لڳو پيو هجي. جُتيون جمع ڪرڻ واري همراهه جُتيون وٺڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو. چي، جُتيون رکڻ جي جاءِ ناهي ۽ ٽوڪنَ به ختم ٿي ويا آهن سو جُتيون پاڻ سان کڻي وڃو. ڏٺم ته واقعي جُتين جو ڍيرُ ڪمري ۾ ڇت سان لڳل هجي. مزار کان ٿي واپس اچي هڪ ڪباڙي هوٽل تي چانهه لاءِ ويٺس ته

هوٽل واري ٻڌايو تہ”اڄوڪي ڏينهن رات دوران هوٽل تي ماني لاءِ چار مڻ اٽو هلي چڪو آهي.“ هن وڌيڪ ٻڌايو تہ”اڄ چنڊ جي چوڏهين، جمع جي رات ۽ مولا مشڪل ڪشا جي ولادت جو ڏڻ آهي.“

ان حوالي سان پٽ شاهہ جو هڪ ٻيو مشاهدو بہ دلچسپ هيو. ان ڏينهن سيوهڻ ۾ قلندر شهباز جي ميلي جي وچين ڌمال هئي. مون سوچيو تہ سنڌ جو وڏي ۾ وڏو ميلو سيوهڻ ۾ ٿي رهيو آهي، اڄ پٽ تي ماڻهن جي پيهہ نہ هوندي سو وچي ٿو سانتيڪي ماحول ۾ رسالو ٻڌان. جان وڃان تہ پير پائڻ جي جاءِ نہ هجي، ماڻهن جو سمونڊ چوليون پيو هڻي. چٽائي ڏٺم تہ ماڻهو گهڻو ڪري اوپرا، اترين علائقن جا پناڻ،ڪراچيءَ جا ڪڇي ميمڻ ۽ مهاجر وغيره اڪثريت ۾ نظر اچي رهيا هئا. پڇا ڪيم تہ خبر پئي قلندر شهباز جي ميلي جي موٽ آهي، سو ماڻهن جو وڏو تعداد پٽ شاهہ تي حاضري ڀرڻ آيو آهي. بس ميلي جو سمو هو. ايتري پيهہ هئي جو سانتيڪي ماحول ۾ رسالو ٻڌڻ بدران پري ويهي لائوڊ اسپيڪر مان بہ ٿي.داستان ٻڌي پري پري کان سهٽي جي دعا گهري وڃي مور فقير جي ڪافي تي قراري ٿيس. ۽ اتي جي مقامي ماڻهن اهو بہ ٻڌايو تہ قلندر شهباز جو ميلو 18، 19 ۽ 20 شعبان تي ٿيندو. اتان لاهوتي 21 ۽ 22 شعبان جي لال باغ کان لاهوت لامڪان جي سفر تي پيرين پنڌ روانا ٿيندا. رمضان مهيني جي 10،9 ۽ 11 تاريخ خضدار ضلعي جي حدن اندر پَبَ جبل ۾ شاهہ نوراني جي درگاهہ تي ميلو ڪري لاهوت لامڪان واري غار جي زيارت ڪري 13 رمضان تي اتان موٽي پٽ شاهہ تي ايندا آهن. اها چنڊ جي چوڏهين هوندي ۽ پٽ شاهہ تي ميلي جو ڏيک هوندو. لاهوت ڪري موٽندڙ لاهوتي پٽ شاهہ تي ان ڪري بہ اچن ٿا جو پٽائيءَ چيو آهي تہ”نانگا تنهنجو نانءُ، لکجي لاهوت ۾“. چڻ اهو رجسٽر پٽائيءَ وٽ آهي، جنهن ۾ لاهوتين جا نالا درج ٿين ٿا.
سو سيوهڻ ۾ قلندر شهباز جي ميلي جي موٽ تي ۽ لاهوت لامڪان کان موٽ تي پٽ شاهہ ۾ بہ ميلا لڳن ٿا.

ان ۾ ڪو شڪ ناهي تہ پٽائي جي عرس تي جيڪو ٽن ڏينهن وارو ساليانو ميلو لڳي ٿو سو سيني کان وڏو ميڙاڪو آهي. پٽائي جو ساليانو ميلو

قلندر شهباز جي ميلي کانپوءِ سنڌ جو وڏي ۾ وڏو ميلو آهي. هن ميلي جي خاص ڳالهه ملاکڙو آهي جيڪو وري سڄي سنڌ ۾ وڏي ۾ وڏو ٿيندو هجي ٿو. ميلو، ميڙو يا ميڙاڪو وڇوڙيل ماڻهن کي پاڻ ۾ ملائيندو آهي سو ڀٽ شاهه تي جڏهن صفر 14، 15 ۽ 16 تي ٽن ڏينهن وارو ميلو مچي ٿو ته سنڌ جي ڊيگهه ويڪر ۾ هر جاءِ تان ماڻهو اچن ٿا. ٿر جا ماڻهو جابلو ماڻهن سان ملن ٿا. درياهي ماڻهو ڪاڇي جي لوڪن سان ملن ٿا ۽ سڄي سنڌ جا ماڻهو هڪٻئي سان ميل ملاقاتون ڪن ٿا.

ڀٽائي جيئن ته سنڌ ۽ سنڌي ٻولي توڙي ادب جو ماضي، حال ۽ مستقبل آهي، ان ڪري ڀٽ شاهه چڻ ته سنڌ جي ثقافتي ۽ روحاني گادي جو هنڌ آهي. ميلي جا ٽيئي ڏينهن ڀٽ شاهه جي فضا ڀٽائي جي بيتن سان گونجندي آهي ۽ سنڌ جي ثقافتي ۽ قومي وحدت الوجود جو پيغام عام ٿيندو آهي. مٿي ذڪر ڪيل مڙني ڏڻن ۽ وارن جي وچور کي جيڪڏهن يڪجا ڪجي ۽ انگي حساب سان ان جو ليکو ڪجي ته واضح ٿئي ٿو ته ٻنا ڪنهن وڏاءَ جي ڀٽ تي سال ۾ جملي 453 ميڙاڪا ٿين ٿا جن کي مذهبي اجتماع، ثقافتي ميلا يا سماجي ڳڏجاڻيون پڻ ڪوٺي سگهجي ٿو.

ساري رات سبحانُ، جاڳي جن ياد ڪيو،
اُن جي عبداللطيف چئي، مٽيءَ لڌو مانُ،
ڪوڙين ڪَنِ سلام، اچيو آسڻ اُنِ جي.(ڀٽائي)

# انور پيرزادي سان ڳالهه ٻولهه

## پينل انٽرويو: بدر ابڙو ۽ عطيه دائود

پينل: ڏر بنديءَ جو زمانو آهي، مختلف ڌريون پٽائيءَ کي پنهنجي حساب سان مذهبي، صوفي، قوم پرست يا وطن دوست ٺيون سڏين. توهان ڇا ٿا چئو؟
انور: منهنجي خيال ۾ ته پٽائيءَ کي ٻيهر پڙهڻو پوندو ۽ ڪاٻي ڌروارا ڇا ٿا چون، ساڄي ڌروارا ڇا ٿا چون يا عام ماڻهو هن کي ڪيئن ٿو محسوس ڪري، پٽائيءَ جي مزار تي سڪا باسڻ لاءِ ويندڙ عقيدتمند ڇا ٿا سوچين؟ انهيءَ جو اڀياس ۽ سروي ڪرڻو پوندو. جيستائين"پٽائيءَ جي ڳولا" جو تعلق آهي ته ان ۾ ڪو شڪ ڪونهي ته ڳولا اڃا نه ٿي آهي. موهن جي دڙي جي کوٽائي اڃا نه ٿي آهي. اها ڳولا ٿيڻ گهرجي. جڏهن تفصيل سان پٽائيءَ جو جائزو ورتو ويندو ته مون کي يقين آهي ته اها ڳالهه سامهون ايندي ته پٽائي سنڌ جي ماضي، حال ۽ مستقبل جو شاعر آهي. سنڌس شاعري ۽ فن جي لحاظ کان ته ڪو به اختلاف نه آهي پر مان چوان ٿو ته سنڌ جي مسئلن جي حوالي سان پٽائيءَ جي شاعري کي سنڌ جي مستقبل جي شاعري ثابت ڪري سگهجي ٿو.

سر سڪو سال ٿيا، هنج هريوئي پير
هي ڪنگ ويچارو ڪير. جو رسي ان رمزکي.

سال گذري ويا جو سنڌو درياهه منجهه پاڻي ڪونهي پر هنج جو پير آلو آهي. ڪنگ ان رازکي سمجهي نٿو سگهي. ڇاڪاڻ ته هنج صاف پاڻي منجهه هوندو آهي ۽ جيئن چيو ويندو آهي ته موتي ڪائيندو آهي، پوءِ جڏهن هن اهو پاڻي نه ڏٺو آهي ته ان ڏک ۾ روئي ڏنو. اتائين ۽ ان جي تلاش ۾ بي حال ٿيڻ لڳو آهي، پر ڪنگ جيڪو لڙي ۾ ڪني پاڻيءَ منجهه گذارو ڪندو آهي، اهو درد محسوس نه ٿو ڪري سگهي ته هتي اهو پاڻي ڪونهي، جنهن لاءِ پٽائيءَ چيو آهي ته:

عطر ۽ عنبير جا جر ۾ وهن جال.

ان ڪري پٽائيءَ جي نقطهٔ نگاهه کان اسٽڊي ڪرڻي پوندي، خاصو جائزو وٺڻو

پوندو، ماڻهن کان انٽرويو وٺڻا پوندا. پوءِ ئي ڀٽائيءَ جي خبر پوندي.

پينل: اڄڪلهه مها ڀارت جهڙن ڪلاسيڪل فن پارن مان به ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي پئي وڃي ته انهن ۾ به جوهري جنگ جو ذڪر آهي، ان ڪري اڄ به ان جي افاديت آهي. توهان جي ڀٽائي جي شاعري متعلق اهڙي دعويٰ ڪيئن مختلف آهي؟

انور: مان ان باري ۾ بلڪل ڪليئر آهيان. مها ڀارت هجي، يا ڪا ٻي هائيپوٿيسز هجي، يا ڪو ٻيو فلسفو هجي ماڻهوءَ جي نفسيات آهي ته هو پنهنجي مذهبي وسيلن مان تخليقي تعبيرون ڪڍڻ جي ڪوشش ڪندا آهن. مثلن لاهوت لامڪان ۾ جيڪي پٿر آهن، پاڻيءَ جي وهڪري ۾ تن جو چونو ڳري نڪري ويو آهي ۽ باقي جيڪي پٿر بچيا آهن انهن جو هڪ قدرتي ڊيک آهي. ۽ هاڻي انهن جي ڊيک کي ماڻهن مختلف نالا ڏنا آهن. پر ڀٽائي سنڌ جي يونيورسل مسئلن تي يونيورسل طريقي سان لکيو آهي. سنڌ جي تاريخي اوسر ۾ ان جا ڪي خاص مسئلا رهيا آهن. مثال طور سنڌ، سنڌو درياءَ جي ٻن ڪنارن تي آباد ملڪ آهي ۽ سنڌو درياءُ وهڪرا بدلائي ٿو ۽ ڪن هنڌن ٻوڏن آڻڻ جو سبب بڻجي ٿو، ته ڪٿي ماڻهو ڏڪر جو شڪار ٿي وڃن ٿا. فطرت ڪڏهن به ناراض ٿي سگهي ٿي ۽ ماڻهوءَ جي فطرت جي خلاف جدوجهد سدائين جاري رهي ٿي. فطرت سان انسان جو جهيڙو ته هلندڙ آهي. سو سنڌ ۾ به ڏڪار آيا، ڌارين جون لڙائيون ٿيون ۽ اهڙا ٻيا معاملا ٿيا ته انهن(موضوعن) کي ڀٽائي پنهنجي شاعريءَ ۾ تمام سگهاري طريقي سان پيش ڪيو آهي. مسئلا ٺوس مسئلا آهن جيڪي ڀٽائي کڻيا آهن ۽ مان سمجهان ٿو ته جيستائين سنڌ زنده آهي، اهي مسئلا وري وري پيدا اسرندا جيڪڏهن انهن کي حل نٿو ڪجي ته ڏڪر ٿيندو، فصل تباهه ٿيندا ۽ ڌاريون قومون هتي ڪالوني ٺاهينديون. سنڌ جي انهن سيني مسئلن خلاف، ڀٽائي صاحب بيت لکي ٿو. انهيءَ ڪري چئي سگهجي ٿو ته ڀٽائي مستقبل جو شاعر آهي.

پينل: ڀٽائيءَ جيڪي ڏنو آهي سو تصوف جي علامتن ۾ آهي، ٻئي طرف

تصوف هتي هڪ سگهاري تحريڪ رهيو آهي ۽ ان جو اثر بہ موجود آهي. توهان جو ڇا خيال آهي، اڄ جي دور ۾ تصوف ڪردار ادا ڪري سگهندو. ڇاڪاڻ تہ ان جو بنياد وري بہ سيڪيولرازم تي بيهي ٿو؟

انور: جيڪڏهن ڀٽائيءَ کي هڪ شاعر جي حيثيت ۾ ڏٺو وڃي تہ توهان ڀٽائيءَ کي صوفي چئي نٿا سگهو. سنجيدگيءَ سان جيڪڏهن ڀٽائيءَ جو مجسمو ڏسندو تہ هو صوفي لڳندو ۽ جي ڀٽائيءَ جي ٻولي ڏسندئو تہ انهيءَ مان صوفي ازم جي ٽرمنالاجي ملندي، هاڻي هي ٽي پهلو ٿي ويا، هڪڙو ڀٽائيءَ جي شاعري، ٻيو ڀٽائيءَ جي شڪل شبيهہ ۽ ٽيون ڀٽائيءَ جي ٽرمنالاجي. انهيءَ حوالي سان آئون اهو عرض ڪيان تہ اينگلس لکيو تہ اها هڪ قائم ٿيل روايت هئي تہ زندگيءَ جو ڪو بہ فلسفو ٿيالاجيءَ جي معرفت پيش ڪيو ويندو هو. مذهبي ٽرمنالاجي سان زندگيءَ جا سڀ مسئلا سائنس، آرٽس وغيره وسيلي پيش ڪيا ويندا هئا. هاڻي اها هڪ دور جي مضبوط روايت هئي. جنهن جي ڪري ڪو بہ رائيٽر انهيءَ روايت کي ڀڃي نہ پيو ڏئي سگهي ۽ اها ڳالهہ سمجهڻ لاءِ اهو سمجهڻ ضروري آهي تہ اڄ جو سنڌي.ليڪڪ جيڪڏهن ترقي پسند نقطۂ نگاهہ سان نٿو لکي تہ هن جي لکڻي کي ڪو ئي ڪو نہ پڙهندو. هن وقت ترقي پسند نقطۂ نظر يا سچائي سنڌي ادب ۾ هڪ اهڙو سگهارو لاڙو ٿي چڪو آهي جنهن کي ڪوئي بہ ڀڃي ڏيئي نٿو سگهي ۽ اها هن دور جي سخت روايت آهي ـ اهڙي طرح اها مذهبي ٽرمنالاجي واري اها ٻولي ان دور جي تقاضا هئي جو اهو دور مذهبي ڪٽرپڻي جي اوج وارو دور هو. انهيءَ دور ۾ مذهب جي اوٽ ۾ سچي ڳالهہ ڪرڻ غداري يا بغاوت هئي باقي انهي جي باوجود جيئن مثال:

ڪل شئي يرجع الله الا املحہ. اصل ٿي جهجان جهانگين ڪاڻ.

تہ هر ڪا شئي پنهنجي اصل ڏانهن موٽندي، عمر سومري ۽ مارئي جي وچ ۾ جيڪو جهڳڙو آهي، انهيءَ جو نتيجو ڀٽائي صاحب. قرآن شريف جي آيت جو حوالو ڏئي ٿو ڪدي، جيئن ماڻهن کي قائل ڪري سگهجي تہ هر ڪا شئي پنهنجي وقت سان موٽندي ۽ جيڪڏهن اهو نقطۂ نظر آهي تہ مارئي ملير واپس پهچي ويندي تہ ان جي معنيٰ اها نڪتي تہ اها عمر سومري ۽ عمرڪوٽ جي

شڪست آهي. ڀٽائي صاحب ان ڳالهه کي ڀوءِ ڀلي هن جي ٽرمنالاجي اسلام هئي، هو پنهنجي شخصيت جي اعتبارڪان يونيورسل آهي، انهيءَ ۾ هو جينيس آهي. انهيءَ ۾ هن کي ڪو بہ مذهب ڪونهيّ. باقي ان سوال سان آئون متفق آهيان تہ صوفي ازم پنهنجي دورجو تہ تمام ترقي پسند نظريو هيو. ترقي پسندي خود هڪ نسبتي شئي آهي. جنهن دور ۾ ڀٽائي صاحب هو ،ان دور ۾ ڀٽائي صاحب جي صوفي ازم نہ رڳو ترقي پسند هئي، پر ان دور جو انقلابي فلسفو هو. مون اڳ بہ ڪن مضمونن ۾ لکيو.هو تہ،"ڀٽائي ترقي پسند هو انهيءَ ڪري صوفي هو." ۽ ايئن نہ آهي تہ. ڇاڪاڻ تہ هو صوفي هو تنهن ڪري هن جي شاعري ترقي پسند هئي. هن جو من جينيس هو، انهيءَ ۾ سڄي روشن خيالي بہ هئي تہ ترقي پسندي بہ هئي تہ انقلابي اوج بہ هو. هو انهن سڀني شين جو مجموعو هو.

**پينل:** شاهہ ڀٽائيءَ جا عورتن وارا ڪردار اڄ ڪان جدا حالتن مان آهن، ان زماني جا قدر ٻيا هئا. اڄ جي عورت ڪهڙي.طرح پاڻ کي مڃائي سگهي ٿي. جڏهن تہ هن جي لاءِ حالتون بہ بدلجي چڪيون آهن؟

**انور:**

سڀ ننگيون ٿي نڪرو لالچ ڇڏي لوڀ
سپريان جي سوڀ ننڍون ڪندي نہ ملي.

اها هڪ علامتي ڳالهہ آهي.

جي هٽ.نہ هوت پسن، سي ڪيئن ڪيچ پسنديون.

ڀٽائي صاحب جيڪو سهڻيءَ جو سفر ڏيکاريو آهي، ان سفرکي هن جا جاکوڙ جي علامت ڪري پيش ڪيو آهي، ضروري ناهي تہ هر ڪنهن کي ڪيچ، لاهوت يا هنگلاج وڃڻ گهرجي. سفرکي تہ ڀٽائيءَ جدوجهد جي علامت ڪري پيش ڪيو آهي ۽ اها جدوجهد وقت جي ظالم قوتن جي خلاف آهي. اها تہ هر ڪنهن کي ڪرڻي آهي. هن وقت جي عورت هجي يا ماضيءَ جي هجي يا مستقبل جي هجي، انهن جي آڏو ڪي رڪاوٽون اينديون ۽ انهيءَ ۾ جيڪڏهن هن کي

جدوجهد ڪرڻي آهي ته ڪيس پنهنجو وجود بلڪل وڃائڻو پوندو.

جي بي شرڪ ڀانئين پاڻ ڪي، ته عين شرڪ اِيءُ
وڃائي وجود ڪي، پاٽان پاسي ٿيءُ
هڏهين ڪونهي هيءُ، هو پڻ ڪونهي هن ري.

سادن اکرن ۾ ايئن چئي سگهجي ٿو ته سنڌ جي مستقبل جي عورت ڪي به صحيح راهه ڏسڻ جو رنگ، ڍنگ يا تفصيل رسالي ۾ موجود آهن ۽ گوبند مالهيءَ پنهنجي آتم ڪهاڻيءَ ۾ لکيو آهي ته ”ڪراڙا اسان کي چوندا هئا ته بابا زندگيءَ ۾ جيڪڏهن ڪٿي منجهي پئو ته توهان کي ٻه ڪتاب آهن جيڪي توهان جي رهنمائي ڪندا: هڪڙو گرنٿ صاحب گرو نانڪ جو ۽ ٻيو ڀٽائي صاحب جو رسالو.

# انور پيرزادي سان ڳالهہ ٻولهہ

## منهنجو وس هلي تہ مان ڀٽ شاهہ کي”يونيورسٽي ٽائون“ ۾ تبديل ڪري ڇڏيان

### انٽرويو: انور ابڙو

14 مارچ 2006ع تي جڏهن مون انور پيرزادي صاحب جن سان ڀٽائي سائينءَ جن بابت ڳالهہ ٻولهہ ڪرڻ شروع ڪئي تہ، ڀٽائي ۽ ڀٽ شاهہ بابت ڳالهائيندي چيائين:”جيڪڏهن منهنجي حڪومت هجي تہ مان سڀ کان پهريان ڀٽ شاهہ کي هڪ يونيورسٽي ٽائون بڻايان. bhit shah should be a university town جتي ٿيولاجي، تصوف، انٿروپالاجي، راڳ ۽ ٻين سائنسي علمن جي تعليم ڏني وڃي. اها هڪ بين الاقوامي يونيورسٽي هجي، جتي دنيا جي ماڻهن کي ٽيررازم جي اينٽي ٿيسز پڙهائي وڃي. جيڪو اڄ جي دنيا جو وڏي ۾ وڏو مسئلو آهي. ڀٽ شاهہ يونيورسٽيءَ ۾ سنڌي نوجوانن سان پرڏيهي شاگردن کي داخلا ڏني وڃي.“ ”ڀٽ شاهہ يونيورسٽي ٽائون ۾ رڳو شاگرد، پروفيسر، ڀٽائيءَ جا راڳائي فقير، ڀٽائيءَ جي خاندان سان لاڳاپو رکندڙ سيد، هنرمند(جن ۾ اجرڪ ٺاهڻ وارا شامل آهن). ان يونيورسٽيءَ جا ٻيا ملازم ۽ انهن جا گهر ڀاتي رهندا. انهن کانسواءِ اتي ٻيو ڪنهن کي بہ رهڻ جي اجازت نہ هوندي. اها هڪ singing university پڻ هوندي. اهو هڪ ننڍڙو پر خاص علمي، هنري ۽ موسيقيءَ جو علائقو هوندو.“

انور پيرزادي صاحب پراڻي دور واري ڀٽ شاهہ جي حدن ۽ ان جي 75 سالن جي هڪ ڪراڙي رهواسيءَ هڪ ٻيري انڪشاف ڪيو تہ،”اڳ ۾ ڀٽ شاهہ تي ڀٽائيءَ جي مزار، مسجد، حويلي ۽ ڪبڙ(جنهن ۾ ڀٽائي سائينءَ جي امڙ رسي ٻڌي ڏڏ ولوڙيندي هئي) کانسواءِ ٻيو ڪجهہ بہ نہ هوندو هيو. جڏهن تہ ڪراڙ ڍنڍ جي ڏکڻ ۾ رنڍين جا پڪا هوندا هئا. سو، جڏهن ڪانيو خان (ڄام صادق مرحوم جو والد) ڀٽائي جي ميلي جي موقعي تي ڀٽ شاهہ تي ايندو هيو تہ، هو سڪن جون خرزينون ڀري ايندو هيو ۽ ڏکڻ واري پاسي کان ڀٽ شاهہ تي پهچندي ئي ماڻهن

۾ سڪن جون مُنيون پري اڇلائيندو هيو. جڏهن ماڻهو اهي سِڪا ڪٽڻ جي لاءِ اوڏانهن ڊوڙ پائيندا هيا، تہ هُو رنڊين جا پڪا ڊاهي وجهندا هيا. پوءِ رنڊين، ڪانيو خان سان شڪايت ڪئي تہ، هو سخاوت پلي ڪري، پر اهڙي طريقي سان نہ، جو سندن اجها ڊهيٰ پون.“ هاڻي اهي ناچڻيون پٽائيءَ جي درگاهہ جي اُتر ۾ مچر ڪالونيءَ ۾ رهن ٿيون. پٽائي جي مزار جي اُتر ۾ ملاڪڙو ٿيندو آهي.“

انور پيرزادي جي اها بہ تجويز هئي تہ،”دنبوري چونڪ، ڪان پٽائيءَ جي درگاهہ ڏانهن ويندي پنهي پاسن کان جيڪي دوڪان آهن، سي سڀ ڊاٿا وڃن ۽ انهن جي مالڪن کي ان جو معاوضو ڏنو وڃي. ائين ڪرڻ سان ماڻهو جيڪڏهن شيخ اياز جي قبر کان بيهي ڏسندو تہ کيس پٽائيءَ جي مزار چٽي نظر ايندي.“ هن چيو تہ”this is my dream about bhit shah(ڀِٽ شاهہ بابت اِهو سندس خواب آهي.)“

انور پيرزادي تجويز ڪيل ڀٽ شاهہ يونيورسٽيءَ جي اهميت بابت ڳالهائيندي چيو تہ،”ان سان آمريڪا سميت سڄي دنيا ڀٽ شاهہ تي ڇڪجي ايندي. جتي دهشتگرديءَ جي خلاف جدوجهد جو هڪ گڏيل تصور (concept) تيار ٿيندو. ڇاڪاڻ تہ پٽائيءَ جي صوفي ازم ۾ اسلام، ٻڌمت ۽ هندومت سميت دنيا جي سمورن مذهبن جي ڳالهہ ٿيل آهي. هِن جي شاعريءَ ۾ سڀني مذهبن جي ماڻهن جي لاءِ ساڳيو پيغام آهي. رڳو هن نالا ٻيا استعمال ڪيا آهن. پٽائيءَ منهنجي شاعريءَ ۾ شيعہ ۽ سُني فرقي سميت سڀني فرقن جي ڳالهہ ڪئي آهي. پٽائيءَ چيو تہ،”آڳاهو جن علي، آءٌ نہ جيئندي ان ري.“ پٽائي جي شاعري ان گلدستي وانگر آهي، جنهن ۾ هزارين رنگن جا گل هوندا آهن، پر سڀني جي خوشبوءِ ساڳي هوندي آهي.“

انور پيرزادي لاڳاپيل ادارن جي سربراهن بابت ڳالهائيندي چيو تہ،”گل محمد عمراڻي جڏهن سنڌ ثقافت کاتي جو ڊائريڪٽر جنرل هيو تہ، اهو هڪ ڏينهن بہ ڀٽ شاهہ تي نہ ويو هيو. جڏهن تہ هن وقت جيڪو ڊائريڪٽر جنرل آهي جتوئي، ان کي مون هڪ ڏينهن چيو تہ، توهان هر هفتي جڏهن پنهنجي ڳوٺ وڃڻ جي لاءِ ڀٽ شاهہ جي پرسان گذرو ٿا تہ، ڀٽ شاهہ تي ضرور وڃو. اتي وڃي هڪ

ڪپ چانهه جو پيئي، توهان جي اتي وڃڻ سان ڀٽ شاهه تي ڪم ڪندڙ ملازم سرگرم رهندا."

انور پيرزادي چيو ته."ڀٽ شاهه تي مقرر پوليس کي حڪم ڏجي ته، اها ڀٽائيءَ جي مزار جو تقدس بحال ڪري، ياترين کي تحفظ فراهم ڪري. ڪراڙ ڍنڍ کي انساني بيڪار مادن ۽ گند ڪچري کان بچائي. ڀٽ شاهه تي ڪا به دهشتگردي ڪانهي. ان ڪري پوليس جو اتي اِن ڪانسواءِ ٻيو ڪو به ڪم ناهي. ان کي جيڪڏهن ڏاڙيلن ۽ دهشتگردن جي خلاف ويڙهائڻو آهي ته پوءِ اِن کي لاڙڪاڻي ۽ ڪراچيءَ موڪليو وڃي."

ڀٽائيءَ جي شاعريءَ کي محفوظ ڪرڻ بابت ٿيندڙ ڪوشش بابت انور پيرزادي ٻڌايو ته."هڪ پيري شاهه لطيف چيئر، ڪراچيءَ جي هڪ ڳڌجاڻيءَ ۾ اها رأءِ آئي ته."ڀٽائيءَ جي شاعريءَ جون اهڙي طرح سي ڊيز تيار ڪيون وڃن، جو ڀٽائي جي بيتن ۾ سنڌ جي جنهن به شيءِ يا علائقي جو ذڪر ٿيل هجي. ان جا images ۽ مختصر تعارف ڏيڻ گهرجي. مثال جي طور تي جيئن ڀٽائيءَ جي اها سٽ آهي ته:"جي تو ڀڃڻ ڀپ جا ته لڳ منهنجا لوهه." ته اِن ۾ ڀپ جبل جي تصوير ۽ تاريخ اچڻ گهرجي. اهڙي طرح ڀٽائي جي شاعري آڊيو ۽ ويوئل فارم ۾ آڻڻ گهرجي." جڏهن ڳڌجاڻي ختم ٿي ته، چيو ويو ته، اِها ته سنڌ جي انسائيڪلوپيڊيا ٿي ويندي. ڇاڪاڻ ته ڀٽائيءَ جي شاعريءَ ۾ سنڌ جا سيئي خطا، جبل، لاڙ، ٿر، ڪاڇو، ڪوهستان، ڪڇو، ڊيلٽا، ٻيڙيون، پکي، جيت، جٽيا، جانور، گاهه، گل، ڪاڏا، لباس، ريتون رسمون، مطلب ته سنڌ ۾ جيڪڏهن ڪا ڪِولِ به ٿي چُري ته اها به ڀٽائيءَ جي شاعريءَ ۾ نظر ٿي اچي. پر اِهو ڪم اجا رهيو پيو آهي. ڪو به ادارو اهڙي قسم جو ڪم ڪرڻ جي لاءِ تيار ناهي."

انور پيرزادي چيو ته."ڀٽائيءَ کي ڊاڪيومينٽ ڪرڻ جي لاءِ اسان کي هڪ ئي سنڌالاجي جوڙڻي پوندي. باقي ڪروڙين روپين جي بجيٽ کي بيڪار نموني سان ضايع ڪرڻ سان ڀٽائيءَ جو قد نٿو وڌائي سگهجي. ڀٽائيءَ جو قد نه هڪ سينٽي ميٽر وڌائي ٿو سگهجي ۽ نه وري گهٽائي ٿو سگهجي. ڀٽائيءَ سان

مهرباني ڪرڻ جي ڪا بہ ضرورت ناهي."

انور پيرزادي پٽائيءَ جي شاعري بابت هڪ واقعو ٻڌائيندي چيو تہ:
"سنڌو ڊيلٽا جي ڪنڌيءَ تيِ رهندڙ هڪ جهور پوڙهي(جيڪو هاڻي شايد مري چڪو هوندو) ڪيس هڪ پيري ٻڌايو هيو تہ،"پٽائيءَ جو"تتيءَ تڏيءَ ڪاهہ" وارو بيت ٻن نہ، پر چئن سٽن جو آهي. ۽ پوءِ هُن پٽائيءَ جو پورو بيت.هِن طرح ٻڌايو هو:

تتيءَ تڏيءَ ڪاهہ، ڪانهي ويل ويهڻ جي،
لوچي ٻَڌُ لطيف چئي، ڪمر ڪيچين ڪاڻ،
جيسين آهي، سوجهرو، تيسين ڪرهل ڪاهہ،
متان تٿئيِ اونداهہ، پير نہ لهين پرينءَ جو.

هڪ سوال جي جواب ۾ انور پيرزادي چيو تہ،"هن دنيا ۾. پيزاري، ڪوفتون ۽ فرسٽريشن آهي، جنهن جي لاءِ پٽ شاهہ هڪ وڏي سڪونِ واري ڪائنات آهي. هن وقت ضرورت ان ڳالهہ جي آهي تہ سنڌي ماڻهو پٽائيءَ ڪان سڪن. چاڪاڻ تہ پٽائي سنڌ جي ماضي، حال ۽ مستقبل جو شاعر آهي."_

# پرينم! تنهنجا پار ڪهڙا چئي ڪهڙا چوان

اسان سنڌي اهلِ ڪتاب آهيون ۽ ان ڪتاب جو نالو ”شاهہ جو رسالو آهي.“ هن رسالي ۾ ڪڏهن ڪڏهن لڳندو آهي تہ ڀٽائيءَ جي شاعريءَ جو مقصد عاشق ۽ معشوق جي وچ ۾ راز ۽ نياز کي بيان ڪرڻ آهي ٻيو ڪو ان ۾ مواد ئي ڪونهي. ڪڏهن ڪڏهن لڳندو آ تہ نہ قرآن شريف جو عربي مان سنڌي ۾ ترجمو ڪري مسلمانن کي سمجهائڻ تہ اسلام ڇا ٿيندو آهي، الله ڇا ٿيندو آهي، صحيح راهہ ڪهڙي آهي، الله کي ڪيئن حاصل ڪبو آ. اهو بيان ڪرڻ رسالي جو مقصد آهي. ڪڏهن ڪڏهن لڳندو آ تہ نہ هن جي شاعري جو مقصد آ تہ سنڌي لئنگويج کي ڪيئن ٺيڪ ڪجي، ان جو گرامر ڪيئن ٺاهجي، ان جا phonetics ڪيئن ٺاهجن، ان شاعريءَ ۾ intrinsic music ڪيئن وجهجي، سنڌي لئنگويج جي linguistic development ڪيئن ڪجي، ڇڙ ان کان وڏيڪ رسالي ۾ ٻي ڪائي شئي ئي ڪانهي. ڪڏهن ڪڏهن لڳندو آ تہ سنڌ کي total documents ڪرڻ هن ماڻهوءَ جو مقصد هو، ڪڏهن ڪڏهن لڳندو آ تہ نہ هيءُ تہ ڪو انڊرگرائونڊ تحريڪ جو ماڻهو هيو جيڪو ماڻهن کي سمجهائڻ پيو چاهي تہ:

ڪي سُمهہ، ڪي جاڳ، ڪاءُ اڏورو اَن،  
تہ جا مورت تنهنجي من، تنهن مشاهدو ماڻيئن.

سو سائين پرينم! تنهنجا پار ڪهڙا چئي ڪهڙا چوان. مونکي لڳي ٿو تہ هيءُ ڪتاب جنهن جو نالو ”شاهہ جو رسالو“ آ ان ۾ سنڌي ماڻهو کي هن ڪائنات ۾ رهڻ لاءِ جيڪا total philosophy کپي اها موجود آهي ۽ اهڙي انداز ۾ موجود آهي جيڪا هو ٻي ڪنهن ٻولي ۾ سمجهي ئي نٿو سگهي ڇاڪاڻ تہ هڪ تہ اها هن جي پنهنجي ٻولي آ جنهن ۾ هن کي سمجهايو ويو آهي ٻيو تہ هن ايڏي poetic، ايڏي artistic ۽ ايڏي impressive انداز سان سمجهايو آ جوان ۾ تہ هو unsurpassed آهي. اهڙو art of expression هن وقت تائين پيدا ئي نہ ٿيو آ. ڀٽائي جي معاملي ۾ اوهان مونکي شائونسٽ چئي سگهو ٿا ڇو تہ شاعر ۽ فلاسافر تہ دنيا ۾ ٻيا بہ موجود آهن.

انور پيرزادو

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياڃوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”**پڙهندڙ**“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌَڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَ نَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعويٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَ نَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بِہ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳِئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. بين لفظن ۾ پَنَ کا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌِ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڄڪلهہ ٻارن کي پاڻ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاٿي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

ٻَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڄڪلهہ ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. ٻَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين

ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، ڇالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشش ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽل گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

**توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.**

وڻ وڻ کي مون ڀاڪر پائي چيو تہ ”منهنجا يارُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)